# جي تند برابر توريان

ليکڪ

شيخ اياز

سهيڙيندڙ

ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو

سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچي

ســـؤ سِرن پـائـي، جي تـنـد بـرابـر تـوريـان،
أُتـل اوڏانـهـين ٿـئـي، جيـڏانـهـن پـيـجل پـرائـي:
(شاهه)

جملي حق ۽ واسطا ليکڪ وٽ محفوظ

ڪتاب جو نالو: جي تند برابر توريان
ليکڪ: شيخ اياز
مرتب: ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو
ڪتاب نمبر: ٧
ڳاٽيتو: پنج سؤ
ڇپائيءَ جو سال: نومبر ١٩٩٨ع
ڪمپوزرس: پيس ڪمپوزرس - ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌ ادبي اڪيڊمي
٥٤٢-سي، سينٽرل ڪمرشل ايريا
پي. اي. سي. ايڇ. ايس، ڪراچي.
ڇاپيندڙ: الجنت پريس ڪراچي
فون: 7773380 - 7771320
قيمت: 100 رپيا



# ترتيب

# پيش لفظ

سنڌي ٻوليءَ جي ادب ۾ ڪهاڻي يا افساني جو حقيقت نگاريءَ وارو دؤر ”سنڌو“ رسالي جي اجراءَ کان پوءِ شروع ٿيو، جو اڳتي هلي سن ١٩٣٧ع کان ١٩٣٧ع واري ڏهاڪي ۾ ترقيءَ جون منزلون طئہ ڪرڻ لڳو. سنڌي ڪهاڻي يا افسانو نہ رڳو هيئت، فني تجربي، فڪري وشالتا، ٻوليءَ ۽ جمالياتي لحاظ کان خوبصورت ٿي پاڻ پيرو ڀڻيو، پر پنهنجي وجود ۾ سماج جا سور ۽ ماحول جا ماجرا بہ سمائڻ لڳو. ڪهاڻيڪار ۽ افسانہ نگار نون کان نون سماجي موضوعن ڏانهن راغب ٿيڻ لڳا. سندن مرغوب موضوع سماج هو، جنهن ۾ ٿيندڙ ناانصافي ۽ ٻرماريت خلاف قلمي جهاد ۽ جدوجهد ڪرڻ سندن اولين مول هو. گهڻن سماجي مسئلن تي مبني موضوعن ڪي ٿوري عرصي ۾ سميتي سنڌي ڪهاڻي/ افسانو نہ رڳو ادبي حلقن لاءِ رغبت جو موضوع ۽ باعث بڻي، پر عام پڙهندڙ جي مطالعي تائين بہ رسائي حاصل ڪري ويئي ڇو تہ ان دؤر تي نگاهہ وجهبي تہ معلوم ٿيندو تہ عام جنتا ۽ پڙهندڙ طبقو ناٽڪ منڊيلن ۽ ناولن ڏانهن اکيون موهڙ ڪريو وينو هو، جنهن ڪي ڪهاڻي ڪَرَ ڪئي پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪرايو. ”پنج“ (عثمان علي انصاري)، ”سرد آهون“ (گوبند پنجابي)، ”سنڌي ڪهاڻيون“ (ٻهاري لال ڇاٻڙيا) ۽ ”اسانجي سنڌ“ (شيخ اياز) جهڙن ڪهاڻين جي مجموعن هڪ دم پنهنجو اثر ظاهر ڪري ڪايا پلٽ ڪري ڇڏڻ وارو ڪم ڪري ڏيکاريو. جيڪا ٿوري گهڻي تشنگي باقي رهي، تنهن کي ”سنڌو“ رسالي پورو ڪيو. ڇئيٿرام وليجا جي ”سرٻت جو خون“، شيخ جي اياز جي ”ٻروچڪي رت“، بي. ڊي. هيرانندانيءَ جي ”شاعر جي جائداد“ سڳن آهوجا جي ”ٻهار ۽ بنگال“ ۽ ڪرشن هميراجاڻي جي ”عمدو دان“ جهڙيون ڪهاڻيون ”سنڌو“

جي صفحن جي ڪئنواس تي ابريون. "سنڌو" جو آخري پرچو (جولاءِ- آگسٽ ١٩٤٧ع) "خاص ڪهاڻي نمبر" ٿي نڪتو، جنهن ۾ بولچند آشا، ماڌو آچاريه، جيوت لالواڻي ۽ موتي ڇاپڙيا جون بهترين ڪهاڻيون ڇپيون.

ان دؤر ۾ ادب ۾ نوان لاڙا رونما ٿيا. حقيقت نگاري، جدت پسندي ۽ ترقي پسنديءَ جي روپ ۾ سامهون اچڻ لڳي ۽ ليکڪ ادب براءِ ادب جي نظريي کان بغاوت ڪري، ادب کي زندگي جو آئينو ڄاڻي هڪ تحريڪ تي ابريا ۽ اٿيا جو ادب جي افق تي سج جيان چمڪڻ لڳا. ٿوري عرصي اندر شيخ اياز جي ڪهاڻين جو مجموعو "سفيد وحشي" منظر عام تي آيو. جنهن ننڍڙي شعور جي ڳنڍڙي، ڪيترن جا ڪاپاٽ کولي ڇڏيا. ادب جي ان "ترقي پسند تحريڪ" جي عمل اڃان وڪ ئي مس کنئي ته به قومي نظريي تحت ملڪي نقشي ۾ ڏار پيو. نتيجي ۾ هندستان ۽ پاڪستان وجود ۾ آيا. پاڪستان قائم ٿيڻ سبب سنڌ جا سنڌي هندو اديب پنهنجي جيجل جنم ڀوميءَ تان اباڻا ڪک ۽ پرين جا پڊ ڇڏي جلا وطن ٿيا. بولي ۽ ادب جي ترقي بيهي ويئي. لڏ پلاڻ ۽ افراتفريءَ سبب ادبي دنيا ۾ راڪاس گهمي ويو ۽ پنج- ڇهه سال ساندهه تخليق جو عمل تڪڙو ٿي نه سگهيو. ان علمي، ادبي مانار کي محسوس ڪندي، اهي ئي نئين نظريي جا علمبردار اديب اڳتي وڌيا. "باغي آهيان، باغي آهيان تنهنجو اڄ سماج!"جا نعرا هڻندا، نوان نيارا رستا وٺي اڳتي وڌيا. ان وقت اهڙو ڪوبه سرڪاري ادارو ڪونه هو، جو ادب جي سرپرستي ڪري سگهي. ان کوٽ کي پورو ڪرڻ لاءِ "اڳتي قدم" پبليڪيشن شڪارپور ۽ "حبيب پبليڪيشن" سکر جهڙا خانگي ادارا وجود ۾ آيا. جي پنهنجي مدد پاڻ جي اصول تي منقطع ٿيل ادبي اشاعتي سلسلي کي ڳنڍي اڳتي وڌائڻ لڳا. شڪارپور مان "اڳتي قدم" نالي ماهوار رسالو جاري ٿيو. جنهن عمومي طور تي ادب جي هر هڪ صنف ۽ خصوصي طور ڪهاڻي يا افسانې کي تقويت ڏني. "حبيب پبليڪيشن" سکر پاران وري ڪتابن ڇپائڻ جو سلسلو جاري ڪيو ويو. سن ١٩٨٤ع ۾ شيخ اياز جي ڪهاڻين جو مجموعو "پنهل کان پوءِ" جي نالي سان شايع ٿيو.

شيخ اياز جي مٿين ٻنهي مجموعن ۾ اياز جون منتخب ڪهاڻيون پڙهيون ٿينديون رهيون. انهن ڪهاڻين کان سواءِ هن مختلف ڪتابي سلسلن ۾ "اڳتي

قدم" جي پرچن کان سواءِ "سنڌو" رسالي ۾ بہ ڪهاڻيون لکيون. جي نہ رڳو اياز جون بهترين ڪهاڻيون آهن، پر سنڌي ٻوليءَ جي ادب جو بہ اڻ مٽ سرمايو آهن. اهي ڪهاڻيون هڪ پيرو ڇپجڻ کان پوءِ وري پيهر ڪونہ ڇپيون، جو اها ميتا حاصل ڪري سگهن ها يا ادبي تاريخ جي محققن ۽ نقادن آڏو مقام پائي سگهن ها. مون ڪوشش ڪري شيخ اياز جون اهي سڀئي ڪهاڻيون هٿ ڪري هن مجموعي ۾ شامل ڪيون آهن.

ڪهاڻين کان پوءِ اپياس واري ڀاڱي ۾ اياز جي ترتيب ڏنل ڪتاب اسانجي سنڌ جو پيش لفظ ڏجي ٿو. "اسانجي سنڌ" جو پهريون ڇاپو جون ۱۹۴۷ع ۾ "هندستاني ساهتيہ آستان" ڪراچيءَ پاران پڌرو ڪيو ويو هو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو اپريل ۱۹۷۲ع ۾ "سهڻي پبليڪيشن" حيدرآباد پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو هو. ان کان علاوه شيخ اياز جي ڪهاڻين تي شايع ٿيل تنقيدي مقالن مان محترم ڊاڪٽر قاضي خادم جو مقالو: " شيخ اياز- سنڌي ادب جو بنيادي ڪهاڻيڪار" ۽ محترم ستار پيرزادي جو مقالو: "لفظن جا هار پوئيندڙ ليکڪ" سنڌن ٿورن سان شايع ڪجن ٿا.

آخر ۾ محترم ستار پيرزادي جا ٿورا مڃان ٿو، جنهن "سنڌ ادبي اڪيڊمي" ڪراچيءَ پاران هن ڪتاب جي اشاعت ۾ خاص دلچسپي ورتي ۽ مسودي لاءِ گهڻو وقت اوسيئڙو ڪيو. گڏوگڏ سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز جو احسان مند آهيان، جنهن پنهنجي هنن املهہ ڪهاڻين جي اشاعت جي ڪلي دل سان اجازت عنايت ڪئي ۽ ڪتاب نظر مان ڪڍي بہ اکر لکيائون.

اميد اٿم تہ اسانجي محنت پڙهندڙن آڏو مان لهندي.

ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو

اعواڻ محلو شڪارپور
تاريخ ۲۲ جنوري ۱۹۹۷ع

# بي چين اُڌما

شيخ اياز جهڙي وڏي اديب، اسڪالر، شاعر ۽ فلسفيءَ تي ڪجهه لکڻ لاءِ به ايڏي لياقت ۽ اهليت کپي ٿي، جيترو هو پاڻ عظيم هو. مان ته سنڌس پيرن جي نشان مثل به نه آهيان. محترم عبدالستار پيرزادي مون تي اهو بار رکيو ته مان شيخ صاحب جي ڪهاڻين متعلق ڪجهه لکان. شيخ صاحب جيترو عظيم شاعر هئو، اوترو ئي عظيم نثر نويس به هئو. سندس نثر ۾ به سندس شاعريءَ واري جهلڪ نظر ايندي. حقيقت ۾ سندس نثر به شاعريءَ جهڙو آهي، اهوئي سوزوگداز اهائي نفاست ۽ لطيف جذبا ۽ اهيئي منظر بندشون، محاورا ۽ نفيس جذبا، بي چين اُڌما.

سندس عظيم شاعريءَ جي ڪري، سندس افسانه نويسيءَ وارو پهلو، ماڻهن کان اوجهل رهيو. مون کي موجوده دؤر جي ڪهاڻيءَ جو ابو سمجهيو يا سڏيو وڃي ٿو. حقيقت ۾ اهو سهرو به شيخ اياز تي آهي. مون ڪاليج وارن ڏينهن ۾ 1941ع کان 1947ع دوران سندس ڪهاڻيون، "سفيد وحشي"، "ڪلنٽي"، وغيره پڙهيون جن مون تي اهڙا اڻمٽ نقش ڇڏيا جو اڄ تائين، اڌ صدي گذرڻ بعد به نه مٽيا آهن.

اياز جهڙو پاڻ نفيس، مخلص، هڏڏوڪي ۽ گوندر گڏيو هئو، اهڙائي سندس جذبا لطيف، نفيس ۽ اخلاص سان پرپور آهن. شاباس هجي سندس مداحن کي جو سندس ڪهاڻين جو مجموعو ڇپائين پيا. پاڻ پڙهي ڏسو، پاڻ ئي فتوي ڏيو.

منهنجيون سڀ ڪهاڻيون، اياز جو هڪڙو "مشير نامو."

**جمال ابڙو**

70/1 فيز-5
خيابانِ بادبان
ڊي.ايڇ.اي ڪراچي
24 فيبروري 1998ع

# خيال احساس اُمنگ

مان نہ پاڪستاني آهيان، نہ اکنڊ هندستاني، نہ سماج جي سطحي رسم ۽ رواج جو پابند، نہ انقلابي طبقي جي اجائي جوش سان شامل، نہ ساهتيہ جي جهوني، يڪرنگي تصوير جو قائل، نہ ڍونگي ترقي پسندن جي جنسي (Sexual) اگهاڙپ جو مشتاق.

منهنجي راهہ الڳ آهي، منهنجو سياسي ۽ سماجي تصور علحدو آهي، منهنجا خيال ۽ احساس، امنگ ۽ اڌما هر ڪنهن رڪاوٽ کي ٽڪرائيندا پنهنجو رستو تلاش ڪندا آهن ۽ جي اها نہ هٽندي آهي تہ منهن جي بغاوت ۾ رتيون زور تي ويندي آهي  پوءِ اها رڪاوٽ سماج هجي يا سياسي طاقت، مذهب هجي يا رسمون روايتون، ترقي پسند يا غير ترقي پسند.

سنڌي اديب ۽ شاعر، ساهتڪار ۽ ڪلاڪار جڻ تہ غير سنڌي آهي. هو سنڌي وايو منڊل، تهذيب، رهڻي ڪرڻي، ٻول چال، اُٺ ويهہ، ريتن رسمن، خامين خوبين کان بہ غير واقف آهن يا تہ نفرت ڪن ٿا. ڪائي بہ سنڌي ڪهاڻي ڪٿو لکنئو ۽ مهارشٽرا ۽ بينگال جي پس منظر ۾ نظر ايندي. ايتري قدر جو اداڪارن جا نالا بہ سنڌي ناهن. مون اها ڪمي پوري ڪئي آهي. منهنجي نظر ۾ سنڌي هڪ جدا قوم آهن. سنڌن زندگي، سڀيتا، روايتون، ٻولي، نالا، مطلب تہ سيڪجهہ هندستان جي ٻين پرڳڻن کان علحدو آهي. جي ساهتيہ تي اثر آهي ٻاهرين ماحول جو، ليکڪ جي اندرين جذبن ۽ احساسن تي، تہ سنڌ جو ادب بہ هڪ خاص شخصيت رکندو، هڪ خاص رنگ ۽ ادا جو مالڪ ٿيندو ۽ جي اُها خصوصيت ۽ رنگ ڪنهن ڪهاڻيءَ ۾ نہ هوندي تہ اها ڪهاڻي ڪانو جئن مور جي رفتار ڏسي پنهنجي چال وساري ويهڻ جي مثال ٿيندي.

هن ڪتاب جو مضمون رولو (جو ڪهاڻي نہ بہ چئجي) سنڌ جي انهيءَ محبت سان پر آهي. سندم اداڪار "رولو" پنهنجي وطن جي ڪنڊ

ڪڙڇ سان دلچسپي رکي ٿو، سندس نظر تنگ يا محدود نہ آهي، پر ان حب الوطنيءَ جي جذبي جي پيدائش آهي، جو ڏسي رهيو آهي تہ مادرِ وطن هڪ ڦير گهير جي دؤر مان لنگهي رهي آهي ۽ ممڪن آهي تہ ان ڦير گهير ۾ سندس شخصيت باقي نہ رهي، سندس ٻولي هندي ۽ اردوءَ جي جهڳڙي ۾ ناحق ناس ٿي وڃي، سندس سرسبز کيت، پاڪستان هندستان جي سوال تي پنجابين بهارين جو نذرانو ٿي وڃن.

سنڌ ۾ رايل انڊين نيوي جو مظاهرو ۽ قرباني هندستان جي اينڊڙ انقلاب جو شروعاتي قدم هيو.سنڌ کي فخر آهي تہ غير جي چنبي مان پاڻ ڇڏائڻ لاءِ پهريون ڦٽڪو سنڌين ڪاڍو آهي. جنگ ڪان پوءِ سنڌي جنتا جي جاڳرتا جو نظارو مون "سفيد وحشيءَ" ۾ ڪيو آهي. عوام سياسي معاملن جي مونجهارن مان نہ ڄاڻي، هنن جي سمجهہ سڌي سنئين آهي تہ اسان جي پيٽ تي لت اچي رهي آهي ۽ لڄا لٽجي رهي آهي. ان سادي پر سخت بناوتي احساس جي تصوير آهي، "سفيد وحشي."

مون کي افسوس سان لکڻو ٿو پوي تہ منهنجا هندو دوست، مسلمان جي زندگي، سندن مقامي مسئلن، (Local problems)، سندن سماجي پستي، سندن اوڻاين، اوڇاين، ڏک سک کي ڪهاڻين ۾ نہ ٿا آڻين. مون تہ جيڪا ڪهاڻي ڏني آهي، سا هندن جي ڏيتي ليتي جي مسئلي تي هوندي آهي. آسانند مامتوراءِ ان لاءِ ڪيرون لهڻيون، هن جي ڪهاڻي "ڪاري" سنڌي ساهتيہ ۾ هڪ نئين ڳالهہ هئي. "غفور منشي" (نظيران) سنڌي مسلمان جي هيٺئين وچولي طبقي (Lower middle class) جي سماجي جيون جو واقعو آهي. اڻ پڙهيل، غريب مسلمان ڇوڪرين جو عام وڪرو ٿي رهيو آهي. روز هڪ نہ ٻي صديقي جي ٻڪري پيٽ چڙهائي ٿي وڃي، نہ رڳو اهو، پر عورتن سان حد درجي جي بي رحمي وارو سلوڪ ڪيو ٿو وڃي. عورت کي ٻوهاري ٿانوءَ، ٿپي، ماني ۽ نيپاج لاءِ بيدرديءَ سان وهايو وڃي ٿو، سو تہ ٺهيو، پر مٿن گاهہ بيگاهہ مار موچڙو. ٿڪ لعنت اسان کي ڪيترو نہ انسانيت تان ڪيرائي ٿي، اهو ڏيکاريو آهي مون "غفور مُنشي" جي ڪردار ۾ ۽ اها آهي منهنجي ترقي پسندي!

پر......

ليکڪ جي دل جي دنيا سندس ٻاهرين دنيا کان زياده وسيع آهي. سندس ڪائنات کي انت آد نہ آهي، سندن جذبات تي روڪ ٽوڪ نہ آهي، سندس تجربن تي جهل پل نہ آهي. منهنجي جذبن جي رواني منهنجي احساسن جي پٽ، منهنجي ڳوڙهن، گاڏڙ ڪل، منهنجو زندگيءَ جي رڳ رڳ ۾ ڏؤرو، منهنجو انسان جي اچيت (Un conscious) خيالن جو ڇيد، منهنجو ڪائنات جو تصور ڪتي مون کي پنهنجي ترقي پسند همعصرن (Contemporaries) کان گهڻو اڳتي ڪڍي ويجي ٿو (ڪوئي بہ چئي سگهي ٿو تہ پوئتي ڇڏي ويجي ٿو.)

منهنجون باقي ٻہ ڪهاڻيون "ڪارو رنگ" ۽ "شرابي" ان ادب جو مثال آهي، جنهن کي يورپ ۾ سوريئلزم (Surrealism) يا "حقيقت کان دوري" چيو ويجي ٿو.

شرابي هڪ غير معمولي شخصيت جي سياءَ جي ترجماني آهي. دنيا جي "اونده جو ڳولائو ۽ روشنيءَ جو ياچوڪڙ."

"ڪارو رنگ" هڪ گهٽ معمولي (Sub normal) انسان جي طبيعت جي ڦير گهير جو نہ وسرندڙ احساس آهي. انهيءَ ڪهاڻيءَ کي ڪنهن غير ترقي پسندي، ذهن جي بي معنيٰ قلابازي، وهم جي ميرانجهڙي تصوير ڪوٺيو تہ مون کي ڪو عجب نہ لڳندو، پر مون اها لکي آهي، نہ رڳو لکي آهي، پر ڏٺي آهي ۽ منهنجي شاهديءَ کي ڪوئي روڪي ٽوڪي، جهلي پلي نہ ٿو سگهي، پوءِ اها ترقي پسندي هجي يا غير ترقي پسندي.

مان پنهنجي بيان، ٻولي، محاوري تي ڪجهہ لکڻ نہ ٿو چاهيان. اها ڪمي ٻيا پوري ڪندا، پر انهن ۾ خامي آهي يا خوبي، پستي يا بلندي، اجائي نوائي يا سجائي سجاڳي، گهٽ ۾ گهٽ مون کي ايترو فخر آهي تہ مون سنڌ اڳيان سنڌي ڪهاڻيون رکيون آهن.

شيخ اياز

ستار پيرزادو

# لفظن جا هار پوئيندڙ ليکڪ

سنڌي ادب، هن وقت جنهن دورمان گذري رهيو آهي، يا سنڌي ادب، اڄ جنهن مقام تي پهتو آهي، ان مقام تي پهچائڻ وارن جي هڪ وڏي کيپ آهي، جنهن پنهنجي ذات، ڏانءُ، فني فڪر، دانشمندي ۽ سياسي مثبت خيالن جي ڪري، ادب کي کهني فڪر مان ڪڍي، سنواري سڌاري، اسان تائين پهچايو آهي، انهن ۾ ڪيترن ئي اديبن، شاعرن، دانشورن، مفڪرن ۽ محققن، پنهنجي پوريءَ سگهه سان جاکوڙ ڪئي آهي. انهن دانشورن جي، سنڌ ۽ سنڌي عوام ۽ سنڌي ٻوليءَ تي گهري نظر هئي. هو پنهنجي ڄاڻ مطابق، سنڌ جي مسئلن تي گهري ۽ ڳوڙهي سوچ ويچار ڪندڙ، سنڌ جا سڄاڻ ۽ هڏ ڏوکي آهن. جن پنهنجي پنهنجي فڪر ۽ ڄاڻ کي عام ماڻهوءَ تائين نه صرف جيئن جو تيئن پهچايو آهي. پر ڪافي جاين تي سنڌن سياسي رهنمائي پڻ ڪئي آهي، ڪين پنهنجي مسئلن کان آگاهه پئي ڪيو آهي ۽ مسئلن جي حل لاءِ مثبت واٽون پڻ ڏسيون آهن.

اهڙن گهڻگهرن اديبن، شاعرن، دانشورن ۽ محققن جي هڪ ڊگهي قطار آهي ۽ ان قطار ۾ اڄ ڪلهه نمايان طور نظر ايندڙ شخص محترم شيخ اياز آهي. جنهن پنهنجي ذهني، مطالعاتي، مشاهداتي ۽ قلم جي حاصلات سان سنڌي ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ ڪيئي گوهر وجهي سنڌي ٻوليءَ کي مالا مال ڪري ڇڏيو آهي. سندس هر لکڻي، ادب ۽ فن، فڪر ۽ مسئلي تي گهري نظر جي شهڪار هوندي آهي. پوءِ اها شاعريءَ جي ڪائي صنف هجي، ڪهاڻي هجي، مضمون يا مقالو هجي يا ڪٿي سندس ذهن جي تهه خانن مان هرڻي جيان ڇال ڏيندڙ ڪي يادون هجن. هن جنهن به صنف تي قلم کنيو، ان سان پرپور نباهه ڪيو. سندس هر لکڻيءَ ۾ جيڪڏهن تاجي فن آهي ته پيٽي ۾ فڪر ۽ مسئلي جي گهرائي ۽ ان جا ڪي حل شامل ضرور هوندا آهن.

هو جڏهن نثر جي صنف ڪهاڻيءَ تي لکڻ ويهي ٿو ته ”پنهل ڪانپوءِ“ جهڙو شاهڪار جڙي راس ٿئي ٿو. جنهن ۾ جتي ”ڪلٽي“ جو ڪردار آهي ته اتي ”سفيد وحشيءَ“ ۾ صديق مهاڻي جوڪردار به آهي. جتي ”مسافر مڪرانيءَ“ جو ڪردار آهي، اتي ” هي شاعر، “ جو ڪردار، ان دؤر جي شاعرن جي حالت جي عڪاسي ٿو ڪري. آءٌ سندس انهيءَ ڪتاب جو ايياس پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس ۽ دوستن کي شيخ اياز جي لفظن ۾ ڪيل عڪاسيءَ جي ٿوري جهلڪ ڏيکاريندس. هنن ڪهاڻين بابت شيخ اياز، پنهنجي ليکي لکي ٿو ته: ”مان هن وقت انهن ڪهاڻين کي ڪائي اهميت نه ٿو ڏيان، ڇو ته اهي منهنجي ادبي زندگيءَ جي ان دؤر جون لکيل آهن، جڏهن مون نثر ۾ لکڻ جي ابتدا ڪئي هئي.“ اڳتي لکي ٿو ته: ”ممڪن آهي ته انهن جو مطالعو منهن جي ذهني ۽ ادبي اوسر جي جائزي ۾ مدد گار ثابت ٿئي.“

”پنهل ڪانپوءِ“ ڪتاب جي پهرين ڪهاڻي، ”نوران“ آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ ٽي مکيه ڪردار آهن، جن تي ڪهاڻي ڦري آهي، جيڪا سڄي بيانيا انداز ۾ لکي وئي آهي. شيخ اياز هونءَ ته لفظن جو صراف آهي. موتين جهڙا لفظ، مالهائن ۾ پوئڻ جو ڏانءُ، هن وٽ ڇڻ دنگ آهي. هيءَ ڪهاڻي ٻن نوجوانن امنگن جي ڪهاڻي آهي. جهن وٽ محرومين جا مڻ مقدر ۾ لکيل آهن. رضيه چاهيندي به عزيز جي ٿجي نه سگهي ۽ عزيز جي من جي مراد ڪڏهن به پوري نه ٿي سگهي. هن بيانيا جملا ڪيڏا نه تز ۽ دل تي اثر ڪندڙ، حقيقت تي منبي ڪتب آهن. هڪ هنڌ لکي ٿو. ”پيار ٻنڌڻن ۾ نه ٻڌبو آهي. دنيوي رسم رواج ٻن دلين جي وچ ۾ ديوارون ڪڙيون ڪندا آهن، پر پيار جهل پل نه ڏيندو آهي. ان تي ڪائي روڪ ٽوڪ نه آهي.“

سندس مرداڻي ذهينت جي مشاهدي جي پرک ۽ عورت جي عورت پڻي ۾، ماءُ ٿجڻ جي تمنا جو ڪهڙي نه پياري ريت اظهار ڪيو اٿس ته: ”ائين ڇو آهي ته مرد شاديءَ جي برخلاف هوندا آهن ۽ عورت شاديءَ جي فائدي ۾ مرد يؤنر وانگر هوندا آهن ۽ گل گل جو واس وٺي رمندا رهندا آهن ۽ عورتون چاهينديون آهن..... الائي جي ڇاڇا چاهينديون آهن.“

ان ئي ڪهاڻي ۾ عورت جي فطرت کي ذهن ۾ رکي، جيڪا تشبيهه عورت لاءِ چونڊي اٿس، اها ڪيڏي نه دل ڪش آهي ته: ” سڀ عورتون گهريتڙيون ٿينديون آهن.“ هن ڪهاڻيءَ ۾ به سنڌ جي روايتي ماحول مطابق عزيز، رضيه سان بيحد چاهت هوندي به ڪيس ماڻي نه ٿو سگهي پر هن ۾ ”اياز“ هڪ نواڻ اها تخليق ڪئي آهي ته نوران، جا اڳ عزيز کي چينيندي هئي، اها اسلم جي اچڻ ڪري، عزيز ڏانهن رويو نرم ڪري وئي. اسلم جي رضيه سان شاديءَ جي مخالف ٿجي وئي ۽ رضيه کي سمجهائڻ لڳي ته: ”ترس عزيز موٽي ايندو. هن جي روح توسان لائون لڏيون آهن. تون هن کان ڪڏهن به وسري نه ٿي سگهين.“ ها نوران کي پڪ هئي ۽ نوران عزيز جي اکين ۾ جو ڪجهه ڏٺو هو، ان هن جي روح کي ريجهائي وڌو

هو. باقي سامهون تہ هوءَ روايتي پوڙهي ۽ ماءُ جي حيثيت ۾ رضيہ تي ان طرح پنهنجي وڏائپ جورعب ويهاريندي هئي. جيئن تہ شيخ اياز، بنيادي طور تي شاعر آهي. هن جي سوچ ۾، ذهن ۾، ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾، هميشه موزو نيت بکندي رهندي آهي. هنجي واتان لفظ، خود بخود موزون ٿيندا نڪرندا آهن ۽ جڏهن اهي لفظ سندس قلم جي نوڪ مان روشنيءَ جي ڪرڻن جيان نڪري، پني تي اڪيرجي، پڙهندڙ جي سامهون ايندا آهن تہ انهن لفظن ۾ ساهہ پئجي ويندو آهي. پڙهندڙ ڪيڏي بہ توائي هئڻ ڪري انهن لفظن جي جهرمٽن ۾، لفظن کي پاڻ سان سرگوشيون ڪندي، ڪڏهن وڏي واڪ، ڪڏهن ٺهڪن ۾، ڪڏهن مرڪن ۽ مينڊن ۾، ڪڏهن دڪدائڪ لهجي ۾، تہ ڪڏهن خوشيءَ جي عالم ۾، هن سان مخاطب ٿيندا آهن. سندس لفظن جي روپ ۾ ڪم آندل اشارا، محاورا هر ڪوپاڻ ڏانهن ۽ پنهنجي پاران پائيندو آهي. اهڙي ئي ٻولي، منظر نگاري، اهڙا اشارا ۽ ڪنايا، هن پنهنجي ڪهاڻي "ڪلثي" ۾ بہ خوب ڪتب آندا آهن. شيخ اياز "ڪلثي" جو اهڙو ڪردار خلقيو آهي، جيڪو سنڌي ادب ۾ شايد ئي وري تخليق ٿي سگهيو آهي. هيءَ ڪهاڻيءَ جيڪڏهن حقيقت ڪري پانئجي، تہ ان تي پورو پورو گمان ٿئي ٿو.

"ڪلثي" جي ڪردار نگاري ڪندي شيخ اياز هن ڪهاڻيءَ جي شروعات ئي ڪيڏن خوبصورت ۽ دل تي گهرو اثر ڪندڙ جملن سان ڪئي آهي. "هن جي سادگيءَ ۾ چالاڪي هئي، چالاڪيءَ ۾ سادگي." اهو جملو پڙهڻ سان ئي ڪهاڻي پڙهڻ جواشتياق وڌي ٿو. ۽ جڏهن، پڙهندڙ اها ڪهاڻي پڙهي ٿو تہ سندس لفظن ۽ جملن جي جادوءَ ۾ في الحال پاڻ وڃائي، ان ڪلثيءَ جي ڪل ۾ڪوئجي ٿو وڃي. هن ان ڪلثي جي ڪل ۾ زندگي ۽ زندهہ دلي سمائي ڇڏي. هوءَ جا هميشه کلندي ئي هئي. هروقت کل سندس مک تہ هوندي هئي، ان کل جي تعريف ڪندي ڏسو تہ اياز ڇا ٿو لکي. " هوءَ هميشہ کلندي هئي ۽ سندس کل ۾ ڄڻ سڄي دنيا جي سنگيت سمائجي ويندي هئي. سندس ٽهڪ ۾ ڄڻ معصوميت ۽ شرارت هٿ ۾ هٿ ڏئي، نچنديون غائب ٿي ويندي يون هيون." اهڙي ڪردار سان سچ پچ تہ هر ڪنهن کي محبت ٿي وڃي ۽ اياز بہ ان کان رهي نہ سگهيو. لکي ٿو: " مان تہ ساڻس نفرت ڪندو هوس، جو مون کي هن سان محبت هئي ۽ محبت انڪري ڪندو هوس جومون کي هن سان نفرت هئي." جنهن ڇوڪري جي لڙڪن ۾ بہ ٽهڪ شامل هجن ۽ ٽهڪن۾ لڙڪ، تہ کهڙو ڪافر آهي، جيڪو اهڙي ڪردار تي اکين ڇڪن نہ ٿئي. پر اها تہ سنڌي معاشري جي بدقسمتي آهي، جنهن ۾ پيار ڪندڙ دليون ورلي ڪو پاڻ ۾ ملنديون آهن.

ڪهاڻي جي پڇاڙيءَ ۾ ان ڪردار کي، اياز جي ٻارڙي جي ماءُ سڏائڻ جي خواهش جا هن جي من ۾ لڪل هئي، اها سندس، هن کي، ٻار جي پڦي سڏڻ تي، سندس، منهن لڪائي سڏڪا پرڻ مان نمايان ٿيو پوي. اياز لکي ٿوتہ : "اڄ شايد

پهريون پيرو هو، جو ٿهڪ ۾ لڙڪ دوستي ڇني جدا ٿيا هئا. زندگي ڪل جو سهارو وٺي نہ سگهي هئي ۾ ڳوڙها ان تي قابو پائي ويا هئا. خوشي غم کي چميون ڏئي الوداع ڪئي هئي." سندس انهن چرچي طور چيل لفظن ۾ ڏسو تہ ڪيڏو نہ غم آهي. ڪيڏي نہ چاهت آهي، جڏهن هو" مٺائي ڪاراءِ!" ۽ پوءِ وري "هل سچا تون ڇا ڪارائيندين." چئي، ۽ پڇي وجي ٿي.

انسان ۾ جيڪي خصلتون هونديون آهن، اهي ئي ڪيس چڱو يا مٺو بڻائينديون آهن. ماڻهو انهن خصلتن جي ڪري ادنيٰ مان اعليٰ ۽ اعليٰ مان ادنيٰ بڻجي ويندو آهي. ظاهري رنگت يا ڏيک ويک ۾ ڊيل ڊول بہ ڪڏهن متاثر ڪندڙ ضرور ٿيندا آهن، پر عام چوڻي آهي تہ : "سهڻا ٿوهہ، پٽن تي پيا آهن." " ٿوهہ" واقعي ڏسڻ ۾ سهڻو لڳندوآهي، پر ان جو تاثير، ماڻهو جي برداشت کان ٻاهر هوندو آهي. "ڪارو رنگ" ڪهاڻي جو دارو مدار، ڇڻ ان چوڻيءَ کي واضح ڪرڻ لاءِ لکي وئي آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ هڪ ئي مکيہ ڪردار آهي. جنهن جو بہ "ڪلٽيءَ" جي ڪردار جيان ڪو بہ نالو ناهي. هوءَ صرف ڪاري آهي. يا ڪوئل. هن ڪردار سان شيخ اياز کي تيسين چاهت آهي يا هن جي دل ۾ ڪاريءَ لاءِ. ڪاري رنگ هئڻ ڪري، ڪنهن بہ قسم جي نفرت يا ڌڪار ناهي. هن جي خاموشيءَ، هن جي نماڻائي هن جو گهٽ ۾ سريلو ڳالهائڻ ۽ ڳائڻ، اياز جهڙي ماڻهوءَ جي منهِ پيهي ٿو وجي ۽ هن جي ان ڪاري رنگت ۾ بہ هڪ مخصوص قسم جي خوبصورتي نظر ٿي اچي. لکي ٿو تہ: "مان هن کي خوبصورت سمجهندو هوس. اهو چئي نہ ٿو سگهان تہ هن جي خاموشيءَ ۾ خوبصورتي هئي يا خوبصورتي ۾ خاموشي. پوءِ پل تہ پوري دنيا ڪيس بدصورت سمجهندي هجي." هر من، هر انسان جي مت نرالي ٿيندي آهي. اسان جي سنڌ جي معاشري مطابق، اها ئي عورت، جنهن لاءِ شيخ اياز خوبصورت لکي آيو آهي، پر اها ئي عورت جڏهن معاشري ۾ اخلاق جي بلنديءَ تان ڪري ٿي ۽ خاموشيءَ ۽ سانتيڪي طبيعت مان بدلجي، ٽهڪ ڏيندڙ، ڏاڍيان ڳالهائيندڙ ۽ تنگ وڳو پهريندڙ هڪ عورت ٿي بنجي، جيڪا پنهنجي خواهشن جي ڪري پاڙي جي ڪنهن مرد سان لاڳاپا رکي ٿي تہ ان ئي ڪردار لاءِ اياز لکي ٿو تہ: "هن مون ڏي ڏسي مرڪيو. ڪارو رنگ، پهريون ڀيرو بدصورت لڳو."

هيءَ ڪهاڻي ايڏي متاثر ڪندڙ ناهي، پوءِ بہ معاشري جي هڪ برائيءَ کي برائي ڪري ظاهر ڪيو اٿس ۽ اهوڇاڻائڻ ۾ ڪامياب ويو آهي تہ صورت ئي سڀ ڪجهہ ناهي، پر سنڌ ۾ سيرت جو وڏو مان آهي. سنڌ ۾ اڃا بہ ڪيترائي ماڻهو اهڙا هوندا، جيڪي جانورن سان پيار ڪندا رهندا آهن، پر شيخ اياز جو هي ڪردار، جيڪو "شرابي" ۾ ڇٽيو ويو آهي، انهيءَ کي صرف ۽ صرف هڪ ٻليءَ جي پونگڙي سان ئي محبت آهي ۽ ٻي ٻي جان شراب سان. جنهن لاءِ لکي ٿو تہ: " هو پئيندو هوتہ جيئندو هونہ تہ سندس زندگي موت جيئن خاموش هوندي هئي." عجيب قسم جو ڪردار آهي، جنهن کي هونءَ زندگي جي هر خوبصورتيءَ سان

ڪو لڳاءُ ناهي. ڪنهن به مائل ڪرڻ واري شيءِ ڪان وڌُ تو وڃي. پر اهوئي ڪردار جڏهن شراب پي ڏت تو ٿئي ته ڪيس گيت جا ٻول، سنگيت جا سر ۽ عورت جو حسن پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو. اها سندس لاشعوري ڇڪ چئجي يا شراب جي نشي ۾ بي هوشيءَ جي حالت ۾ هو بي قابو ٿي عجيب حرڪتون ڪندو آهي.

هونءَ ته سندس زندگي صرف ٻن شين جي چوگرد ڦرندي هئي پر جڏهن هو پي، ڪنهن خماريل ڪيپ ۾ اچي ويندو ته:" سندس دل ٿيندي هئي ته وڃي سمنڊ جي ڪناري تي ڊوڙو پايان. صبح جو پوئين رنگ جي جهلڪ ڇني وٺان، جهولان، لهرايان ۽ ناچ ڪريان." شراب ۾ اها ڪهڙي ڪيفيت هئي جا، هن جي من ۾ ڪر ڪٺدي هئي؛ جو هو پنهنجي حقيقي زندگيءَ ڏانهن موٽي ايندو هو. ڪيس شراب خانا خراب ڪان وڌيڪ هيءَ انياءُ واري دنيا، نا انصافيءَ واري دنيا ۽ بد انتظاميءَ واري دنيا خراب لڳندي هئي.

ڪهاڻيءَ جو اهو ڪردار، جنهن کي دنيا ۾ ٻليءَ جي پونگڙي ۽ شراب ڪانسواءِ ڪنهن سان به دلچسپي نه هئي، ان ۾ اچانڪ شراب جو واهپو گهٽائڻ جو خيال اچي ويو. بنا ڪنهن اهڙي اتفاق جي، بنا ڪنهن اهڙي سوچ جي، جو هو شراب مان جند ڇڏائڻ لاءِ آماده ٿي ويو. جڏهن ته هن جي آس پاس ٻيو اهڙوڪو به ڪردار اياريو ئي نه ويو آهي، جنهن جي ڪري هن شراب پيئڻ ڪان پاسوڪيو ۽ آهستي آهستي شراب جو واهپو گهٽائيندو ويو. هڪ بوتل، چار پيگ، ٻه پيگ، هڪ پيگ ۽ پوءِ ڪيس دنيا ۾ حسن، شعر ۽ فن ۾ خوبصورتي محسوس ٿيڻ لڳي. ان ڳالهه جو ڪو به، اڻ لکو به، ڪو حوالو نه آيو آهي. وري، اهو ڪردار، جنهن کي پاڻ ڪان وڌيڪ ٻليءَ جي پونگڙي جي اون هجي ۽ ان کي ڦتيل ۽ رتو رت ٿيل ڏسي، هن ڪو به رد عمل جو اظهار به نه ڪيو هجي. ڪهاڻي، اچانڪ ئي پوري ٿيو وڃي ۽ پڙهندڙ جي پياس رهجيو وڃي.

سنڌ ۾ ته ڇا، سڄي اکنڊ ڀارت ۾، اجا به پوري دنيا ۾، مرد ۽ عورت جو گهر ۾ هلڪو ڦلڪو ۽ ڪڏهن گنڀير جهيڙو عام مشهور آهي. ان تي سون جو سهاڳو وري اهڙين عورتن سان ڪجهه وڌيڪ ئي ٿيندو آهي، جيڪي يا ته ڏي وٺ جي حساب سان پرڻيل هجن، يا وري انهن ڪان وڌ ته جيڪي ننڍيءَ وهيءَ ۾ ئي ڇوريون ڇنيون ٿي ويون هجن ۽ انهن لاءِ به محشر هوندو آهي، جيڪي ٽڪن تي آيون هجن.

شيخ اياز جي ڪهاڻي "نظيران" جو مکيه ڪردار نظيران، جيتوڻيڪ غفور جي سڱ ۾ سوٽ هئي. جنهن سان هو ٻالاپڻ ۾ ڪيڏيو به هجي. پر جڏهن هو سندس گهر ۾ آئي آهي ته ڇوري ڇني ٿيڻ ڪانپوءِ غفور جي رويي ۾ جيڪا تبديلي آئي آهي، اها آهي وات جي ڪڙائي ۽ هٿ جي ڇوهائي. نظيران جيتوڻيڪ ساڻس بيحد پيار به ڪري ٿي، ان حد تائين جو سندس ٻي ٻي وڳي رات تائين بنا ڪاڏي انتظار ڪندي رهي ٿي. سونهن ۾ به ساڻس ورلي ڪا برميچي اچي ٿي. ان جي

باوجود بہ، غفور جو هن کي مارڻ، ان جو ثبوت آهي تہ ڪيس چوڻ وارو، يا نظيران جي پر وڻندڙ، پرجهلو، هن دنيا ۾ باقي نہ رهيو آهي. ماڻهوءَ کي، هوش تڏهن ايندو آهي، جڏهن يا ويل ٽري ويندي آهي يا اهو ماڻهو، جنهن سان زيادتيون ڪيون وڃن، اهو دنيا ۾ باقي نہ رهندو آهي. غفور کي، نظيران جي ياد، جيءَ ۾ جهوراڻا وجهي ٿي ڇڏي ۽ ان سان ڪيل زيادتين کي ساري، پشيمان ٿيندي، سوچي ٿو تہ ٿو: " جيڪڏهن هاڻ نظيران هجي تہ ڪيس اصل نہ ماريان." پر وقت سندس هٿن مان وڃي چڪو هو، هاڻ گهڻي دير ٿي چڪي هئي. هيءَ ڪهاڻيءَ بہ بيانيا انداز ۾، ٽرڊپرسن ۾، لکيل آهي. غفور جهڙا ڪردار، اڄ بہ جيئرا جاڳندا اسان وٽ موجود آهن. جيڪي پنهنجي ڪيل زيادتيءَ جو ان وقت، ڪو نہ ڪو جواز ڳولي وٺندا آهن ۽ پڇتائيندا تڏهن آهن، جڏهن نظيران جهڙا ڪردار، سندس زيادتيون برداشت ڪري، ڪانئن دور دور، ايترو دور هليا ويندا آهن، جو سندن خيال بہ اوستائين پهچي نہ سگهندو آهي. هر ظلم ۽ زيادتيءَ جو انت، پڇتاءُ تي ٿيندو آهي ۽ آخر غفور بہ پنهنجي زيادتي ۽ نظيران کي ياد ڪري چوي ٿو تہ: "نظيران جي سونهن تہ ٺهيو، پر سياءُ تہ ڏس! ويچاري بہ سڏڪا پري، نڪ سٽڪي، ڪم ڪار ۾ لڳي ويندي هئي." چاڪاڻ جو هن جو ڪوئي پرجهلو هن دنيا ۾ باقي نہ رهيو هو.

اياز لفظن جو جادوگر آهي. هن وٽ لفظ قطار در قطار، سندس قلم رستي، پني تي لکيا آهن تہ ذهن ۾ هلچل مچائي ڏيندا آهن. دلين کي گرمائي ڇڏيندا آهن ۽ جسمن ۾ هڪ نئون ساهہ ڦوڪي ڇڏيندا آهن. سندس تشبيهون تز، ٺهڪندڙ، وقتائتيون ۽ ڪردارن سان جوڙ ڪائيندڙ هونديون آهن. سندس هيءُ تشبيهہ تہ ڏسو: "جيئن لنگر ٻيڙيءَ مان اڇلبو آهي ۽ وڃي واريءَ ۾ ڪپندو آهي، تيئن گلان سندس دل ۾ ڪپي وئي هئي." "سفيد وحشي" ڪهاڻي، ان دؤر جي ڪهاڻيءَ آهي، جڏهن انگريزن جي خلاف هندستان جي عوام ۾ نفرت، پنهنجي چوٽيءَ ڏانهن وڌي رهي هئي. اها نفرت جي باهہ هوريان هوريان، پڙهيل ۽ ڄسن ماڻهن جي دلين ڏانهن منتقل ٿيندي ٿي وئي. ٻهرين ٿيندڙ زيادتين جو ايترو نوٽيس ورتو ئي نہ ويندو هو، جيترو پوءِ ورتو وڃڻ لڳو، ماڻهوءَ کي جيسين خبر نہ هوندي، تيسين هو گهڻو ڪجهہ برداشت ڪندو آهي، پر جڏهن کيس اها ڄاڻ پئجي وڃي تہ هاڻ ساڻس زيادتي ٿي رهي آهي تہ پوءِ، سندس رت ۾ ولوڙ پوڻ شروع ٿيندي آهي.

هن ڪهاڻيءَ جو مکيہ ڪردار، صديق بہ جيسين اڻ ڄاڻ هو، تيسين صرف حسن جي ادائن ۾ ڪويل هو. کيس گلان، ڪنهن نندي سرمئي مڇيءَ جيان، چلڪندڙ ۽ ڇلڪندڙ محسوس ٿيندي هئي ۽ هو ان کي پائي، پنهنجي دنيا آباد ڪرڻ گهرندو هو ۽ کيس گلان سان گهرائي، هنجي تنهائي پسند طبيعت مان اپاٽڪائي ۽ اڪيلائيءَ جي احساس کي پچائي ڇڏيو ۽ هو پوءِ پنهنجي نئين نسل لاءِ سوچڻ تي مجبور ٿيو.

اچانڪ هن ڪان هڪ وڏو ڏوهہ سرزد ٿيو ۽ ان جو جواز هن جي سامهون

جڙي آيو. جنهن جي لاءِ هو جاڳندي خواب ڏسندو هو. جنهن سان هن پنهنجي زندگي گذارڻ جو پڪو پهه ڪيو هو. جنهن جي هر ادا هن جي من جي گهراين ۾ پيهي وئي هئي. انهيءَ کي پنهنجي اکين سان، پين جي هٿ وڪجندو ڏسي، هن جي غيرت پڙڪا ڏئي، ڇيهون ڪري هن کي ساڙي پسم ڪري ڇڏيو ۽ هو بي اختيار چاقوءَ جا وار ڪري هڪ گوري سپاهيءَ کي ڪيرائي ٿو رکي. ڪيس اها باهه ان ڪري به شدت سان وڪوڙي وئي جو هو اجا ان مهل عيد گاهه ميدان ۾گورن خلاف نفرت پريل نعرا ۽ سندن زيادتين بابت تقريرون ٻڌي موٽيو هو.

ان نفرت سان گڏوگڏ هيءَ ڪهاڻيءَ ان دور جي اقتصادي حالت ڏانهن پڻ اشاروڪري ٿي. گلان جو پيءُ ڪلفتن تي ڪوڏ وڪڻندو آهي ۽ چار اٺ آنا ڪمائيندو آهي. انهن مان ٽن ڀاتين جوڪهڙو گذر ٿيندو هوندو. انهيءَ پيٽ جي دوزخ کي اجهائڻ جي لاءِ نه چاڻ ڪيتريون گلان، گورن جي وحشت جي ور چڙهيون هونديون، صرف پنجن رپين ڏهن رپين جي عيوض، هيءَ ڪهاڻي ان دؤر جي تاريخ جو هڪ باب آهي. هيءَ ڪهاڻي نفرت ۽ محبت جو ميلاپ آهي.

"واچ جا ڪانٽا" ٻن پيار ڪندڙ دلين جو داستان آهي. ان ۾ ڪو به شڪ ناهي ته عشق انڌو ٿيندو آهي. محبت ۾ گهڻو ڪجهه جائز بڻايو ويو آهي. هن ڪهاڻيءَ جو پلاٽ حقيقت ۾ ان ئي محبت تي ٻڌل آهي. تمام گهٽ پگهاردار ڪلارڪ جي ڪهاڻي، جيڪو پنهنجي محبت ۾ رت جا رشتا، جيڪي اٽوٽ رشتا ٿيندا آهن. جن لاءِ چيو ويو آهي ته رت دانگيءَ تي به ورندو آهي. پر نظير، عجيب قسم جو ڪردار آهي، جيڪو پنهنجي محبت ۽ پيار تي پيءُ ماءُ ۽ ڀيڻ جهڙا رشتا به ڇڏڻ لاءِ سوچي ٿو. ايملي، پل ته ڪرستان آهي، پوءِ به هو پنهنجي سيڪيولر خيالن جي آڌار، ان سان پنهنجي زندگي وابسته ڪرڻ لاءِ ڪوشان آهي ۽ پنهنجي خاندان جي غربت جو خيال به ذهن تان ميسارڻ جو سوچي ٿو.

عشق ۽ محبت، انسان جو بنيادي حق آهي. انهيءَ کان ڪنهن کي به انڪار ناهي، پر ان جو اهو به مقصد ناهي ته انسان پاڻ تي رکيل اخلاقي ۽ معاشرتي حقن کي پٺي ڏئي ڇڏي. انسان کي جن پيدا ڪري هي ڏيهه ڏيکاريو آهي، جن جي رات ڏينهن ننڊون، سک ڇڏي، هڪ گڏي جيتري پيدا ٿيل ٻار کي، پنهنجي پيٽ تي پٿر رکي پالي، وڏو ڪري ۽ سوچڻ سمجهڻ جي لائق بڻائي. ڇا ان تي ايترو به انهن والدين جو حق ناهي ته ڪين ٻن ويلن جيترو ڏئي. جيڪڏهن ائين هجي ها ته پوءِ ڪا به ماءُ ۽ دنيا جو ڪو به پيءُ، اولاد جي تمنا دل مان ڪڍي ڇڏي. هڪ ڪلارڪ جيڪو نوي رپيا يا ڪيترو به ڪمائيندو هجي. اهو سگريٽ ڇڪڻ، چانهه پيئڻ ۽ سئينما ڏسڻ کي، پنهنجو حق ٿو ڄاڻي ته اهو ڪيئن ٿو وساري ويهي تي ان ماءُ جنهن نو مهينا پنهنجي پيٽ ۾ رکيو هجيس ۽ پوءِ سندس وڏي ٿيڻ تائين پنهنجي رت ست مان پيدا ٿيندڙ کير پياريندڙ هجيس ۽ سندس هر اهنج ايذاءَ تي پاڻ تڙپي پوندي هجي، ان لاءِ هو سوچڻ ڇڏي ڏئي ۽ هڪ جسم لاءِ ڇڪ ۽ پياس لاءِ ماءُ جي

مامتا بہ قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي.

ڪو بہ سوشلسٽ، ڪو بہ اشتراڪي، دنيا کي بدلائيندڙ خيالن جو حامي ڪردار، ڪڏهن بہ پنهنجي والدين کان بي نياز ۽ بي خبر رهڻ پسند نہ ڪندو آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ ڪي مجبوريون هن کي انهن کان پري رکن. هن ڪهاڻيءَ ۾ شيخ اياز نظير کي والد جي وفات جي تار ملڻ کان پوءِ ڪيس والد جي موت تي ڪو ڏک جو احساس نہ ٿو اياري، ان جي پيٺ ۾ ڪيس ايملئيءَ کي اطلاع ڏيڻ بنا ڳوٺ وڃڻ وڏيڪ سوچڻ تي مجبور ٿو ڪري ۽ انهن ئي خيالن ۾سندس ايڪسيڊنٽ ٿو ٿئي. اهڙي ڪردار لاءِ شيخ اياز، پڙهندڙ جي ذهن کي هن سان همدردي ڪرڻ لاءِ آماده ڪرڻ ۾ناڪام رهيو آهي.

باوجود ان جي، هو پيار ونڊيندڙ دلين جي ميلاپ بابت جيڪا هن جي ذهني ڪيفيت چٽي آهي، اها دل کي لڀائيندڙ آهي. ٻئي هٿ ۾ هٿ ڏئي، لهرن ۾ اڏامندا ٿي ويا. بہ فطرت جا جزا بہ سپون، دنيا جي ڏک درد کان پري، پور هٿي ۽ پڳهر کان دور بہ روح، اسم جسم کان آزاد، ناهہ نوهہ کان آجا، رسم رواج کان بي نياز! ڪراچيءَ ۾ مڪراني هڪ ڏکهي عرصي کان آباد آهن. سندن معاشي حالتن ۾ سڌارو بہ انهيءَ ڏکهي عرصي کان اڃا نہ سگهيو آهي. جيتوڻيڪ سندن خاندان، زالون مڙسون محنت مزدوري ڪندا اچن. شيخ اياز، "مسافر مڪراني"، ڪهاڻي بہ انهن جي زندگيءَ جي هڪڙي جهلڪ تي لکي آهي. ننڍڙو مسافر( هي ٻار جو نالو آهي) هڪ اهڙي ماڻهوءَ کي ڏسي حيران ٿيندي، هن ناهہ نوهہ ۽ اڊنبر کان متاثر ٿيڻ جي بجاءِ، هن تي ننوليءَ طور "اوسالي بابو جي" چئي پنهنجي روايتي انداز ۾هن کي چيڙائڻ ٿو چاهي. پر سندس اهو انداز ڪيس ايترو تہ وڻي ٿو وڃي، جو هو، بيهي سندس اهو مور جيان بود ۾ پرجي نچڻ ڏسڻ ٿو بيهي. انهيءَ مان سندس ٻارن لاءِ پيار جي پروڙ پوي ٿي. ٻار جون هنبو شيون، هن جو ڦيريون پائڻ ۽ ٻاتڙو ڳائڻ، سندس دل تي غصي بدران هن لاءِ پيار پيدا ٿو ڪري. هن جا گهنڊڙيون وار، هن جا پريل ڳل، ڦنڊيل ناسون ۽ ڪنڊڙيل چڳون، سندس دل تي هڪ عجب قسم جو اثر ڪن ٿا ۽ هو هن ڏانهن هٿ ٿو وڌائي، سلام ٿوڪري، غصي بدران، پيار ڀرين نظرن سان ٿو ڏسي ۽ ڪيسي مان هڪ آنوڪيڊي ٿو ڏئي تہ ٻار بہ سندس ان عجيب روش تي حيران ٿيو وڃي. ڇاڪاڻ تہ مسافر بہ سندس اهڙي روش جي اميد ئي نہ پئي رکي سگهيو.

شيخ اياز، مڪرانيءَ جو جيڪو نقشو چٽيو آهي، جيڪي هن جا وصف بيان ڪيا آهن، اهي هر پڙهندڙ کي اهڙي ٻار ڏانهن مائل ٿا ڪن. سندس مک جي مرڪ، هن جي معاشي بدحاليءَ تي فتح هئي. سندس ماءُ ٻاران دڙڪو داٻ ۽ چڙٻ جي شڪست هو سندس ناچ.

مسافر مڪرانيءَ سان سندس اها پيار ڀري روش، ان ڏتڙيل، ڏڪاريل ۽ معاشي بدحاليءَ واري ماحول کي متائڻ جي هڪ ڏٻيل ڏٻيل تمنا هئي. جنهن ڪيس

ان ڏانهن مقناطيس جيان ڇڪي نيو ۽ پوءِ ڪيس انسان ذات جا ابهم نظر اچڻ لڳا. پيارا پيارا ٻار، قدرت جا مٺڙا مٺڙا ميوا پاسڻ لڳا.

پر جڏهن، هو اها خبر ٻڌي ٿو ته "مسافر" ڪي نمونيا ٿي پئي آهي ته سندس دل ڪهڪاءَ ڪان پڇي ٿي پوي ۽ هو پهريون پيرو سندس گهر ڪيس ڏسڻ ٿو وڃي. سندس ڏسڻ، سندس ڳالهائڻ، هن جي لاءِ زندگيءَ جي ياد بڻجي ٿو وڃي.

هن ڪهاڻي ۾ شيخ اياز چڻ ته بنهه شاعري ڪئي آهي. سندس لفظ، جملا ۽ پئرا گراف، چڻ ته شاعريءَ جا نظم ٿا پاسن. هن ڪهاڻيءَ ۾، نثر ۽ نظم جو جيڪو گڏيل چس آهي، اهو من تي گهرو اثر ٿو ڇڏي. عورتن جي ڪم ۽ اڻ پوري مزدوري کي ڏسي، هن کي جيڪو خيال ٿو اچي، ڏسو ته ڪهڙن لفظن ۾ بيان ٿو ڪري:" پوٽي پوٽي اڏايان، ڳوٺي ڳوٺي جلايان." ان زيادتيءَ تي سوچيندي لکي ٿو ته: "ساري دنيا هڪ گدام آهي، جنهن ۾ ڪپهه جون پوٽيون پڪڙيل آهن، بس هڪڙي چڻنگ، هڪڙي تيليءَ جي ضرورت آهي ۽ پوءِ ڇپيون ڇرڪنديون نظر اينديون. دنيا جرڪندي نظر ايندي. انسانيت مرڪندي نظر ايندي." انهن انگ اگهاڙن ۽ پيٽ بکين کي اياري ٿو ته اٿو، اٿي انهن گودامن ۾ ڪرن تي قبضو ڪريو. توهان جو انهن تي حق آهي.

هونءَ ته تاريخ ٻڌائي ٿي ته سنڌ انگريزن جي اچڻ کان اڳ تائين سکي ستابي هوندي هئي. جنهن جو وڏي ۾ وڏو مثال سنڌ جي مهمان نوازي آهي. عام طور تي، اهي ماڻهو يا قومون وڏيڪ مهمان نواز ٿينديون آهن جيڪي معاشي طور مستحڪم هونديون آهن. سنڌ کي تاريخ ۾ سون جي چڙيا جي نالي سان پڻ ياد ڪيو ويو آهي. سنڌ تي مختلف قومن جون ڪاهون نه رڳو...، سنڌو درياءَ جي ڪري، هميشه سکي ستابي، سونا سونا سنگ اپائيندڙ رهي آهي ۽ ان ڳالهه ڌارين کي ڪاهون ڪري، سنڌ جي زمين ۽ مال ملڪيت تي قبضي جي لالچ، ڪين سنڌ تي هلان ڪري اچڻ لاءِ پئي للچايو آهي. " هي شاعر"، ان دؤر جي ڪهاڻي آهي، جڏهن انگريزن سنڌ فتح ڪئي ۽ سنڌ جي سمورن قدرتي وسيلن تي يا ته سڌو سنئون انگريز بهادر جو قبضو هو، يا وري رهيل ڪهيل حصو، پنهنجي وفادارن يا ڪٺي ائين چئجي ته سنڌين سان غداري ڪرڻ وارن کي جاگيرن طور زمينون انعام ۾ ڏنيون ويون. ان سان عام ماڻهو بدحال ٿيندو ويو ۽ صورتحال اها وڃي بيٺي جو، ماڻهن کي ڪڏهن ويلو ڪائڻ لاءِ به يا نصيب. اهڙي هڪ ماڻهوءَ جي هيءَ ڪهاڻي آهي. بدقسمتي اها جو هو شاعر به آهي ۽ سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب ڇپجي چڪو آهي. هر شاعر، روايتي طور، ڪنهن نه ڪنهن ناريءَ جي عشق ۾ مبتلا هوندو آهي. هان هن ڪهاڻيءَ جي مکيه ڪردار سان جنهن عورت بي وفائي ڪئي آهي، اها سندس ڪم عقلي چئجي يا عقلمندي. ظاهر آهي، عورت کي سماجي تجربي سان گڏوگڏ، معاشي چڱ ڀلائي پڻ درڪار هوندي آهي پيٽ ڏيڊ خدا آهي. جنهن جي دوزخ ۾ مسجد جي ٻانگ ۽ گرجا جا گهنڊ به سڙي ڀسم ٿيو وڃن،

اهڙي حالت ۾ ڪائي عورت، فقط ٻن پيار جي ٻولن خاطر، زندگي بکي ڏکي نہ ٿي گهاري سگهي. اهڙيءَ حالت ۾ عورت کي بي وفا چوڻ، هن سان انصاف نہ ٿيندو. شاعر، جيڪو بک جي آنڌ مانڌ ۾، منتشر ٿيل خيال، هڪ طرفو سوچي رهيو آهي، اهو چوي ٿو تہ: "چاندي چاندي آهي ۽ شعر شعر آهي، سڪي کي سو سلام ۽ صفحي تي لک لعنت."

ڪيس جڏهن ذهن جي پردي تي پنهنجي محبوبہ سان گهاريل گهڙيون، سهانيون شامون ياد ٿيو پون، هن انهن لمحن کي پنهنجين ئي نظمن ۾ قيد ڪيو هو. اڄ اهي نظم ڏسي، ڪيس پنهنجي بدحاليءَ بدران، انهن نظمن تي ڪاوڙ کي، هو نظمن ۽ ان ڪتاب جي صفحن کي ڦاڙي، ڪجهہ جهڪو ٿو ڪرڻ چاهي. هن ان محبوبہ جي ياد ۾ چيل پهريون لفظ پڙهي ٿهڪ ڏنو. ڪڙو، ڪجسو ٿهڪ ۽ پوءِ پنو ڦاڙي ڦٽي ڪيو، پر ان سان سندس حالت ۽ پيٽ جي بک ۾ ڪنهن بہ قسم جو گهاٽو نہ ٿو ٿئي. سڄو ڪتاب ڦاڙي ٿو وجي پوءِ بہ سندس پيٽ، ائين خالي ۽ بکايل ٿو رهي. سندس خيال وري ان تي ٿو اچي تہ: "مون جيان ٻيا بہ تہ بکايل آهن. انهن جي بک جو سبب شاعري تہ ناهي." ان جي باوجود بہ هو ڪجهہ ڪرڻ جو نٿو سوچي. جيتوڻيڪ، سندس محبت نفرت، ڏک سک، پيار پڇتاءَ جا شعر، سندس روح جو ساٿ سهارو ناس ٿيو پوي. پوءِ بہ نہ سندس بک اجهاڻي ۽ نہ ئي ڪنهن بکئي جي پيٽ پرجڻ جو ڪو آسرو مليو. اکنڊ ڀارت ۾ ٻن قومن جي نظريي ۽ انگريز بهادر جي چال، جڏهن هٽي وڃي هنڌ ڪيو تہ ماڻهن جي ذهنن ۾ عجيب سوال ڪر ڪڻڻ لڳا. سنڌ ۾ جنهن عوام جي دلين تي صوفين جي گهري ڇاپ هئي، انهن تڏهن سوچڻ شروع ڪيو، جڏهن ڀارت جي مختلف علائقن ۾، هندو مسلم فسادن ڪر کنيو ۽ اهي اخبارن رستي، سنڌي ماڻهن تائين پهتا. تڏهن، هندو مسلم، الڳ ٿلڳ نہ هوندي بہ، اوڙي پاڙي ۾، جنڊو جنڊي ۾ هوندي بہ، هڪ ٻئي جي اهنجن ايذائن، خوشين ۽ شادمانين ۾ گڏجي رهڻ جي باوجود بہ سندن ذهنن ۾ ڪجهہ سوالن، جوابن جي ڳولا شروع ڪري ڏني. پوءِ اهي سوال، مختلف وقتن تي، مختلف هنڌن تي، دڪانن ۽ دريائن تي، اوطاقن ۽ ڪچهرين ۾، هڪ ٻئي کان پڇجا رهيا. هر ڪو پنهنجي پنهنجي سمجهہ آهر سوال ڪندو ۽ جواب ڏيندو وئندو رهيو. اهڙن ئي ڪردارن جي ڪهاڻي آهي" ٻاڙيسري" اصل ۾ هن ڪهاڻي جا مکيہ بہ ڪردار آهن. خانو حجم ۽ سيٺ شامنداس، سيٺ، جيڪو خانوءَ کان سيرب نهرائڻ واسطي آيو آهي، اهو خدائي خدمتگارن جي پريڊ ڏسي، هيسجي ٿو وڃي ۽ هڪ سوال هن جي ذهن ۾، زمين جي ٻوٽي جيان ايري ٿو اچي تہ: "ا هي فساد ٻساد تہ نہ ڪندا؟" اهوسوال هن جي ذهن ۾ اڃڻ بي معنيٰ نہ آهي، ڇاڪاڻ جو ان دور ۾ هندستان جي ڏورانهن علائقن ۾ هندو مسلم فساد ڇڙي چڪا هئا. هندن جي اڪثريت وارن علائقن ۾ هندن مسلمانن کان نفرت جو اظهار ڪندي، کين پنهنجي جنم ڀوميءَ تي تنگ ڪري، قتل وغارتگري مچائي ڏني هئي. ان ڪري، هتي

سنڌ جي هندو، خاص ڪري سيٺئي ۽ زميندارن جيڪي اپوجهه، اڻ پڙهيل مسلمان سنڌين سان ويل وهايا هئا، انهن مان ڪين خوف ٿيڻ لازمي امر هو، پر سنڌ جو سنڌي چٽ، جنهن ڪي صوفي بزرگن جو، هندو مسلم ڀائيچاري وارو سبق برزبان ياد هو، انهن جي دلين ۾ هنن لاءِ وري به محبت جا ڪٽا موجود هئا. انهيءَ ڪري ئي خانو حجم جي سوچ هن ريت ٿي ڪم ڪري ته: " ڇا اسان بهاري مسلمانن جي خون جو بدلو وٺنداسون؟ مثال طور مان هن سيٺ جو پاڪيءَ سان گلو لاهي ڇڏيندس؟ اهو خيال ايندي ئي خانوءَ جي بدن ۾ ڌهرڙي اڀري وئي. " ان وقت به سنڌي مسلمان ايترو بي حياءُ ۽ بي رحم بڻجي نه سگهيو هوجيترو پنجاب جو پنجابي مسلمان. انهيءَ ڪري خانو حجم ڪي، ان ساميواد هندوءَ جا اهي لفظ ذهن تي گهرو اثر ٿا ڇڏين ته "مان اديپور ۽ جئپور جي هندن سان گڏ رهڻ بدران، سنڌي مسلمان ڀائن جي هٿان مرڻ وڌيڪ پسند ڪندس. منهنجون هن ديس سان روح جون ڳنڍيون آهن. هتي جي ڪنڊ ڪڙڇ رستو رستو، ڏس، گس، ٻٽ باغيچا منهنجي روح ۾ رمي ويا آهن. منهنجي هستي سنڌ کانسواءِ موت برابر آهي."

جڏهن، سنڌن پاڙيسرڻ، پيسوءَ ماءُ، هن کي پاڻ وٽ پناهه ڏيڻ لاءِ چوي ٿي ۽ هو ڪيس مذاق طور اهو ٿو چوي ٿو ته مان مسلم ليگي آهيان ته هوءَ ڪيس ڪيڏيءَ نه پڪ مان ٿي چوي ته: "تون لک ڪٽي مسلم ليگي هجين ته به اسان لاءِ اهو ئي ڀائو خانو آهين. اسان کي ڪيئن مارئيندؤ؟" ان "ڪيئن" ۾ هڪ پختي آس آهي هڪ آسيس آهي ۽ خانو کي جڏهن اهو ٿي چوي ته: " پر جي ميس ته گهوريس، توهانجي هٿان ته مرنديس نه." تنهن مهل خانوءَ جو ذهن ضرور چڪرائجي ويو هوندو ۽ هو سوچي ٿو ته: " ڇا، عورت سنڌس اجهو طلبي رهي آهي، تنهن کي هو ماريندو؟" تڏهن ، هن جي اندر جي ڪنهن گهرائيءَ ۾، ذهن جي ڪنهن پراهين پردي مان پيتائي ۽ سچل سرمست جو پيغام نڪري نروار ٿو ٿئي. سنڌي ماڻهوءَ لاءِ، انسانيت اول ۽ مذهب پوئين حيثيت رکندو آهي.

مان مٿي به لکي آيو آهيان ته شيخ اياز لفظن جو شهنشاهه آهي. هن لاءِ گونگا لفظ ڳالهائڻ شروع ڪندا آهن ۽ جڏهن، هو پنهنجي جادوگريءَ سان لفظن کان ڳالهرائيندو آهي ته پڙهندڙ جو ذهن ۽ من اڇلون ڏيڻ لڳندا آهن. اهڙا جادوءَ ڀريل لفظ، جملا ۽ پئراگراف هن جي ڪهاڻي "جي تند برابر توريان" جا آهن. هيءَ ڪهاڻي پڙهڻ کانپوءِ شيخ اياز جي نثر تي سؤ سيڪڙو نظم جو گمان ٿو ٿئي ۽ سندس جملا بي ترتيب نظم جا خيال ٿا ڀاسن." راڳ جون ڇوليون ڇوهه مان آيون ۽ چر ۾ بدلجي ويون." اهي به جملا، جنجي وچ مان ۽ ڪڏي ڇڏجي ته ڪير چوندو ته انهن ۾ نظم جي موسيقي رچيل ناهي. شيخ اياز وٽ، تشبيهن جي کوٽ ناهي، سندس تشبيهون دل ۾ تيرن جيان چڀنديون آهن ۽ دماغ تي گهرو اثر ڪنديون آهن. هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪجهه تشبيهون هن ريت آهن: "جوڙيون فرش تي ترڪنديون، رقص ڪنديون، اٿين ٿي ويون، گويا هنج پاٽيءَ تي لهوارا وجي رهيا

هئا." "سچ کي پاڻيءَ ۾ پنهنجو پاڇو ايترو ته وڻيو جو ان کي آغوش ۾ آڻڻ لاءِ پاڻي ۾ غوطو هنيائين ۽ پنهنجي پاڇي سميت ٻڏي ويو."

"هن شمع کي قريب آڻي. هن جي اکين کي چھيو. ۽ سهڻا سرد ڪنول ڪنهن سرور ۾ ٻوٽجي ويا." "شمع جي چهري تي ڪجهه اداسي ڇانيل هئي. گويا هوءَ پهرئين پهر ۾ پندرهين جي چنڊ وانگر ٿي لڳي." " ۽ پهري ڪنهن ڳيرو مهاڻي وانگر جهڙ کي جهاڳي رهي هئي ۽ ننڍڙيون ڪڪريون چوڌاري چارين ڪارين وانگر پکڙيل هيون. اوچتو ڪجهه گيڙو رنگ جا ڪکر آسمان ۾ ائين ڏوڪيندا آيا. ڄڻ ڪنهن جوڳيءَ جي من جا امنگ." هي ڪجھ تشبيهون آهن. جن تي مون کي هميشه نظم جو گمان ٿيندو رهيو آهي. رقص ڪندڙ جوڙين کي پاڻيءَ تي لهوراو ترندڙ هنجن سان ڀيٽ ڏيڻ، اها شيخ اياز جي مشاهدي جي سراڻ آهي. جيڪا لفظن ۽ جملن کي گهڙي گهتي، ناهي ٺوڪي، جڏهن سيني تي اکيريندو آهي ته ساري ڪائنات هن جي آغوش ۾ هلي ايندي آهي. ڪيس لفظ ايلاز ڪندا آهن ته:" اي شاعر! اي ڪائنات جا پارکو. امين. اسان سان انصاف ڪر ۽ اسان کي اهڙن جملن ۾ جڙي ڇڏ، جتي سدائين لاءِ امر بڻجي وڃون" ۽ هو سندن صدائن کي سڻي، جڏهن هنن سان ڀرپور انصاف ڪندو آهي ته اهي لفظ هئهڙن جملن جو روپ ڌاريندا آهن: "ماضي، حال ۽ مستقبل ٽئي زندگيءَ جي تاجي پيٽي ۾ ڳتيل آهن. باقي ائين ضرور آهي ته زندگي اهڙي سٽ جو تاجي پيٽو آهي جنهن ۾ ڪتي ڪتي ماضيءَ جي پٽ جون تارون آهن." "مشاعريءَ کي ڏسڻ لاءِ واقعي هي اکيون ضروري نه آهن مون شاعريءَ کي بنا ڏسڻ جي ڏسي ورتو."

هن ڪهاڻيءَ جو حقيقي ڪردار، سنڌيءَ جو برک شاعر آهي، جيڪو وڪالت به پاس ڪري چڪو آهي. پر هو وڪالت جي بدران، شاعري ۾ پنهنجو روزگار تلاش ڪرڻ ٿو گهري ڇاڪاڻ جو سندس خيال آهي ته: "جيڪڏهن شاعريءَ ۾ دولت ناهي ته دولت ۾ به ته شاعري ناهي." جنهنجو فلسفو چوي ٿو ته: "خوشي حسن آهي ۽ حسن خوشي آهي؟"

هڪ ڊگهي عرصي کان شاعر، اديب، دانشور ۽ فلسفي، شراب واپرائڻ جا عادي رهيا آهن. يا اچا به ڪٿي ائين چئجي ته آڳاٽي دؤر کان اڄ تائين شاعرن جو شراب واپرائڻ ڪنهن حد تائين فيشن رهيو آهي. انهيءَ حساب سان، هن ڪهاڻيءَ جو ڪردار به شراب پيئڻ خاطر بار ۾ آهي. جتي نشي جي سرور ۾، ڪيس پنهنجا پراڻا پيار پرپائڻ لاءِ آتا آهن. هو جڏهن به پئيندو هو تڏهن هن کي دور دور جون صدائون ايندڀون هيون، ڪائنات جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ناد وڄندا هئا، هن جا خيال ديوداسين وانگر رقص ڪندا هئا ۽ هن جو من- مندر جهونين مورتين سان سجايو ويندو هو. هن جا دوست جهومندا ۽ نچندا هئا ۽ پنهنجي پنهنجي جوڙيدار جا جسم چاهيندا هئا. هو پيئندا هئا. جيئندا هئا ۽ انهيءَ شراب جي نشي جي سرور ۽ جام جي ڇولين جي ڏولين ۾، سندن ذهن جي گهري کان گهري ڪنڊ جي وڪڙ

مان، ڪائي مورتي، جام مان نيڻ ڪڍي نهارڻ لڳندي هئي. اهڙي حالت طاري ٿيڻ ڪانپوءِ، سندس ذهن ڪجهه ٻيو هجڻ ۽ ڪنهن ٻئي هنڌ هجڻ لاءِ سوچيندو هو. ”شراب، پل ڪٿي ڪيترو به برو هجي، پر ڪنهن دؤر ۾، ڪنهن به شاعر، ان کي برو نه سڏيو آهي. شراب پيئڻ کي (جواز) Justify ڪرڻ لاءِ هن لکيو آهي ته:

” هو غم کان نجات پائڻ لاءِ شراب پيئندو هو، پر شراب کيس وڌيڪ غمگين ڪري وجهندو هو. هن هڪ ڀيري لکيو هو ته: ”جڏهن خدا ڪائنات خلقي؛ خوشي ۽ غم پيدا ڪيو، تڏهن ٻنهي کي چيائين ته پنهنجا پنهنجا دوست چونڊيو. هن جو ايترو چوڻ ۽ ساري مخلوق جو خوشيءَ سان سات ڏيڻ. هر ڪوئي وڃي خوشيءَ جي پاسي ۾ بيٺو ۽ ٻئي طرف غم ويچارو اڪيلو رهجي ويو. خدا فيصلو ڪيو ته غم جي قسمت ۾ تنهائي آهي. جڏهن سڀ مخلوق ٽڙي پکڙي وئي ته چوريءَ چوريءَ شراب غم جي ويجهو آيو ۽ هن کي سس پُس ڪري چيائين ته تون غم نه ڪر، مان ظاهري طرح ته خوشي سان آهيان، پر دلي طرح توسان آهيان. اڄ هن جي زندگيءَ ۾ شراب غم سان اهو ازلي قول نباهي رهيو هو.“

شيخ اياز جي، هن ڪتاب جي، يا سندس سيني ڪهاڻين مان ” جي تند برابر توريان، “ ڪهاڻين جي راڻي آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ شيخ اياز، شاعري، فسلفو، پيار ۽ پاٻوهه جي جيڪا پالوت ڪئي آهي، انهيءَ جو مثال سنڌي ادب ۾ ورلي ڪو ملي سگهندو. هن ڪهاڻيءَ جو اهڙو ڪو به جملو مونکي نٿو ملي، جنهن لاءِ ڪٿي ائين لکجي ته هي جملو هي لفظ هي ڊائلاگ، هي منظر يا هيءَ تشبيهه هتي درست ناهي.

گوبند مالهيءَ پنهنجي آتم ڪٿا جي ٻئي ڀاڱي ”سنڌڙي منهن جي جندڙيءَ“ ۾ شيخ اياز جو ذڪر هنن جملن سان ڪيو آهي. ”شيخ اياز، مبارڪ علي شيخ جي نالي سان ٻهرين ڪان شڪارپور ۾ لکندو هو. شعر، مون هن جو ”ساورڪر“ تي به شعر پڙهيو هو. ”ريگستاني ڦول“ ۾ شايع ٿيڻ ڪان پوءِ، اياز ۽ هن جو دوست ”راز“ جو به شيخ هو، مون وٽ آيا، عبدالستار جي نالي شايد رنگ ڏيکاريو. اياز پنهنجا انقلابي شعر، ڊزن ڪان مٿي پڙهي ٻڌايا. مان ڪافي متاثر ٿيس. هن مون کي مسلني ٽائيپ اصلوڪين ڪهاڻين، مضمونن ۽ شعرن ڇپائڻ جي صلاح ڏني. سوپيو، اياز جا شعر ٻڌي ڪيڙن ۾ نه پيو ماپي، هن به اياز جي صلاح جي تائيد ڪئي. مان ڀانيان ٿو، ”پرهه ڦٽي“ ، مجموعي جي شروعات ئي اياز جي انقلابي گيتن سان ٿي. اياز ادبي ڪلاسن جو به. مک انگ بڻجي ويو، ”راز“ جا شعر به ڇپيا، شايد ”ارجن شاد“ جا به، شاد به ان زماني ۾ اسان جي ويجهو آيو. هُو ۽ اياز، سوپي ۽ ابراهيم جويو جي صحبت ۾ باشعور ٿيندا ويا. جويو، ايم. اين. راءِ

جي ويچارن جو هو. اياز خاص طور انهن ويچارن سان همراهہ ٿيندو ويو."

گوبند مالهيءَ جنهن دؤر جو ذڪر ڪيو آهي، اهو دؤر ۱۹۴۰ع کان ۱۹۴۲ع جو هو. جنهن زماني ۾ شيخ اياز ظاهر آهي تہ نوجوانيءَ ۾ پير پائي چڪو هو، يعني شيخ اياز ان وقت ۱۸ کان ويهہ سالن جي پيشتي ۾ هوندو. جڏهن تہ سوڀو، گوبند مالهي ۽ ابراهيم جويو، شيخ اياز کان ڪجهہ سال وڏا ضرور هئا. انهن ڏينهن ۾ سوڀو گيانچنداڻيءَ هڪ ڪهاڻي "حليما" نالي لکي، جيڪا "ريگستاني ڦول" ۾ عبدالستار شيخ جي نالي سان ڇپي. انهيءَ دؤر ۾ شيخ اياز ڪهاڻيون بہ لکڻ شروع ڪيون. سندس شاعريءَ ڪي تہ "نئين دنيا" ۾ جاءِ ضرور ملندي هئي، پر پوءِ هن جون ڪهاڻيون بہ ڇپجڻ لڳيون. انهيءَ ئي دؤر جي هڪ ڪهاڻي آهي، "شانتا."

"شانتا" حقيقت ۾ هڪ وئشيا جي ڪهاڻي آهي. وئشيا هن مهذب سماج جي ناسورن مان هڪ ناسور آهي. معاشري جي اڻ برابريءَ ۽ انياءَ جو جيئرو جاڳندو مثال آهي. هي معاشرو، ڪيترو بہ ڪٿي پاڻ کي مهذب سڏائي پر هو پاڻ وٽ وئشيا کي ڪڏهن بہ جوڳي جاءِ ڏئي نہ سگهيو آهي. هن کي ڪڏهن بہ عزت جي نظر سان ڏسڻ لاءِ تيار نہ آهي. ڇاڪاڻ جو هي معاشرو مردن جو معاشرو آهي، هو عورت کي مجبور ڪري ۽ وئشيا بڻائي ٿو ۽ پوءِ پاڻ کان پاڻ نفرت ڪرڻ بجاءِ ان عورت سان نفرت ڪرڻ لڳي ٿو، جنهن کي ڪالهہ هن پاڻ ئي، اهڙيون حالتون پيدا ڪري، ان جاءِ تي پهچايو هو.

هڪ نوجوان عورت، جنهن جو مڙس، هڪ ٻار ڇڏي پوءِ فوت ٿي وڃي، ان لاءِ هن معاشري ۾ عزت جو گذارڻ ڪيڏو ڪٺن آهي، ان جي پوري وارتا شيخ اياز هن ڪهاڻيءَ ۾ چٽي آهي. هيءَ عورت، يعني "شانتا" جنهن جي والده کي سندس پيءُ ڇڏي ويو ۽ وڃي ڪنهن ٻي ڪرسچن ڇوڪريءَ جي ڪچ گرم ڪرڻ لڳو تہ سندس والده وٽ ان کان سواءِ ڪو چارو بہ نہ رهيو تہ هوءَ پيشو ڪري ۽ پنهنجو ۽ شانتا جي پيٽ جي دوزخ کي ڪن گرهن جا ڇندا هڻي سگهي. جنهن لاءِ شيخ اياز لکي ٿو تہ: "سندس ماءُ کي پهرين لوڪ لڄا جو خيال ٿيندو هو ۽ چوريءَ ڇپيءَ عصمت وڪڻندي هئي."

هڪ پاڪستاني پنجابي فلم "لائسنس" ۾، هڪ عورت پنهنجي روزي ڪمائڻ لاءِ ٽانگو ٿي هلائي تہ ڪيس ڇپيو ٿو وڃي تہ:

”توکي کوٺي تي ويهڻ جو لائسنس تہ ملي سگهي ٿو پر ٽانگي هلائڻ جو نہ.“ مرداڻي معاشري ۾ اکيلي عورت جي جياپي جو واحد طريقو ”کوٺو“ آهي ۽ پوءِ جڏهن کا عورت، کنهن مجبوريءَ هيٺ، کنهن بک جي بيحاليءَ کري، ”کوٺو“ وسائي ٿي تہ معاشرو هن ڏانهن آگر بہ کڻي ٿو ۽ هن وٽ وڃي پنهنجي جنسي بک بہ ٻجهائي ٿو.

شانتا ۾ شيخ اياز واهہ جي فنڪاري ڏيکاري آهي. هن ۾ خوب تشبيهون ڏنيون آهن ۽ معاشري ۾ پنهنجي پيدا کيل کنهن برائيءَ کي پڌرو کري ڏيکاريو آهي. هيءَ تشبيهہ تہ ڏسو: ”صبح جو اٿي هُوءَ ٿڌي پاڻي سان منهن ڌوئيندي هئي تہ ڄڻ سڄي رات جو گناهہ ۽ گندگي ڌوپي ويندو هوس.“

وئشيا وٽ ڇا هوندو، قوال، ڍکڙ، گهنگهرو، شراب، ناز، نخرا ۽ گاهڪ. گراهڪ جن جي اکين ۾ انبور هوندا آهن ۽ وئشيا جي ڀوٽي ڀوٽي ڇپاڙي کائڻ لاءِ آتا هوندا آهن ۽ ٻين جي منهن تي ٿو ٿو کندا ۽ توبهہ توبهہ، کندا، پاڻ کي عزتدارن جي پهرين صف ۾ بيهارڻ جي کوشش کندا آهن.

هڪ ڏينهن ان شانتا کي، ان وئشيا کي، پنهنجي ڪِرت کان نفرت ٿيڻ لڳي ٿي ۽ هڪ ينگيءَ تي هن جي دل اچي ٿي وڃي ۽ پاڻ هن سان پيچي وجڻ لاءِ ۽ ان روز جي نفرت آمير زندگيءَ مان ڇوٽڪارو حاصل کرڻ جو سوچي ٿي. ان لاءِ هُوءَ رامون کي هر روز بڇيل منائي ڏيندي، رامونءَ واتان ”چندا ديس پيا کي جا“ ٻڌندي هن تي دل ٿي اچي وڃي. جڏهن هُوءَ رامون کان سندس نالو ٿي پڇي ۽ هو نالو ٻڌائي، کنڌ جهکائي، منائي وٺي رمندو ٿو رهي تہ: ”سندس دل ۾ خوشي ۽ غم لامارا ڏئي رهيا هئا. هڪ عجيب، انوکي، بي معنيٰ، ڇورا کورا کيس بيتاب بڻائي رهي هئي ۽ هن وهاڻي ۾ کڻي مهن لکايو. جڏهن اٿي تہ سڄي سيراندي آلي ٿي پئي هئي.“ اها کهڙي کيفيت ڇئي سگهجي ٿي، هڪ عورت جي لاءِ، کنهن مرد کان کو سوال کرڻ کان پوءِ؟ انهيءَ جو کو نالو ڏئي سگهجي ٿو. جيکڏهن ها، تہ پوءِ ان کي پيار يا محبت جو نالو ئي سونهندو.

”کارو کنوارو هانءُ، جهن ۾ نينهن ٿيو پرگهَٽ“ ۽ پوءِ ”سارو ڏينهن

بي چينيءَ ۾ گذريس ۽ رات به ناچ ڪان ڪيهايائين پئي." جڏهن دل جهلي، هڪ ڀيري رامونءَ کي پڇي هلڻ لاءِ چيائين ته رامونءَ وراڻيس ته: "مان غريب توکي ڪٿان پالي سگهندس. پيو مون کي نيات وارا ڇا چوندا." هن جي من کي هڪ ڌوڏو آيو. هن جي ذهن ۾ مانداڻ ۽ من ۾ زلزلو اچي ويو، ڄڻ ڪيئي جوالامکي هڪ وقت ڌماڪي سان ڦاٽي پيا. هن سوچيو: "هن کي نيات وارا ڇا چوندا؟ هن کي نيات وارا چوندا ته تو وئشيا آندي آهي، ڪميني، ذليل، وئشيا! هي ڀنگي جنهن کي ساري ڪائنات اڇوت ٿي سمجهي، سوبه مون سان ڇوت ڇات پيو ڪري، مان ڀنگيءَ کان به خراب آهيان." ڪڏهن ڪڏهن انسان پنهنجي نظرن ۾ پاڻ ٿي ڪري پوندو آهي ۽ ڪڏهن ڪنهن جي چيل هڪ جملي تي پاڻ تي جک ڪائڻ لڳندو آهي. اها حالت ان وقت شانتا جي ٿي هئي.

ننڍي ڪنڊ جي ورهاڱي کان اڳ، ملڪ ۾ جيڪي سياسي ڌريون ملڪ جي آزاديءَ لاءِ ڪم ڪنديون هيون، انهن ۾ اهڙيون ڌريون به هيون جيڪي ملڪ ۾ سوشلسٽ نظام لاءِ جاکوڙي رهيون هيون. اهڙين ڌرين جي هڪ ڌر جي ٻن ڪارڪنن جي ذهني هڪجهڙائيءَ تي ٻڌل نه صرف سياسي جاکوڙ پر ٻن ذهنن ۽ دلين جي پيار ڪهاڻي آهي "رفيق". هن ڪهاڻيءَ ۾ شيخ اياز اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته ڪيئن سياسي ڪارڪن ڪم ڪندا هئا. جن ۾ مرد ۽ عورتون، پرولتاري انقلاب لاءِ گڏجي سڏجي ڪم ڪندا هئا. جن ۾ هندو ۽ مسلم، مرد ۽ عورتون گڏ ڪم ڪندا هئا. انهن مان موهن ۽ نجما جو نه صرف سياسي سڱنڌ هو، پر سندن دلين جو سڱنڌ تنهان ئي پختو ٿيڻجي ويو هو، پر ٻنهي جي بدقسمتي اها هئي ته هڪ هندو ٻيو مسلم. نجما، هڪ اهڙي خاندان جي پڙهيل ۽ شاگرد پيشي ڇوڪري هئي. جيڪي ان دؤر ۾ عورت کي ايتري آزادي ته ڏئي پئي سگهيا ته اها ڪنهن ڪاليج ۾ پڙهي، پر ڪنهن ڇوڪري سان هن جو ڏينهن جو ملڻ جلڻ، يا سياسي ڪمن ڪارين ۽ گڏجاڻين ڪري راتين جو ملڻ ته ٻنهي پسند نه هو. ڇوڪريءَ جي ماءُ ڪنهن حد تائين نرم دل ته رکي پئي، پر سندس پيءُ، جيڪو نوجوان هو، اهو اها ڳالهه برداشت نه پئي ڪري سگهيو ته ڪو نجما، ڪنهن هندو ڇوڪري سان ايترو رائل مائل ٿي هلي. جو هُو جڏهن

قانوني گرفت جي ڪري جيل ۾ هو تڏهن به نجما ڪيس ملڻ لاءِ ويندي رهندي هئي. هن ڪهاڻيءَ تي، نجما جو موهن سان دلي سُبنڌ واضح ڪندي شيخ اياز لکي ٿو ته: ”هي جيل جون شيخون تنهن جي منهنجي وچ ۾ اچي نه سگهنديون، مان جڏهن به تنهنجو تصور ڪندو آهيان، تڏهن تون منهنجي اکين اڳيان هوندي آهين.“ هي پيار، اها چاهت ۽ اها جسم جي جسم کي چڪ، رڳو موهن نه، پر نجما به محسوس ڪندي هئي. هن هڪ ڀيري موهن جي هٿ کي زور ڏيندي ۽ ڀڳهن کي اڏامندي ڏسي، چيو هوس ته: ”هل ته اسين به هلون، هن فاقه ڪشي ۽ عصمت فروشيءَ جي دنيا کان دور!“ جنهن جو مقصد هو ته ٻئي پاڻ ۾ شادي ڪن. پر نه صرف ان دؤر ۾، پر اڄ به اهو ڪٿي ممڪن آهي ته هڪ مسلم ڇوڪريءَ جا والدين ان ڳالهه تي راضي ٿي وڃن ته ڀل اها پنهنجي چاهت جي لحاظ ڪري ڪنهن هندو ڇوڪري سان شادي ڪري. ايئن ڪرڻ سان نه چاڻ ڇا ڇا خطري ۾ پئجي ويندو. پوءِ ڀل ته ٻئي ڪيترا به وچن ڪري چڪا هجن، ڪيتري به محبت هنن جي دلين ۾ موجزن هجي. اهو ته مسلمانن جي ٻن ذاتين لاءِ ئي ڪٿي ڪٿي مسئلي جو سبب بڻجيو پوي.

ان ڪهاڻيءَ ۾ شيخ اياز جتي نجما ۽ موهن جي ذهني ڳانداپي جي واکاڻ ڪئي آهي، اتي ٻنهي جي حُسن جي پڻ تعريف ڪئي آهي. جتي موهن ۾ مرداڻي سونهن هئي اتي نجمه به عورتاڻي خوبصورتيءَ جو مجسمو ڏيکاري اٿس. ڪهاڻيءَ ۾ منظر نگاري، موهن جي انقلابي سوچ ۽ ملڪ جي آزاديءَ سان گڏوگڏ مزدور طبقي جي خوشحاليءَ لاءِ تڙپ جو به خاصو نباهه ٿيل آهي. پر آخر ۾ نجمه جي پياءُ پاران، موهن ۽ نجمه کان انتقام وٺڻ ۽ نجمه کي گهر مان نڪرڻ کان جهلڻ جو انتهائي هيٺيون طريقو استعمال ڪيل لڳي ٿو، جيڪو سونهندڙ نه ٿو لڳي. نجمه، موهن وٽ علي الصباح آئي ۽ هن کي روئندي پنهنجو مٿو ڏيکاريو ته ڪيئن سندس پياءُ هن جا وار ڪتري ڇڏيا ”رات منهنجي پياءُ ننڊ ۾ منهنجا وار ڪتري ڇڏيا.“ ان جي باوجود موهن هن کي پنهنجو پيار ٿو سمجهي ۽ چوي ٿو: ”نجمي تون منهنجي زندگيءَ جي رفيق آهين، منهنجي محبت جو بنياد تنهنجي رفاقت تي آهي ۽ نه تنهن جي سونهن تي.“

وقت وقت جي ڳالهہ آهي. ان دؤر ۾ اهڙي روئداد جو هجڻ ۽ پيش اچڻ سياويڪ بہ آهي، پوءِ بہ ڪهاڻيءَ ۾ اهڙو چس ناهي، هي ڪهاڻيون، شيخ اياز جون اوائلي لکيل آهن، اجان بہ جڏهن سنڌ ۾ ايترا گهڻا ڪهاڻيڪار بہ نہ هئا. هي سندس شروعاتي ڪهاڻين مان هڪ آهي.

جڏهن لکندڙ ڪي اها پڪ هجي تہ هُو جنهن شخصيت تي لکي رهيو آهي، اهو چاڻ جو سمنڊ آهي ۽ پاڻ (لکندڙ) قطري سمان، تہ اِن مهل لکڻ ۾ ڏاڍي ڏکيائي ٿيندي آهي. قلم هلندي هلندي، بيهي ويندو آهي ۽ سوچ پوساتجي ويندي آهي. اهو حال آهي مون سان شيخ اياز تي لکڻ ويل. مان متي لکي آيو آهيان تہ شيخ اياز جون هن ڪتاب ۾ آيل اڪثر ڪهاڻيون ورهاڱي کان اڳ جون لکيل آهن. ان وقت شيخ اياز اجا ڳڀرو هو، ان هوندي بہ سندس سوچ، چاڻ ۽ مشاهدي ۾ ڪافي پختگي تہ آهي. باقي ڪجهہ ڪهاڻين ۾ اوترو چس رس پيري نہ سگهيو آهي. ماڻهو جيئن جيئن عمر ۾ وڌندو آهي، دنيا ۽ ديس جي همعصرن ۽ پاڻ کان اڳ جي ڏاهن ۽ دانشورن، شاعرن ۽ اديبن جو مطالعو ڪندو آهي. پنهنجي ديس ۽ دنيا جي ملڪن جو مشاهدو ماڻيندو آهي، تيئن تيئن سندس سوچ سگهاري ٿيندي ويندي آهي. اها سگهاري سوچ اوهان ڪي شيخ اياز جي ڪهاڻي ”جي تند برابر توريان“ ۾ خوب ملندي. هيءَ ڪهاڻي، ”سهڻي سير ۾“، شيخ اياز جي مطالعي جي ميراث مان جڙي آهي. جڏهن هن ڀٽائيءَ کي پڙهيو ۽ ڀٽائيءَ جي دؤر جي ديسي شاعرن جو مطالعو ڪيو. سکر ۽ روهڙيءَ وٽان درياهہ شاهہ جي دهشت ڏٺي، شڪارپور ۾ سنڌ واهہ ۾ ترڳيو، تريو ۽ ٻيون ڏٺي، پاڻيءَ جي زوراوريءَ جو بذاتِ خود مشاهدو ماڻيو، تہ ڪانئس ”سهڻي سير ۾“ لکجي وئي.

شيخ اياز جي مشاهدي جي هڪ جهلڪ هن ڪهاڻيءَ ۾ بہ خوب آهي. ڀهراڙيءَ جي هڪ سرد انڌيري رات جو منظر هن نموني چٽي ٿو: ”اٽيهين اونداهي هئي، آسمان تي تارا هڪ ٻئي کي عشق جا اشارا ڪري رهيا هئا. زمين تي ٽانڊاٽا تاريڪيءَ ۾ ٽمڪيا ٿي، جيئن ڪنهن نازنين جي ڪاري پوتيءَ تي ستارا.“ يا وري درياهہ ڪناري سرديءَ جي روئداد هن ريت بيان ڪئي اٿس تہ: ”سردي بہ چوي اڄ نہ پوان تہ ڪڏهن پوان. ڏند پئي

ڪڙڪيا، لونءَ لونءَ پئي ڪانڊاري، لَون ۾ لاٽن مان هوا سوساٽ پئي ڪيا. رڪي رڪي بدن مان سيسڙاٽ پئي نڪتا." اهي ٻئي منظر اسان جي شهري شهزادن لاءِ تہ بنهہ نوان هوندا پر ٻهراڙيءَ جو ٻار ٻار بہ ان مان واقف هوندو. ان تي صرف سوچڻ سان ئي بدن مان سياندو ٿو نڪري وڃي.

"سهڻي ۽ مهيار" جي ڪلاسيڪي داستان ڪان ڪير واقف نہ هوندو. "سهڻي ميهار" جو اهو داستان، سنڌ ۽ پنجاب ۾ هڪ جيترو مقبول آهي. سنڌي ۽ پنجابي ان داستان کي پنهنجي پنهنجي ڌرتيءَ جو داستان سمجهندا آهن. ان داستان جي پس منظر ۾ وڃڻ ۽ ان جي چند ڇاڻ ڪرڻ جو مون تي نيڪو تہ ناهي، پر ايترو ضرور چوندس تہ جيڪڏهن ڀٽائيءَ جي "سر سهڻي" ۾، سهڻيءَ جي مڙس جو نالو "ڏم" ڏيکاريو ويو آهي، تہ پوءِ اهو نالو پنجاب جو ٿي نٿو سگهي، "ڏم ڏيهاڙي ڏڪندو، سنگهر وٽ سنگهار." يا وري: "ڏهہ ڏهہ ڀيرا ڏينهن ۾، ڏئي ڏوراپا ڏم."

هيءَ ڪهاڻي انتهائي مختصر آهي، پر ان جي منظر نگاري ئي هن ڪهاڻيءَ جي خوبي آهي. باقي تمام ٿورا مڪالما آهن. جن مان هڪ هي مڪالمو ڏسو، سهڻيءَ کي سرتيون سمجهائي ۽ ڏم جو غصو ۽ غيرت ياد ڏياري رهيون آهن: "ڏم کي ڏاهہ پيئي تہ نڙيءَ تي ننهن ڏيندءِ." پر سهڻيءَ جواب ڏنو: "پرواهہ ناهي، ساجن لاءِ سر ويو تہ گهريو." عاشق جو قوُل نہ ٽٽڻ کپي. ان تان جان جُسو قربان ٿيو تہ چڱو ٿيو: شاهہ عنايت شهيد چوائي:

"سـر درِ يار فـدا شـد چہ بجا شـد
اين بار گران حق ادا شدچہ بجدشد."
(يار جي در تي سر فدا ٿي ويو تہ چڱو ٿيو.)
ائين هر هر ڪرڻ سان حق (فرض) ادا ٿيو تہ چڱو ٿيو.)

"هڪ شمع ٻہ پروانا" بہ شيخ اياز جي مطالعي جي ميراث آهي. شهزادو سليم ۽ انارڪلي يا مهرالنساءِ جو قصو هندو پاڪ جي تاريخ جو اڻ وسرندڙ حصو آهي. هيءَ ڪهاڻي ان قصي تي منحصر آهي. جنهن ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ شهزادي سليم جو حقيقت ۾ عشق مهرالنساءِ سان هو پر انارڪلي، جا هونءَ تہ سندن ٻانهي هئي ۽ مهرالنساءِ ۽ سليم جي وچ ۾ ريبارڻ جو ڪم ڏيندي هئي. هونءَ سندس سونهن ۽ جوانيءَ ۾ بہ خوب ڪشش هئي.

شهزادو سليم، هڪ تہ شهزادو هو، ٻيو مرداڻي سونهن هن جي جوانيءَ تي چار چنڊ لڳايا هئا. هي بہ تاريخي قصو ۽ حقيقت تي مبني واقعو آهي، جنهن کي شيخ اياز پنهنجي قلم جي نوڪ مان ڪڍيو آهي.

هن ڪهاڻيءَ ۾ بہ شيخ اياز جي مشاهدي ۽ مطالعي جو امتزاج آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ هن تشبيهہ سان بہ خوب نباهہ ڪيو آهي. "شاهي سڙڪ جي ٻنهي پاسن تي جوئر ۽ ٻاجهريءَ جا چوڻڪ ڪنهن خوبصورت رقاص جيان هوا ۾ لڏي لمي رهيا هئا."

هن ڪهاڻيءَ ۾ شيخ اياز ٻن عورتن جو عشق هڪ مرد سان ڏيکاريو آهي. هڪ مرد جي من ۾ ٻنهي عورتن لاءِ ڪافي نرم گوشو ڏيکاريو آهي. "هو پريت جو پياسي، ڪنهن چنڊ تي چريو هو، سو ڪٿي ٿو گوش ڏئي. مهرالنساءَ جي زلفن جي زنجير ڪيس قرب ۾ اهڙو قابو ڪيو هو جو هُوءَ ڪانئس هڪ پل بہ نہ ٿي وسري. ڀلا وسري بہ ڪيئن!" ٻي پٺرا ۾ انارڪليءَ جي محبت جي ڪليءَ جي سڳنڌ تي بہ هن جو ڀؤنرو من ڀنيلجي ٿو ۽ اياز لکي ٿو: "ڪڏهن ڪڏهن سليم جي بي تاب دل ۾ انارڪليءَ جي الفت جي ياد بہ چٽنگ جيان تڙپي، وسامي ويندي هئي."

شيخ اياز پاڻ بہ هن دنيا جي انساني باغ جي گل گل جو واس ورتو آهي. هُو بہ پنهنجي وقت ۾ شزادي سليم کان گهٽ نہ رهيو آهي. شهزادو سليم تہ هڪ وقت ٻن جي محبت ۾ مگن هو پر شيخ اياز تي هڪ ئي وقت نہ چاڻ ڪيترين ڀنيورين ڀيرا ڏينديون رهنديون هيون. جن جو ذڪر هن جي آتم ڪهاڻيءَ ۾ بار بار آيو آهي. هنن ڪهاڻين ۾ شيخ اياز تاريخي حقيقت نگاريءَ سان گڏ جيڪا منظر نگاري ڪئي آهي، تنهن جو جواب ناهي. هن ڪهاڻيءَ جي پڇاڙيءَ ۾ انارڪليءَ کي اڪبر بادشاهہ جيئري ديوار ۾ مڙهائي ڇڏيو. ان وقت جلاد يا جلاد نما رازي هن کان سندس آخري خواهش پڇي تہ "هن سرد ساهہ کنيو ۽ چيو "هڪ وار سليم کي ڏسان بہ ڳوڙها سندس ڳلن تان ڳڙي مٽيءَ ۾ ملي ويا."

"عشق نہ ڀانئج راندِ، جيئن ڪيڏن ڳيرو،
سِسِي نيزي پاندِ، اچل تان مَرُ اڌ ٿئي."

"نپالي" يا "پوسٽ مين" کي اسان جي معاشري ۾ هرو ڀرو بہ گهٽ

نگاه سان ڏنو ويندو آهي. حقيقت ۾ "ٽپالي" هڪ اهڙو ايماندار شخص ٿيندو آهي، جيڪو ٻن دلين جي ڌڙڪڻ کي، ڪاغذ جي ٽڪرن سان ڳنڍيندو آهي.

اهڙيءَ طرح پکين ۾ ڪانءُ يا ڪانگ، بچڙو پکي به ڪونيو ويندو آهي ۽ وري پنهنجي پيارن جي اچڻ جي خبر پهچائيندڙ جي حوالي سان به مشهور هوندو آهي. جنهن دؤر ۾ ٽپال جو رواج نه پيو هو ته به پياروند ڪانگ کي قاصد ڪري موڪليندا هئا. ڪانگ يا ڪانءُ، سندن ٻولي ڪيئن سمجهندو هو ۽ سندن نياپو سنيهو ڪيئن پهچائيندو هو. اهو ته چئي نه ٿو سگهجي پر ان ڳالهه جي تصديق شاهه لطيف جي شاعري ۾ عام جام ملندي:

"ڪري ڪانگ ڪورنشون، پيرين پرينءَ پئيج،
آءُ جي ڏيانءُ سنيهڙا، ساري پرينءَ کي ڏيج،
چوانءُ ايئن چئيج، ته ڪنياتا خوش هوئين."

پر اسان وٽ، هن دؤر ۾ پرينءَ جا پيغام پهچائڻ وارا جديد طريقا ايجاد ٿي پيا آهن، جن رستي ترت ملاقات يا ڳالهه ٻولهه ٿيو وڃي، اهي آهن ٽيلي فون، وايرليس ۽ هاڻ ته سيٽ لائيٽ ۽ انٽرنيٽ آهي. ان هوندي به ٽپال وارو ڪاتو اڄا تائين جيئن جو تيئن جاري آهي ۽ ڪم ڪري رهيو آهي. اسان وٽ اڄا به ڪيتريون ئي ڌڙڪندڙ دليون، ٽپاليءَ جون منتظر رهن ٿيون. هيءَ به هڪ اهڙي شخص نثار جي ڪهاڻي آهي، جيڪو ان ملازمت سان واڳيل آهي. هو هر ڪنهن کي سندس ڏوراهين قريب جي خير خيريت جي خبر پهچائيندو ٿو رهي، پر کيس هڪ حسرت آهي ته کيس ڪوئي به خط نه ٿو لکي. کيس خط لکي به ڪير؟ هو هڪ ننڍي ڳوٺ جو واسي آهي، جنهن جو ڪوبه قريب سندس ڳوٺ کان ٻاهر آهي ئي ڪونه. نه ئي هو پاڻ ڪڏهن ڪو ڳوٺ کان ٻاهر رهيو آهي، جو ڪٿي سندس چاڻ سڃاڻ ۽ لڳ لاڳاپن جو دائرو وسيع ٿئي. هُو ڪيترن کي ته سندن قريبن جا خط پڙهي به ٻڌائيندو رهندو آهي.

هو اڪيلو هو، نه گهر نه ٻار، نه يار نه اغيار، نه مٽ نه مائٽ. بس پيٽ گذر لاءِ هيءَ نوڪري هيس ۽ ڏهه سال ٿيلهو ڪلهي ۾ وجهي پاڻ پيرين پنڌ، ڳوٺ ڳوٺ جي گهٽي گهٽي لتاڙي، امانت باسلامت مالڪن کي پهچائڻ

۽ ڪن کي تہ پڙهي ٻہ ٻڌائڻ سنڌس نيم هو ۽ ان سلي ۾ ڪيس ملندا هئا سچا سارا پنجويهہ رپيا. اڳتي هلي شيخ اياز هن کي پوسٽ مين جي يونين سان سلهاڙيو آهي. هُو ان يونين ۾ وڏي چڙهي حصو وٺئ ٿو. ڪيس نہ رن نہ روڪڙي، نہ گهر نہ ٻار، خطرو ڇاجو؟ جيتوڻيڪ ڪيس پوسٽ ماسٽر جي زال، ان ڪتراڳ ۾ پوڻ ڪان جهليو ٻہ هو. جيڪا ڪيس بهشت مان پارسل تي آيل حُور لڳندي هئي. نيٺ نثار ان تحريڪ ۾ خوب نانءُ ڪمايو ۽ هڪ ڀيري هن پنهنجي مطالبن جي حق ۾ هڪ تقرير بہ ڪئي، جا سنڌس تصوير سان اخبارن ۾ ڇپي. انهيءَ جي حوالي سان، سنڌس تقرير جي ڇپجڻ ڪان پوءِ، پوسٽ مين جا مطالبا ڪجهہ اڳهامڻ جي خوشيءَ ۾ ڪيس ڪراچيءَ مان ڪنهن ساٿيءَ مبارڪ باد جي لاءِ هڪ خط يا پوسٽ ڪارڊ موڪليو. اهو سنڌس پهريون خط هو جو هن پاڻ کي پاڻ پهچايو ۽ پاڻ کي پاڻ پڙهي ٻڌايو. لکيل هو:

”ڪامريڊ نثار،

اسين توکي پوسٽ مين جي اسٽرائيڪ ۾ اهڙي جوش خروش سان ڀهرو وٺڻ لاءِ مبارڪباد ٿا ڏيون. اهڙو چاهہ ۽ اتساهہ ملِيو تہ گهرجون ضرور پوريون ٿينديون.

”توهان جو ........“

ان مبارڪ باد جي خط ۽ سنڌس ڪيل تقرير، هن لاءِ سٺو سؤڻ ثابت نہ ٿيا. ڪيس ١٥ ڏينهن پوءِ نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو. هڪ ڏينهن هن اهو خط ڪاوڙ ۾ اچي ڦاڙي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو.

ماڻهو ڪنهن بہ زندگيءَ جي ڏؤنس ۾ اچي، ان ڏؤنس جو ڏک مٽائڻ لاءِ نشي ۾ نجات ڳولڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. نثار بہ پنهنجي اها ڏؤنس مٽائڻ جي لاءِ آفيم جو روڙو ڪائي، باغ جي هڪ بئنچ تي ليٽي ٿو پوي تہ ڪيس رات پئجيو وڃي.

هن ڪهاڻيءَ ۾ شيخ اياز انهيءَ دؤر ۾ اهو ڏيکارڻ چاهيو آهي تہ ڪيئن نہ عام ماڻهن ۾ سياسي شعور اچڻ لڳو هو. هيءَ ڪهاڻي آگسٽ ١٩٤٧ع ۾ ”آڳي قدم“ مئگزين ۾ ڇپي هئي. هن مان گهٽ پڙهيل سنڌيءَ جي شعور ۽ شيخ اياز جي پنهنجي شعور جي اڏامر جي پليءَ پٽ پرروڙ پوي ٿي.

شيخ اياز جي هڪ ٻي ڪهاڻي آهي، "ٻروچڪي رت". هيءَ ڪهاڻي ٻه جنوري ١٩٤٧ع ۾ "سنڌو" رسالي ۾ ڇپي هئي ۽ ان وقت شيخ اياز ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي ڪري چڪو هو. ممڪن آهي تہ ان وقت هن تازو تازو وڪالت ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي هجي. ڇاڪاڻ تہ هيءَ ڪهاڻي وڪالت جي ڌنڌي سان ڪافي گهرو لاڳاپو رکي ٿي.

هيءَ ڪهاڻي هڪ اهڙي چور جي ڪهاڻي آهي، جيڪو چوري ڪندي پنهنجي دل ڦرائي وينو. ٿرهاڙين ۾ اڳ ڪاٽ جي چوري ڪرڻ عام جام هوندي هئي. سانوڻ رُت ۾ ڪاٽ جي چوري ۽ وري سياري ۾ مال متاع جي چوري، هڪ عام رواجي ڳالهہ ڄاتي ويندي هئي. هيءَ ڪهاڻي بہ اهڙي ڪردار تي مبني آهي. جانو، جيڪو ٻروچ آهي، اهو ڪاٽ جي چوري ڪندي پڪڙجي پيو. انهيءَ پڪڙجڻ جي روئداد شيخ اياز هن ريت بيان ڪري ٿو: "جانو ڪهاڙيءَ ۾ هٿ وجهي، در ڏانهن ڀڳو، وچ ۾ سندس گوڏي سان ڪٽ ٽڪرائي ۽ ٽاٻو ڪائي وچي يٽ سان لڳو ۽ اجا پاڻ سنڀالي هليو مس تہ دلي تي ٽاٻو ڪاڏائين ۽ وچي ڏرتيءَ تي ڦهڪو ڪيائين. دلي مان پاڻي هارجي سندس ڪپڙا پسائي ڇڏيا. پر ساھ جي ٻوَ ڪان اٿي ڪڙو ٽيو ۽ ٻر مان اجا نڪتو مس تہ نڪاءَ تي ويس مغز واري لوڙهہ. بس پوءِ تہ هن ڪي ڪا سرت نہ رهي."

لڳي ٿو اهو سڀ ڪجهہ شيخ اياز تي پاڻ وهيو واپريو هجي، چور جي ڇرڪ ۽ ڏپ ۾ اها حالت ڪا حقيقي چور ئي ڄاڻي سگهي ٿو جا شيخ اياز ڪهڙي نہ پيرائتي وارتا سان بيان ڪئي آهي. سواءِ هڪ ڳالهہ جي، جو شيخ اياز "ڪاٽ" کي "ٻر" ڪوٺيو آهي. اسان وٽ "ٻرَ" ان کي ڪوٺبو آهي، جيڪو زمين ۾ اندر هجي، جيئن ڪُئي جو ٻرَ، نانگ جو ٻرَ. پر چور هميشہ يٽ ۾ ڪاٽ هڻندو آهي. ان کي "ڪاٽ" "سوراخ" يا "ٻرگهل" ڪوٺبو آهي. ظاهر آهي، شيخ اياز ڪنهن نيٺ ٿرهاڙيءَ جو باشندو تہ نہ رهيو آهي.

باقي وارتا ۽ واردات پوري بيان ڪئي اٿس. ان ڪهاڻيءَ جو ڪردار "ڍيلان" بہ عجيب آهي. هونءَ عام طور تي ٿرهاڙين ۾ نوجوان عورتون، پنهنجي ورن سان پوکي راهيءَ تي وينديون آهن ۽ گهرن ۾ وڏڙيون رهنديون آهن. جيڪي ڏڌ ولوڙي مال متاع ڏهي، پوءِ مانيءَ ڍڪڙيون ٺڦي، لسيءَ جي

گهاگهر ۾ مائين جي ڇپي مٿي تي رکي، فصلن ۾ ٻنين ۾ ڪم ڪندڙن کي پهچائيندا يون آهن، پر ڊيلان، جيڪا اڃا ڪنوارو وياءَ، نوجوان ناريءَ کي اڪيلي سر گهر ۾ ڇڏي، هرڪو ڪمين ڪارين نڪريو وڃي، جڏهن ڪين خبر آهي تہ گهر ۾ ڌاريو ٻڌو پيو آهي. جيڪو نہ صرف ڌاريو آهي، پر چور بہ آهي.

ڊيلان جڏهن ڳائي ٿي تہ جانوءَ جو من موهي ٿي ڇڏي. شيخ اياز لکي ٿو تہ هن جڏهن ٻڌائيءَ جو بيت راڳي مان آلاپيو تہ: ”بس، حد ٿي چڪي! چڻ باهہ ۾ پاڻيءَ جون لهرون ڳلي مان اڀريون، چڻ زمين ۾ آسمان آواز جي لس ليٽ ۾ ٻڏي ويا.“ پوءِ ٿيو ڇا، ”جانوءَ ڪان پنهنجو ڏک چڻ وسري ويو.“ پوءِ تہ: ”سڄو وايو منڊل حسن، راڳ، ناچ ۾ گهوٽجي ويو هو.“ پوءِ تہ چور جانو، پنهنجي دل ڊيلان هٿان کسائي ويٺو.

پوءِ جي سموري وارتا بيان ڪيل ڏاڍي عجيب ٿي لڳي، حقيقت ۾ ائين ٿيندو ناهي. بهرحال ڪهاڻي ڪهاڻي آهي، حقيقت جو گمان ٿيڻ بہ ڪهاڻيءَ جي خوبيءَ ۾ شمار ٿيندو آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ اسي سيڪڙو حقيقت آهي.

آخر ۾ ڊيلان سان جانوءَ جا مڪالما سپاويڪ نہ ٿا ڀاسن. باقي جانوءَ جي من ۾ ڊيلان کي پڇائي وڃڻ وارو خيال ضرور سپاويڪ آهي. آخر ۾ ڊيلان جو جانوءَ کي ماني کارائڻ ۾ پنهنجي گهر جي سموري حقيقت ٻڌائڻ بہ عجيب ٿو لڳي ۽ هن سان شاديءَ جي باري ۾ ڳالهائڻ حقيقت ڪان ڪجهہ پرانهون آهي.

چور جي لاءِ ائين ڪهڪاءَ ڪائڻ ۾ بنا اڳ پوءِ سوچڻ واري ڳالهہ هُن لاءِ دل ۾ نرم گوشي جي اپرڻ جو ڏس ڏئي ٿو. ڊيلان هن کي ڇوڙي خلاص ڪري ڇڏي ٿي، ۽ ماڻهن جي اچڻ تي هو ڀڄي وڃي ٿو. ان کان پوءِ جي پروڙ ٿي نہ ڏني وئي آهي. هن ۾ ڏيکارڻ اهو چاهيو ويو آهي تہ چورجو من بہ موهجي سگهي ٿو. حُسن آخر حُسن آهي. جواني ديواني آهي. مرد جو من ميڻ ٿيڻ لاءِ نوجوان عورت جي جواني ڪافي آهي. اهي لاهوتي ٿي کي ٻيا ٿيندا هئا جن لاءِ ٻڌائي ڇيو هو:

”جي ڇورين ڏنا ڇال، تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا.“

ٻهراڙين ۾ توڙي شهرن ۾ کي ماڻهو اهڙا بہ ٿيندا آهن جن کي جهيڙي

۾ مزو ايندو آهي ۽ اهو جهيڙو سندن زبان ڪرائيندي آهي. ڪنهن کي چرچ ڏيندا، ڪنهن کي ٽوڪ هڻندا، ڪنهن جي ڳلا ڪندا ۽ ڪنهن جي اجائي تعريف ڪري ۽ کي شرمائي، هرويرو جي دشمني وڏائي ڇڏيندا آهن. پوءِ پيا تماشو ڏسندا، اهڙن ماڻهن جي ٻه ڪوڙ نه هوندي آهي، جن کي پرمتڙيا ڪوڻيو ويندو آهي. اهي ٻه نه ڏسن اڳ نه پوءِ، نه ڪن جاچ نه جوچ، بس چاٻي تي لٽ جو نڪاءُ ڪندا. اهڙن ماڻهن مان هڪ هو شمن موچي، جنهن صالح نالي هاريءَ کي وڏيري جي ماڻهن هٿان مار ڪارائي. خود بي ڏوهو ٻڌجي، ٽوپي نراڙ تي رکيو ٺي وتيو. صالح هڪ هاري هُو، هن وٽ شوق جي پاليل ڏاند هو، جيڪو ڳوٺ ٻه هو. ڪيس زال ٻه هئي، جهڙي حُور، صالح ٻه عام ٻهراڙيءَ جي هاريءَ جيان هاري هو ۽ پنهنجي زميندار جي اوطاق جي ٽهل ٽڪور ٻه ڪندو هو ۽ ٻني ٻارو ٻه واهه جي ڪندو هو. اچانڪ سندس ڏاند چوري ٿيو ۽ ڪيس سجاڳي ٿي ته پير ڪٽي وچي وڏيري جي اوطاق تي پهتو پوءِ هو جهلجي پيو ۽ پوليس ۾ ڏياري ڪيس وڏيري خوب ڪٽايو، هن جي مُري کي ضرب اچي وئي ۽ ان ۾ ٿي چار مهينا لڳي ويس. ان وچ ۾ زالنهس پنهنجا ڳهه ڳنا ته وڪيا، پر پوءِ ٻه صالح ٺيڪ نه ٿيو ته هُوءَ پئسن لاءِ ۽ صالح جي علاج لاءِ وڏيري جي ور چڙهي وئي، ان وچ ۾ صالح جو اهو ڏاند، جنهن لاءِ هن جو چوڻ هو ته: ”دنيا ۾ ٻن شين سان سِر لڳندو آهي، هڪ گهرواريءَ ۽ ٻيو ڏاند سان. ڏاند ته نه هو، پڪي هو پڪي!“

اهو پڪي ڏاند هن جو چوري ٿي ويو، جڏهن ڪڙڪ پيس ته فلاڻي حُر وٽ آهي ته نه ڪيائين هر نه تر، وچي ڏاند راتو واهه ڪاهي آيس. ان تي شمن موچيءَ هن کي ٽوڪ هڻندي چيو هو: ”مال موٽائڻ وڏي ڳالهه ناهي، ڪڙو اهو، جو زال موٽائي، پر ڪنهن ۾ غيرت ٻه هجي.“

هيءَ ڪهاڻي نيٺ ٻهراڙيءَ جي ڪردارن تي مبني آهي. ڪهاڻيءَ جا ڪردار، انهن جي گفتگو، هنن جو غصو، هنن جي چرچ، هنن جو هڪٻئي کي ويڙهائڻ، ڪنهن جي لنگهڻ تي ڪيس ٽوڪ هڻڻ ۽ ٽوڪ ٻه اها جا ذهن ۽ دل تي سڌو گوليءَ وارو اثر ڪري. اهڙو اثر شمن موچيءَ جي تير پتير جي مڪالمي صالح جي سيني تي ڪيو. نتيجو ڇا نڪتو، پنهنجي حور جهڙي زال جي منڍي، گجر وانگر ڪهاڙيءَ جي هڪ ڌڪ سان لاٿائين ۽ پوءِ ان ٿي شمن

موچيءَ جي لوڙهہ متي ۾ جهلي بولاتي ڪائي ڪريو. ”شمن ڪي صالح سان وير تہ اڳ ئي هو.“ هن ڪهاڻيءَ ۾ وڏيري جي ڪردار ۾ خاص ڪري پنهنجي وير، ڪنهن ٻئي جي آڌار پاڙڻ وارن جي شيخ اياز واهہ جي عڪاسي ڪئي آهي. وڏيرو سدائين ٻچي ويندو آهي. چواڻي آهي تہ: ”گدرو ڪري ڪاتيءَ تي تہ بہ گدرو مَنو ۽ جي ڪاتي ڪِري گدري تي تہ بہ گدرو مَنو“. ڏنجهہ ۾ زخم، ڪنهن بہ حالت ۾ غريب هاريءَ ڪي رسي. هاري وڙهي زميندار سان تہ بہ هاري مارجي ۽ جي زميندار وڙهي هاريءَ سان تہ بہ هاري مارجي. اها ويڏن ٿي صالح سان. پنهنجي زال بہ ڪنائين، پاڻ بہ حڪيم وٽ، متي جي گهري گهاءَ ڪري وقلي رهيو هو ۽ وڏيرو، جنهن جا ڪيترائي واهرو، اهو پنهنجي گهر، اهي ئي مڇون وتيندو ۽ ٻين جي ننگن ۾ اکيون وجهندو وتي.

پنهنجي هڪ لکيل مضمون ”ڪهاڻيءَ جي تاريخ“ ۾ شيخ اياز لکي ٿو تہ: ”ڪڏهن ڪڏهن ڪهاڻيون خطن ۽ ڊائرين جي ذريعي بہ لکيون وينديون آهن.“ سندس ڪهاڻي ”موتي آءُ“ بہ خط جي پيرائي ۾ لکيل هڪ ڪهاڻي آهي. جنهن جي نائڪا انتهائي هيٺين طبقي سان تعلق رکندڙ ڇوڪري آهي، جنهن لاءِ هو لکي ٿو تہ: ”تون ڇوري ڇني هئينءَ، منجهند تائين سنڌي اسڪول ۾ پڙهندي هئينءَ، توکي پائي نہ هوندي هئي جو ميٺ وٺي ڦرهي ميسارين ها ۽ ماسترياڻي توکي روز ماريندي هئي تہ ڦرهي ڇونہ ميساري اٿئي؟“ ان مان پڙهندڙ ڪي ان ڪردار بابت پوري ڄاڻ ملي ٿي وڃي، هن ڪهاڻيءَ ۾ اياز صرف هڪ ڪردار جي ڪردارنگاري ڪئي آهي ۽ ڪيس پنهنجو ماضي ياد ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيئن تہ ڪهاڻي هڪ طرفي آهي ۽ ان جو سمورو ڪئنواس نائڪا ڪي سمجهائڻ ۽ احساس ڏيارڻ تي مبني آهي، تنهن ڪري ان عورت ڪردار پاران سندس سمجهائڻ تي ڪنهن بہ قسم جي ردعمل جي ڪابہ جهلڪ نظر نہ ٿي اچي، هو ڪيس ايترو بہ سمجهائي ٿو تہ: ”تون پ - سان شادي ڪري رهي آهين؟ ڇالاءِ تہ هُو دولتمند آهي، هُو موجودهہ سماج جو هڪ بيئل فرد آهي. تون اهو نہ ٿي سمجهين ڇا تہ اُهو شخص جنهن سان تون شادي ڪري رهي آهين، اهو ان نظام جو زبردست حامي آهي، جنهن نظام تنهنجي روح ڪي مفلسيءَ ۾

ڪچليو هو، تنهن جي همت تي پاڻي هاريو هو ۽ توتي لعنت ملامت ڪئي هئي؟"

هيءَ ڪهاڻي ان ڪردار کي سمجهائڻ لاءِ لکي وئي، جيڪو مفلس هوندي ۽ چاهيندي به اهڙي ماڻهوءَ سان پاڻ کي واڳڻ ٿو گهري، جن جا طبقا، جن جي سوچ هڪ ٻئي کان نرالي آهي. پر دولت، جنهن نه ڏني هوندي آهي، ان کي ان جي چاهت ضرور هوندي آهي. اها انسان جي فطرت آهي ته جا شي ڪانئس پري پهچندي آهي، انسان ان کي پائڻ لاءِ پنهنجي تَنهن چوٽيءَ جو زور لڳائيندو آهي. پر هيءَ ڪهاڻي جنهن دؤر ۾ لکي وئي آهي، ان دؤر جي تقاضا طبقاتي جدوجهد هئي. جيتوڻيڪ ان عورت کي هو پاڻ (لکندڙ) انتهائي حد تائين چاهي ٿو، ۽ عورت به ڪيس گهٽ نه ٿي چاهي. پر هڪ انگريزي قؤل آهي ته: "جنهن سان پيار ڪجي، ان سان شادي نه ڪجي ۽ اهو ضروري ناهي جنهن سان شادي ڪجي، ان سان پيار به ڪجي."

هن ڪهاڻيءَ ۾ لکندڙ پنهنجي پيار جا سمورا واسطا ڏئي، پنهنجي ماضي ياد ڏياري، پنهنجي ۽ سندس چاهت جي يادگيري ڏيارڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي آهي. جڏهن هو گڏ ڪاليج ۾ پڙهندا هئا ته هڪٻئي کي "رفيق" ڪري پڪاريندا هئا. ڇاڪاڻ جو لفظ رفيق ۾ هزار اميدون ۽ آسرا هئا، پر نائڪا جي، "پ"- سان شادي ڪرڻ ڪري اهي سمورا آسرا، اميدون ۽ خوبصورت خواب، پنهنجي ساڀيا پائڻ کان محروم رهجي وڃن ها.

هن ڪهاڻيءَ ۾ صرف ٻه ڪردار آهن، جن جي چوڌير هيءَ ڪهاڻي ڦرندي رهي آهي. باقي ماءُ جو ڪردار "پ" جو ڪردار، بس ڀرتي ڪندڙ ڪردار آهن، جن جو انتهائي هلڪو رول آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ نهٺائي آهي، ميڙ منٿ آهي. هڪ چاهيندڙ پاران سمورا وس ڪيل آهن جي ڪنهن کي موٽي اچڻ لاءِ ڪري ٿا سگهجن. نائڪ يا لکندڙ پنهنجي آخري اها راءِ به ڏني آهي ته: "توکي هُتي دولت ته ملندي، پر محبت نه ملندي، نفس پرستي ملندي، حُسن پرستي نه ملندي."

پر جيئن ته هيءَ ڪهاڻي صرف هڪ طرفي اظهار ۽ هڪ طرفي سمجهاڻيءَ تي مبني آهي، ان ڪري عورت پاران ڪنهن به قسم جي ردِ عمل جي ڳالهه ئي ناهي. ليڪ يا نائڪ هڪ غريب شاعر آهي، جنهن وٽ جذبا

تہ آهن پر دولت ناهي. محبت جو اظهار تہ آهي، پر عورت جي گهرجن جو پورائو هن وٽ ممڪن ناهي. اهائي هڪ ڳالهہ تي سگهي ٿي ان عورت جي ڪنهن اهڙي مرد سان شادي ڪرڻ جي، جيڪو هن جي خيالن ۽ سوچن جي انحراف تہ آهي، پر عورت ڪي شاديءَ ڪان پوءِ مستقبل جو اونو اوس ٿيڻو هوندو آهي. ڪيس پنهنجي مستقبل سنوارڻ جو خيال اوس ٿيڻ هو. نظام جي خرابيءَ ڪي چڱائيءَ ۾ بدلائڻ، هرويرو ڪي ٿوريون عورتون پنهنجو ذمو سمجهنديون آهن. ڪاش! هُوءَ موتي پوي ها ۽ سماج ڪي ڊوڙڻ ۽ سامراج ڪي لوڏڻ ۾ شاعر جو سات ڏئي ها.

# ڪهاڻيءَ جي تواريخ

ڪهاڻي جيَ تواريخ ايتري قديم آهي، جيتري انسان جي. ذرا تصور ۾ آڻيو! جڏهن انسان آبهوا جيئن قدرت جو عنصر هو، قدرت جيئن بي حجاب، بي خوف، بيپرواهہ! نہ ڪيس اني لٽي جو الڪو، نہ ڇپر ڇني جو فڪر، نہ رِيتيون رسمون، نہ رشتا ناتا، نہ ننڍائي وڏائي، نہ وٿيون ويڇا! اجا بہ پُٽ تي موٽو، هزارين سال پٺ تي، Neolithic دؤر ۾. ڪهاڙي ڪلهي تي، تير ترڪش ۾ ڪنيو، انسان جهنگ جبل جهاڳي، شڪارڪري، نهر مان پاڻي پي حياتي گذاريندو هو. نہ هئي ڪيس ٻولي، نہ قوميت، نہ سڀيتا!

هر ڪهاڻي ماحول جي اثر جو اظهار آهي ۽ ارد گرد جي فضا جي پيداوار آهي. ان وقت جون ڪهاڻيون اسان کي تصويرن ۾ ملن ٿيون، جي غفائن ۽ غارن ۾ چٽيون ويون هيون ۽ زندگيءَ جي ضرورتن جو انساني جذبن ۽ خيالن تي اثر ڏيکارن ٿيون. اگر اسين انساني تمدن جي ابتدائي وارتا متعلق مذهب، اخلاق، قانون، رسم رواج، ڪيتي، رقص ۽ ٻين لطيف فنن (Fine Arts) تي گهري

نگاهہ اچليندا سين تہ ان ۾ اسانکي ڪئين ڪهاڻيون نظر ايندڍيون. انسان جي محبت ۽ نفرت، حرص هوس، ترقي تنزل جون ڪهاڻيون.

مذهبي جذبات جي پيدائش، جادو، قرباني (ٻليدان) زمان مڪان جو قديم تصور اسان کي هڪ عجيب غريب دنيا ۾ وٺي وڃي ٿو.

جڏهن پهريون پيرو انسان خواب جي پراسرار حقيقت تي غور ڪيو هوندو تہ ڪيئن نہ سندس عقل چرخ تي ويو هوندو ۽ ڪيترين نہ ڪهاڻيون ان جي باري ۾ ٺاهيون هونداڻين؟

جڏهن ٻوليءَ ترقي نہ ڪئي هئي تڏهن انسان جي جذبات رقص ۽ نقاشي ۾ چٽي ويندي هئي. نقش ۽ رقص ۾ بہ تہ ڪهاڻيون هيون، غم غصي، حيرت ۽ هيبت، پيار پڇتاوَ جون ڪهاڻيون. ٻوليءَ ترقي ڪئي تہ دنيا ۾ داستان گو پيدا ٿيا ۽ پنهنجي حيرت انگيز حافظي، چتر زبان ۽ ڊرامائي عمل (Dramatic action) سان ٻڌندڙن کي وندرائڻ لڳا.

تحرير (لکت) جي فن جي ايجاد ٿيڻ بعد انساني زندگيءَ ۾ جي تبديلون آيون. تن مان شعر ۽ ادب جي پيدائش مکيہ آهي. قديم مصري ادب ڏسبوتہ ان ۾ جادو، ٽوٽي،ٽوٽڪي، منتر، تناسخ (جونِ)، روح متعلق ڪيئي ڪهاڻيون ملنديون. سيني کان زيادهہ مشهور ۽ دلچسپ ڪهاڻي هئي تہ ڪيئن موت کان پوءِ روح جامو بدلائي Osiris (آسي رس) وٽ پهچي ويندو هو. جو مصري ديومالا (Egyptain mythology) موجب سڀ کان وڏيڪ مقدس ديوتا هو.

آريہ قوم زمين تي سرڪندي، وڌندي، ڦهلجندي وئي. ان ڀڄن، گيت، ڪيرتن پيدا ڪيا. جن ۾ نرت، سنگيت، ڪوتا جو ميل جول هو. اُپنشد، رامائڻ، مهاڀارت وغيرهہ ۾ ڌرمي ڪهاڻيون جن ۾ ان سمي جي سياسي ۽ سماجي جيوت، راجائن جو رعب داب، پرجا جو ڏک سک، وهم وسوسا، ريتيون رسمون چٽيون ويون، سي ان وقت جي غلاميءَ جي ٻورهٽي تي ٻڌل سڀيتا جو عڪس آهن.

يوناني ادب ۾ اليڊ ۽ اوڊيسي مکيہ جڳهہ والاري ٿو. ان ۾ پنهنجي ماحول جي عڪاسي آهي ۽ ان وقت جا اخلاقي قدر (Moral values) محبت نفرت جا جذبا، رزم بزم جو رنگ ڍنگ ڏنو ويو آهي. ساڳيءَ طرح ٻڌ ڌرم

هندو مت جي سخت گيري (Rigidity) سان ٽڪر کاڌو ۽ گوتم ٻڌ جي زندگيءَ کي ڪهاڻين ۾ پيش ڪري سندس آدرش جي ڦهلاءَ لاءِ ڪتب آندو. عيسائي مذهب ۾ به ڪهاڻيءَ جي رنگيني ۽ دلڪشي گهٽ نه آهي. سڪندر، سيزر، ڪلوپيٽرا وغيره ته تصور جا رنگ محل آهن جن ۾ انسان جا گهري ۾ گهڙا امنگ اُڌما آندا ويا آهن ۽ سندس ادبي روح جي تسڪين لاءِ نوان ذريعا پيدا ڪيا ويا آهن. اسلامي حڪومت به ساڳي چاشني چکي آهي. خود قرآن ۾ احسن القصص (Sublime stories) آندا ويا. الف ليليٰ ته دنيا ڀر ۾ مشهور آهي ۽ نه رڳو اميراڻي زندگيءَ جي شيرين خواب جي تصوير آهي پر غريباڻي حياتي جي وڦلندڙ، وٽ ڪائيندڙ، پاسا بدلائيندڙ سپني جون جهلڪيون به منجهس نظر اچن ٿيون. انهن ڪهاڻين ۾ ظاهري طرح ته حسن عشق، شاهاڻي شوڪت، رنگ روپ، ناچ ڳاني جون ڳالهيون، جنن پرين، ڀوتن پريتن جا داستان، تقدير جون تدبير تي جلهون ۽ ٺٺوليون چٿيون ويون پر سچ پڇ ته اهي افسانا پنهنجي ماحول جا ترجمان هئا. ڪنهن به ڪهاڻيءَ جي تهه ۾ نظر ڊوڙائبي ته اسان کي طبقاتي حقيقت (Class- reality) نظر ايندي. چوڏهين صديءَ جي يورپي ادب تي نظر اچلائبي ته اسانکي بوڪيشو (Boccasio) جون ڪهاڻيون چمڪ ڏمڪ سان نظر اينديون ۽ اسان کي حيرت ۾ وجهي ڇڏينديون ته ڪيئن انهن ۾ زندگيءَ جي بي نقاب تصوير ڪڍي ويئي آهي ۽ جاگيرداري نظام سان سرمايداري نظام جي ڪشمڪش ڏيکاري، چاهه ۽ اتساهه سان نئين آزادي جي طلب ڪئي وئي آهي.

تهذيب ۽ تمدن ترقي ڪندي رهي. انسان جهالت جون ڪاريون گهرايون چيري اڳتي وڌيو ۽ قدرت جي ڪارسازيءَ تي راضي نه رهي، سندس راز سلجهائڻ لڳو ۽ سندس طاقتن تي غالب پوڻ لڳو. صنعتي تهذيب (Indstrial Civilization) پهرين ڪَني ڪڍي ۽ جڻ زندگيءَ ۾ هلچل مچي وئي. جديد ناول ۽ ڪهاڻي ان دؤر جي پيداوار آهي. انگريزي، روسي ۽ فرانسيسي ادب ۾ انقلاب سان گڏ ڪهاڻيءَ جي لکٽيءَ ۾ به انقلاب اچي ويو. زندگي پيچيده ٿيندي ويئي. سندس ضرورتون ضرب ٿينديون ويون ۽ جدوجهد زيادهه شديد ٿيندي وئي. ڪهاڻيءَ جي ٽيڪنيڪ، ادا، رنگ، انداز، ڦهلاءَ به ٽيئن وڌيڪ گوناگون ۽ دلچسپ ٿيندو ويو. هينئر اچو ته موجوده

سرمائيداري ۽ ساميوادي دؤر جي ڪهاڻيءَ تي نظر اچلايون. خاص مثال جيترا زياده ڏبا اوترو مضمون رکو ٿيندو ويندو. ان ڪري بهتر آهي تہ جديد ڪهاڻي جي عام تصور تائين محدود رهون.

### ڪهاڻي ڇو لکجي؟

ڪهاڻي جي ضرورت تي لکڻ تہ اجايو آهي.

هي زندگي ئي هڪ ڪهاڻي آهي، هڪ عجيب غريب، وچتر ڪهاڻي. جنهنجو صفحو صفحو روئاري ۽ ڪلائي، رسائي ۽ منائي، منجهائي ۽ سمجهائي ٿو. انجي سٽ سٽ ۾ يا تہ ڪتڪتائي آهي يا ڇهنبڙي يا ٽڦ يا ٺوڪر. ائين ڪٿي چئجي تہ هيءَ زندگي گهڻيون ئي ڪهاڻيون آهي. ۽ٽي پاسي هر هڪ ڪهاڻيءَ ۾ زندگيءَ جي جهلڪ آهي. ان جي غم يا خوشي، پستي يا بلندي، سختي يا نرميءَ جي ترجماني آهي. جي اسان کي زندگي عزيز آهي تہ ڪهاڻي ڪيئن نہ پياري لڳندي؟ پر جي اسان تي زندگي بار آهي تہ ڪهاڻي پڙهي ان جو ٻوجهہ هلڪو ٿيندو. آخر زندگي خود بہ تہ هڪ ڪهاڻي آهي. تو چئي، مون ٻڌي ۽ پوءِ چڻ تہ هئي ئي نہ! انڪري سماج جي شروعات سان ڪهاڻيون شروع ٿيون ۽ جيستائين سماج کي وجود آهي تيستائين ڪهاڻيون رهنديون.

### ڪهاڻي ڪيئن لکجي؟

مونکي تہ اهو سوال بي معنيٰ لڳندو آهي. هر هڪ انسان پنهنجي دنيا جو مرڪز آهي. هي محل ماڙيون يا جهڳا جهوپڙيون، هي ٻار ٻچا، هي سنگتي ساٿي، سڀ سندس چوڌاري چڪري جيئن ڦري رهيا آهن. هو خود پلڪار جو نقطو آهي ۽ سڄو سنسار سندس چوڌاري ڦري رهيو آهي. ڪهڙو بہ ڪاٺو ڪوجهو، انڌو منڊو هجي تہ بہ پنهنجي ناٽڪ جو هيرو آهي. هو سڄي دنيا جي سڀ کان وڏيڪ اهم شخصيت آهي. سياسي، سماجي، اقتصادي ڦيرا سندس خوديءَ جي آستان تي سلام ڪن ٿا. طبقاتي ڪشمڪش جو گهرو يا ڇڏو عڪس بہ اسان کي ان انسان جي زندگيءَ ۾ ملندو.

بالي ويشيا آهي. ساري رات جسم وڪڻي، شراب جي بدبو ۽ سگريٽ

جي دونھين ۾ ٻوساٽجي، غلاظت، ۽ گندگي جي آغوش ۾ پوئين پهر جو اک لائي ٿي. ظاهري طرح سندس دنيا ميراثين، ڏڪڙن، ناچن ڳائڻ، دام ڪام ڪان سواءِ ڪجهه نہ آهي، پر جي ڪڏهن ڪڏهن پور پوندو اٿس ۽ پنهنجي محبت جو داستان ڇيڙيندي آهي تہ ڄڻ سندس منهن تان معصوميت گهوري ويندي آهي، سندس انگ انگ، لفظ لفظ مان شرافت، سچائي ۽ قرباني بکندي آهي. ان وقت هوءَ پاڻ کي سڄي ڪائنات جو مرڪز سمجهندي آهي ۽ سندس محبوب، جنهنجي ساراهہ مان هوءَ ڍاپندي ئي نہ آهي سو ڄڻ دائري تان کسڪندو ان مرڪز ۾ سمائجي ويندو آهي ۽ سندس روح ۾ رمي، هستيءَ ۾ حل ٿي ويندو آهي. مون سندس زندگي آندي هئي پنهنجي ڪهاڻي "شانتا" ۾. ڪهاڻي لکڻ لاءِ انساني فطرت جو مطالعو (Study of Human nature) ۽ زندگي جي تنقيد (Criticism of life) ضروري آهي. جنهن افسانہ نويس زندگي جي رڳ رڳ ۾ دورو ڪيو آهي. انجي نبض چڱيءَ طرح جاچي آهي، تنهن کي زندگي جو خسيس ۾ خسيس واقعو بہ ڪهاڻيءَ جو مواد مهيا ڪري ڏيندو. صرف هڪ "ڪتڪتائي، چهنڊڙي، ٺڦ يا ٺوڪر" جي ضرورت آهي بس پوءِ تہ قلم ڪنيو ناهي تہ زندگي جا واقعا هڪ ٻئي پٺيان اکين اڳيان رقص ڪندا ايندا، تصويرون ڦرنديون هڪ ٻئي سان ٽهڪنديون، ڀڪنديون وينديون، بنا گهٽي سوچ ويچار جي جذبات پني تي ڇٽبي ويندي ۽ تنهنجي، منهنجي يا ٻئي ڪنهنجي ندگيءَ جون ڏار ڏار ڇوٽيون ڪهاڻيون ملي هڪ ادبي ڪهاڻيءَنا هينديون.

مان بہ جڏهن جذبات جي رواني ۾ لکندو ويندو آهيان تڏهن قلم سولو روڪي نہ سگهندو آهيان. اها منهنجي وڏي ۾ وڏي خامي آهي ۽ شايد خوبي بہ. مٿي جيڪي مون لکيوآهي، اهو منهنجي ڪهاڻي لکڻ جو نمونو ۽ رستو آهي ۽ مان خاص ڪري نفسياتي (Psychological) ڪهاڻيون لکندو آهيان. ڪهاڻي لکڻ جا ٻيا بہ ڪيئي نمونا ۽ رستا آهن.

مٿين ڪهاڻيءَ جي رنگ ۾ گهٽو ڪري ضمير واحد غائب ڪم آندو ويندو آهي. يعني "هو يا هوءَ" سان ڪهاڻيءَ جي ڪردار (Character) کي ڪوٺيو ويندو آهي.

انمان ليکڪ جي پنهنجي ڪردار ۾ وڏيک دلچسپي ۽ ان سان گهري ڄاڻ سڃاڻ يا دوستي بکندي آهي ۽ پڙهندڙ تي سندس لکڻ جي گهرائي ۽

سچائي جو زيادہ اثر پوندو آهي.

ٻيو ان قسم جو عام طريقو آهي ضمير متڪلم ڪم آڻڻ. يعني "مون" جو لفظ ڪردار واسطي استعمال ڪيو ويندو آهي. "مون هيئن سوچيو....." ان مان ٻه خطرا آهن، يا ته ليکڪ جي گهڻي خود اعتمادي (اپ- وشواس) ڪري لکڻيءَ جي سچائيءَ ۾ گمان وڌي ويندو يا ته گهٽتائيءَ جو احساس (Inferiority Complex) سڄي ڪهاڻي جو لطف وڃائي ڇڏيندو.

"مون" کي ڪم آڻڻ جو ٻي خطري طريقو اهو آهي ته افساني جو ڪوئي ڪردار پنهنجي ڪهاڻي پاڻ ڪٿي.

چوٿون نمونو آهي ته مصنف ٻي تعلق ٿي ڪوئي واقعو بيان ڪري. جي هن کي پنهنجي خيالن ۽ جذبن تي ڪافي فني ضابطو آهي ته هي طريقو سڀ کان وڌيڪ پسند ڪيو وڃي ٿو. ليکڪ جي ذاتي خيالن جي رو ۽ هن جي جذباتي پٽ جو جوش ڪهاڻي جو اثر گهرو ڪري ڇڏي ٿو.

ضمير متڪلم ڪم آڻڻ جو هڪ ٻيو نمونو ٻيو ٻه آهي ته ڪهاڻي ۾ هڪ ڪردار جي واقفيت ڪرائي وڃي ۽ پوءِ ڪائي زندگي جي وارتا بيان ڪري.

ڪڏهن ڪڏهن ڪهاڻيون خطن ۽ ڊائرين ذريعي ٻه لکيون وييون آهن.

پر اهي ٻه طريقا اختيار ڪرڻ مهل مصنف کي سوچڻ کپي ته ڇا منهنجي خيالات جي اظهار لاءِ صرف انهن ٻن نمونن مان ئي هڪ موزون آهي؟ ڊائري رستي هڪ پرلطف ڪهاڻي لکي سگهجي ٿي. بشريڪه ان ۾ سڌي سنئين حياتي جي ترجماني يا جذبات جي مصوري ڪئي وڃي. باقي پيچيدا فيلسوفاڻا نڪتا ۽ زندگي جي پرولي سمجهائڻ لئي مٿا ڪُٽِ. ان مان مزو ڪڍي ڇڏيندي.

پر اهي نمونا ڪي قطعي طور آخرين نه آهن. جيتري آهي زندگي گونا گون اوتري ڦير گهير ٿيندي، ڪهاڻي جي نموني ۾ ۽ لچڪ لکڻي ۾. مثال طور ٽيليفون تي گفتگو رستي ڪهاڻي مڪمل ڪرڻ لاءِ ٻه هڪ ٻيو نمونو آهي.

منهنجي نظر ۾ ادب ٻاهرين ماحول (وايو منڊل) جو اديب جي دل تي عڪس آهي. پر شايد مون پنهنجو خيال چڱي طرح ظاهر نه ڪيو. ادب عڪس نه آهي بلڪ تصوير آهي. عڪس ۾ ڪلاڪار جي ڪلپنا جي گنجائش نه آهي پر تصوير آرٽسٽ جي تصور تي دارو مدار رکي ٿي. دل جي دنيا ٻاهرين دنيا کان گهڻي وڏي آهي، ٻي انت، اٿاہ، اونهي! جيئن ڏينهن

جو ڏئل ڳالهيون خواب جي دنيا ۾ ايترو ڦهلجي وڃن ٿيون، جو، انسان ڪائنات جي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ ڪنڊ تائين سير ڪري، پنهنجون ناڪام تمنائون پوريون ٿو ڪري ۽ پنهنجي خوديءَ جي مڪمل اظهار ۾ ڪڏهن به نٿو ڪيبائي، تيئن حال آهي ادبي ڪيفيت (Literary Mood) جو. ڪڏهن ادب ماضيءَ جي ميرانجهڙي فضا ۾ گم ٿي وڃي ٿو، سندس ياد سندس دماغ تي ڪوهيڙي وانگر ڇانئجي وڃي ٿي. جهونيون جهونيون يادگيريون، اڏوريون، ڄاريون، پردهه نشين يادگيريون! ڪڏهن سندس تصور مستقبل تي ڪرٽا ڦهلائي ٿو ۽ سندس دور رس نگاهون آئيندي جي نئين نظام جا خواب لهن ٿيون. مطلب ته هن جي هٽ ۾ ڪهاڻي جا واقعا لاٽونءَ وانگر آهن، جتي وٺيس اتي ڪين ڦيرائي هٽي. ڪڏهن متيءَ ۾، ڪڏهن فرش تي، ڪڏهن ڏور تي لاهي ته دل ۾ آس نراس غوطا کائي، ڪڏهن ترىءَ تي تڪ ٻڌائي ۽ فخر مان ڏسڻ لڳي. هن تي فقط ڏور ويڙهڻ فرض آهي، باقي لاٽون ۽ چڳهه پيا پاڻ ۾ نبرندا.

ڪهاڻي نويس زندگي ڇتي ٿو، پر ان ڇتساليءَ ۾ مٿس بندشون وجهڻ نه ڪپن. هو آزاد آهي، هوا جي لهر جيئن، اجهل پاڻي جي ڇوليءَ جيئن ڇتل!

جيسين ڪهاڻي نويس ۾ سڀ مان ٿورو ۽ ٿوري مان سڀ نه آهي، تيسين هو چڱيءَ طرح ڪامياب ٿي نه ٿو سگهي. ڪيس زندگي تي ڇانئجي وڃڻو آهي؛ سرچ لائيٽ جيئن نه ته، گهٽ ۾ گهٽ ڦڪي چانڊوڪيءَ جيئن. هو سياستدان، فيلسوف، مهاشري جو ماهر، Sociologist وگياني، مطلب ته سڀڪجهه آهي ۽ ساڳئي وقت ڪجهه به نه آهي. هو زندگيءَ جي تصوير ڇتي ٿو، ان جي تنقيد ڪري ٿو، انتي ڪلي ڪلي اسان کي روئاري ٿو، اسان جي دماغ ۾ ڇپٽيون ٿو وجائي ته ”آتي زندگي ڀڄندي ٿي وڃيئي ان جو پيڇو ڪر، تون ڇو پٺتي رهجي ويو آهين؟“ ڪڏهن گونگا، گر سر ڳوڙها وهائي، اسان جي دل ۾ هڪ بي معنيٰ بيچيني پيدا ڪري ڇڏي ٿو ۽ اسين محسوس ڪرڻ ٿا لڳون ته ڪجهه ته دنيا ۾ خرابي آهي، ڪجهه ته اهڙو آهي جو اڪ ۾ وار جيئن چڀي رهيو آهي.

ڪهاڻي پل پهر جو واقعو آهي، ناول جيئن سال صديءَ ۾ نه ٿي ڦهلجي. گهڙيءَ جا گهڙيال آهن؛ پيو انسان بدلجي سدلجي. نيون نيون تبديليون، نوان

نوان تعميري خيال، خوديءَ جو خيال ڪڏهن ڪيئن تہ ڪڏهن ڪيئن؟ جي انهن ۾ ڪو خاص رشتو ناتو، ڪا ڳالهہ ڳانڊاپو آهي تہ پوءِ چو زندگيءَ جون ايتريون تبديليون خيال ۾ رکي انهن ۾ ڪوئي عام تعلق ڳولهجي؟

ناول اسان اڳيان زندگيءَ جي ڏيگهہ رکي ٿو، ڪهاڻي ان جو عميق (Depth) زندگيءَ جي هر واقعي ۾ فلاسافي، نصيحت، ڦڪي ڦڪي ڪل، مٺي مٺي سڌ ڪي، تفريح ۽ دلچسپيءَ جو سامان موجود آهي ۽ ڪهاڻي ان کي اثرائتي نموني پيش ڪري ٿي ۽ ان ڪري شايد ڪهاڻيءَ کي ناول کان وڌيڪ اهميت آهي.

ڪهاڻيءَ جي ٽيڪنيڪ ۽ نوع تي وڌيڪ خشڪ بحث ۾ پوڻ کان بهتر اهو ٿيندو تہ ڪنهن ساهتيہ جي ڪهاڻين تي ٽيڪا ٽپڻي ڪري ان جي هر پهلوءَ تي روشني وجهان.

هندستاني ادب ۾ اردو ڪهاڻيون هڪ نمايان جڳهہ والارين ٿيون.

جديد اردو ڪهاڻيءَ ۾ ڪرشن چندر چوٽيءَ جو ليکڪ آهي. هن ۾ هڪ انقلابي رومانيت (Romanticism) نظر اچي ٿي ۽ هو ان کي رنگا رنگ نمونا ڏئي ٿو. ڪڏهن ڏس تہ جهلم نديءَ جي ڪناري تي هڪ اجنبي عورت تي اڻاهہ اداسي لهرائي ٿي، ڪڏهن دلر ڍنڍ تي هڪ پاتڻيءَ جي زال جنهن جو مڙس روزگار لاءِ پرديس ويو آهي، پنهنجي عصمت چئن سڪن تي وڪڻي ٿي. ڪڏهن پهاڙي نازنينيون اميرن هٿ وڪامن ٿيون، ڪڏهن پڙهيل ڳڙهيل ڇوڪريون پنهنجي مرضيءَ خلاف شادي ڪن ٿيون ۽ سندن نازڪ دل چور چور ٿي ڪئي وڃي. مطلب تہ هڪ روماني فضا ۾ انقلابي چڻنگ لڳائي وڃي ٿي ۽ سندس نازڪ ڪهاڻين ۾ فطرت نگاري ۽ رومانيت ملي، ڪرشن چندر کي دنيا جي بهترين افسانہ نگارن ۾ جاءِ ڏين ٿيون. هن جي هر ڪهاڻيءَ ۾ هن جي انفراديت (Individuality) جهلڪي ٿي.

هو زندگيءَ جي راهہ تي نچندو، جهومندو، ڳائيندو، لهرائيندو نظر اچي ٿو ۽ پڙهندڙ بہ هن سان وجد ۾ اچي ٿو وڃي. هو چپ پڪوڙي، اکيون اگهي هن سماج ۽ تهذيب کي گار ٿو ڏئي ۽ پڙهندڙ جي دل ۾ بغاوت جي آگ پڙڪي ٿي اٿي. هو شراب جو پيالو پيري، چوي ٿو، "پيئو جيئو" پر ساڳئي وقت ڪيس احساس آهي تہ ڪيئي رت جو ڍڪ پيري، صبر ڪري ويلا ٽا

ڪاٿين. هو زندگيءَ کان ڀاڄ ڪائي ٿو وري تازي جدوجهد لاءِ. هن جي ڪل ڳوڙهن- ڳاڙ آهي؛ هن جا لڙڪ مرڪ ۾ پوتل آهن. هن جو مزاح ۽ طنز (humour & Irony) هٿ ۾ هٿ ڏيئي وڃن ٿا. هن بيهودي سماج، وهمي تهذيب، غلام زندگيءَ تي چٽرون ڪندا، مرڪندا، ٺوڪاريندا، ٺڪرائيندا. ڪرشن چندر جادوگر آهي، هندستان جو بهترين اديب آهي.

اُپيندر ناٿ اشڪ وچولي طبقي جي زندگي چٽي، هو ان جا مسئلا، مصيبتون، بيهودگيون، بيتابيون، پريشانيون، پشيمانيون تمام چڱيءَ طرح قلمبند ڪري ٿو. هو پنهنجي ڪتاب "ڪونپل" جي مهاڳ ۾ لکي ٿو تہ "ڪهاڻي- ليکڪ ان ڪامياب تقرير ڪندڙ وانگر آهي، جو پهرئين جملي سان ئي پڙهندڙ جو ڌيان ڇڪي وٺي ٿو، جيئن پوءِ تيئن افساني کي وڌائي، پنهنجي پڙهندڙ جي دلچسپيءَ ۾ اضافو ڪندو وڃي ٿو. ايتري قدر جو چوٽيءَ (Climax) تي پهچي، انهيءَ افساني کي ختم ڪري ٿو ۽ جو اثر هو پڙهندڙ تي وجهڻ چاهي ٿو، سو سڄيءَ شدت ۽ گهرائيءَ سان اُن تي ڇانئجي وڃيٿو."

اپيندر ناٿ وچولي طبقي جي گهرو حياتي، شادي غمي، ڏيتي ليتي، وهنوار، استريءَ جي دردشا اهڙيءَ ريت تہ اٿي گويا، ڪاغذ جو صفحو سئنيما جو پردو ٿي وڃي ٿو ۽ گهمندڙ ڦرندڙ تصويرون اکين اڳيان ڦري وڃن ٿيون.

راجيندر سنگهہ بيديءَ جي ڪهاڻيءَ ۾ واقفيت، رومانيت ۽ مشاهدو ملي ٿو. هن ۾ ديهاتي زندگي جي چاشني آهي، عوام جي سڌي سادي رهڻي ڪهڻي جي جهلڪ آهي، فلاسافيءَ جي دلڪش ملاوت آهي. مثلاً، هڪ ڀار ماءُ کان سوال پڇيو تہ: مان ڪٿان آيس. ماءُ وٽ هالو چالو جواب تہ گهڻيئي هئا، جن مان هينيون وڌيڪ دلچسپ آهي.

"تنهنجو پيءُ هڪ سؤ ٻن گهنڊين وارو چار ڪٽي رام تلائي يا شاهہ بلور جي تلاءَ ۾ مڇيون پڪڙڻ ويو. اتي نہ مڇيون هيون نہ ڪڇو، صرف جورون هيون. هڪڙو ننڍڙو ڏيڏر هو جو هڪ مٽيءَ جي دڙي تي ويٺو آرام سان برساتي گيت ڳائي رهيو هو. اهو تون هئين. تنهنجو پيءُ توکي کڻي آيو ۽ اسان توکي پاليو." ڪهڙي نہ ديهاتي زندگيءَ جي سهڻي روايت ڏني اٿائين! بيدي گهڻو ڪري ڳوناڻي جيوت چٽي آهي. هينئين وچولي طبقي جي حياتي جڻ هڪ ڏاڍي جي ڏار تي تباهيءَ جي غار مٿان لٽڪي رهي آهي، ان کي پوري

درد ۽ دهشت سان چٽيو اٿائين. سندس ڪهاڻيءَ ۾ همدردي، محبت ۽ گهري تلخي جو احساس نظر اچي ٿو.

علي عباس حسينيءَ جون هندو ۽ مسلم وچين طبقي ۽ زميندارن جي براي ۾ سٺيون ڪهاڻيون آهن. هو ديهاتي حياتيءَ جون مصروفيتون، مصيبتون، خوشيون ۽ پريشانيون تمام چڱيءَ طرح بيان ڪري ٿو. هن ۾ انسانيت ۽ فراخدلي آهي. سندس گهڻا افسانا "شاعراڻي انصاف" (Poetic justice) تي ختم ٿين ٿا.

عصمت چغتائي اردو جي بهترين افسانہ نگار عورت آهي. هن پنهنجي جنس کي ننهن کان چوٽيءَ تائين جاچيو آهي، ان جون ڪمزوريون ڪچايون، گڻ اوگڻ محسوس ڪيا آهن. ان جي بيوسي ۽ ناداني پرکي آهي. هوءَ "هندستان جي عورتن کي چئلينج آهي." جهڙو بي خوف ٿي، عصمت سماج جا چلر لاهي ٿي، تهڙو ڪوئي ڪهاڻي نويس نہ ڪري سگهندو. منجهس هڪڙي ڪمزوري آهي تہ هوءَ زياده زور جنسيت (Sexualism) تي رکي ٿي.

سعادت حسن منٽو هندستان جو ڊي- ايچ- لارينس آهي. هو چوندو آهي تہ "جو ڪهاڻي- ليکڪ طوائف خاني (وئيشيا گهر) ۾ نہ ويو آهي، سو ڪڏهن بہ سٺي ڪهاڻي لکي نہ سگهندو." مٿين ليکڪن ۾ شعوري يا لاشعوري طرح طبقاتي ڪشمڪش نظر اچي ٿي.

ڪهاڻي جي تواريخ ۽ ٽيڪنيڪ ۽ جديد اردو ڪهاڻيءَ مان مثال توهان اڳيان رکيا ويا آهن. سنڌي ليکڪ اڃا ان سائيڪل جي نئين سيکڙاٽ جيان آهي، جنهن کي سائيڪل تي چاڙهي ڪنهن ميدان ۾ ڇڏيو وڃي. ان ۾ هو ڏک ڪائي هڏ ڀڃي، ان جو بہ امڪان آهي. پر اها اميد بہ آهي تہ سندس اڻٿڪ ارادو ڪيس ڪوشش ۾ ڪامياب ڪندو. ان ۾ تہ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ سنڌ ۾ جي نوان اديب پيدا ٿيا آهن، تن مان ڪي نہ رڳو پاڪستان پر هندستان جا بہ بهترين اديب ٿيندا. اهو وقت دور نہ آهي جڏهن هنن جي لکڻيءَ جي پختائي ۽ خيال جي بلندي وڏي دنيا کان پاڻ تسليم ڪرائيندي.

جولاءِ ۱۹۴۷ع شيخ اياز

ڊاڪٽر قاضي خادم

# شيخ اياز
## سنڌي ڪهاڻيءَ جو بنيادي ڪهاڻيڪار

جديد سنڌي مختصر ڪهاڻيءَ جي شروعات ١٥- ١٩١٤ع ڌاري ٿيل ٿي ڀانئجي، جڏهن سنڌي ٻوليءَ ۾ سنڌي ساهت سوسائٽي، سندر ساهتيه، سک ٽرئڪ سوسائٽي، ۽ ١٩٣٠ع کانپوءِ سنڌو رسالو جاري ٿيا. جن ۾ پڻ گهڻو تڻو ترجما ۽ ماخوذ ڪيل ڪهاڻيون ئي شايع ٿينديون رهيون. انهن ۾ خاص لالچند امر ڏني مل جون "چمڙا پوش جون آکاڻيون" مشهور ٿيون. جن کان پوءِ ديوان دولت رام- بولچند جي ڪهاڻي "آب حيات" (جيڪا سنڌو مخزن ۾ مارچ ١٩٣٧ع ۾ شايع ٿي- اها ڪهاڻي نيٿنل هاٿورن (Nathnal Hawtho-ran) جي ڪهاڻي Twice told tale تان ورتل هئي) مرزا نادر بيگ جون ڪهاڻيون، آسانند مامتوراءِ جون "ڳنوارڻ" ۽ ٻيون ڪهاڻيون، عثمان علي انصاريءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو "پنج"، امر لعل هنگوراڻيءَ جون ڪهاڻيون (ادو عبدالرحمان ۽ هيءَ به رانجهوءَ سنڌي رمز، جيڪا ڪهاڻي پڻ موپسان جي "مون لائيٽ" تان ورتل هئي.) شيخ عبدالستار جي "رحيما،" گوبند پنجابيءَ (مجموعو سرد آهون١٩٤٢ع) حشوڪيولراماڻي (هڪ- ٻه- ٽي ۽ ٻيون ڪهاڻيون) ڪروڙ پتي، نجم عباسي، شيخ اياز ۽ ٻيا ڪي ليکڪ آهن، جن مان ورهاڱي کانپوءِ سنڌ ۾ ڪروڙ پتي، نجم عباسي ۽ شيخ اياز ئي وڃي رهيا.

متين انگن اکرن تي نظر وجهڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته شيخ اياز سنڌ جي اوائلي ڪهاڻيڪارن مان هڪ آهي ۽ ورهاڱي کان اڳ واري دؤر ۾ سندس ڪهاڻيون "سفيد وحشي"، "پاڙيسري"، "ڪارو رنگ"، "رولو"، "ڪلٽي"،

"نظيران" ۽ پيون ڪهاڻيون ڪافي داد حاصل ڪري چڪيون هيون. "ڪلٽيءَ" لاءِ پروفيسر منگهارام ملڪاڻي لکي ٿو. "هيءَ هڪ نهايت نفيس سيرت نگاريءَ جي آڪاڻي هئي ۽ سنڌ ۾ نڪتل اصلوڪين ڪهاڻين مان آخرين شاهڪار هئي." (سنڌي نثر جي تاريخ- زيب ادبي مرڪز حيدرآباد ١٩٧٧ع).

شيخ اياز جي ڪهاڻين تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو، ته هو شروع کان وٺي هڪ آدرشي انسان رهيو آهي. نه فقط ايترو، پر هن جو مطالعو ايترو ته گهرو ۽ وسيع هو، جو هن پنهنجن ڪهاڻين کي به ادب جي مروج وصفن پٽاندڙ ئي لکيوهو. تڏهن ته هو، پنهنجي ڪهاڻين "ڪارو رنگ" ۽ "شرابيءَ" کي Surrialistic ٿو ڪوٺي (سفيد وحشي صفحو١٠) سفيد وحشيءَ جي باري ۾ هو پاڻ لکي ٿو ته، "جنگ ڪانپوءِ سنڌي جنتا جي جاڳرتا جو نظارو مون سفيد وحشي ۾ چٽيو آهي. عوام سياسي معاملن جي مونجهارن مان نه ڇاٽي. هن جي سمجهه سڌي سنئين آهي ته اسان جي پيٽ تي لت اچي رهي آهي ۽ لڄ لٽجي رهي آهي. ان سادي پر سخت بغاوتي احساس جي تصوير آهي "سفيد وحشي!" (سفيد وحشي صفحو ٨)

اياز جي ڪهاڻين جي مطالعي وقت ان دؤر جي ويهين صديءَ جي ٽئين ڏهاڪي کان ورهاڱي تائين، سنڌ ۾ هندستان جي سياسي، سماجي ۽ فڪري حالتن جو جائزو وٺڻ انتهائي ضروري آهي. خاص ڪري جو هڪ طرف ١٩١٩ع واري روسي پرولتاري انقلاب ۽ پهرين جنگ عظيم جا اثرات هن علائقي تي فڪري توڙي جسماني طرح تمام گهرا پيا هئا. ترقي پسند تحريڪ پنهنجا قدم جمائي ورتا هئا ۽ نوجوانن لاءِ ان ۾تمام وڏي ڪشش هئي. روايت کان بغاوت جو دؤر جاري هو ته ٻئي طرف هندستان ۾ انگريزن جا پويان پساهه هئا. آزاديءَ جي تحريڪ ورهاڱي جي صورت اختيار ڪري رهي هئي. هن خطي ۾ رهندڙ انسانن جا مذهب جي بنياد تي فرقا ٿيڻ جي ورهائجي چڪا هئا. دلين ۾ قوت پئجي رهي هئي ۽ جسماني علحدگيءَ جا آثار به ظاهر ٿي چڪا هئا. ويندي ويندي انگريز برِصغير تي هڪ خوني وار ڪري ويا هئا. ان جو وجود ٽڪرا ٽڪرا ڪري پئي ويا. اهي ٽڪرا جاگرافيائي، تاريخ ۽ ثقافتي ته هئا ئي، پر انهن هتي جي باشندن کي جذباتي

طرح بہ ٽڪرا ٽڪرا ڪري وڌو هو. اهو ئي سبب آهي جو "سفيد وحشيءَ" ۾ انگريزن سان نفرت ڪرڻ وارو، "پاڙيسريءَ" ۾ پنهنجي ورهايل وجود جي حفاظت ڪرڻ چاهي ٿو. هو سوچي ٿو تہ: "هندوءَ سان گڏ ڪونہ رهي سگهندو. هندوءَ ڪي ماري وجهندو، ڪهي ڇڏيندو." جڏهن هڪ پاڙيسرياڻي پاڙي جو ننگ ٿي وجهي ۽ يقين نہ ٿي ڪري تہ سندس پاڙيسري ڪيس ماري بہ سگهي ٿو. جنهن سان گڏ هُن عيد ۽ ڏياري گذاري آهي، جنهن سان گڏ ڀير ڇاٽيا آهن، پر جي اهو ماري تہ ان جو موت بہ اڪين تي چوي ٿي. تہ ليکڪ پنهنجي ڪردار مان پاڻ ڳالهائي ٿو. "بِهار ۾ مسلمان پائر تہ ماريا ويا ، پر ان ۾ پيسوءَ ماءُ جو ڪهڙو ڏوهہ؟ ان ڪي ڇو ماريو وڃي؟ بيشڪ هن صوفين جي سنڌڙيءَ ۾ فساد ڪڏهن بہ نہ ٿيندا. ڪير اهڙو ظالم سنگدل ٿيندو، جو پاڙي جو ٻچاءُ نہ ڪندو ۽ بيواهن جو گلو ڪاٽيندو؟ سندس ڪنن ۾ ڪنهن ساڳيو لفظ پٽڪيو، جَمُ سنڌ، سندس من جو مونجهارو لهي ويو ۽ سندس دماغ چڻ ڪلين شيوٽي ويو." (پاڙيسري)

پاڙيسري ڪهاڻي هڪ حجام جي ڪردار جي حوالي سان، ورهاڱي کان اڳ جي شڪارپور جو پورٽريٽ آهي. جنهن جو بنياد انساني فڪر، محبت ۽ احساس تي ٻڌل آهي. هن ۾ انساني جذبي ۽ رشتي کي دنيا جي ٻئي هر جذبي ۽ رشتي تي فوقيت ڏني، اياز جي فڪر جو دائرو پنهنجي ماڳ ۽ مڪان جي حوالي کي ٽوڙڻ ڪانسواءِ ئي ڪائناتي دائري ۾ پهچي وڃي ٿو.

اياز جي ڪهاڻين جي خاص خوبي اها بہ آهي تہ هن جون ڪهاڻيون هڪ جهڙيون نہ آهن، پر هر ڪهاڻي مختلف وزن ۽ رفتار جي آهي. "پاڙيسريءَ" وارو اياز، "سفيد وحشيءَ" ۾ مختلف آهي. "رولو" وارو اياز "ڪلٽي" واري اياز کان مختلف آهي. "ڪارو رنگ" وارو اياز "نظيران" واري اياز کان مختلف آهي. انهن ۾ جيڪا هڪجهڙائي آهي تہ اها آهي تہ اياز جي رومانوي ٻولي، جيڪا هن جي اندر ۾ ويٺل شاعر جو عڪس چئجي تہ بهتر ٿيندو. پر ان هوندي بہ، سنڌي ڪهاڻيءَ جي باري ۾ پنهنجو نظريو آهي، هن جي نظر ۾ "سنڌي هڪ جدا قوم آهن. سنڌن زندگي، سڀيتا، روايتون، ٻولي، نالا مطلب تہ سڀ ڪجهہ هندستان جي ٻين پرڳڻن کان علحدو آهي. جي ليکڪ تي ساهتيہ جو اثر آهي، ٻاهرين ماحول جو ليکڪ جي اندرين جذبن ۽ احساسن

تي، تہ سنڌ جو ادب بہ هڪ خاص شخصيت رکندو. هو خاص رنگ ۽ ادا جو مالڪ ٿيندو ۽ اها خصوصيت جي ڪنهن ڪهاڻيءَ ۾ نہ هوندي تہ اها ڪهاڻي ڪانو جيان مور جي رفتار ڏسي، پنهنجي چال وساري ويهڻ جي مثال ٿيندي." (سفيد وحشي ٧)

ان طرح شيخ اياز سنڌ جي جديد مختصر ڪهاڻيءَ جو هڪ اهم ڪردار بنجي ابري ٿو. خاص ڪري ان صورت ۾ جو هن جون ڪهاڻيون اصلوڪيون آهن تہ نج سنڌي ماحول جي عڪاسي بہ ڪن ٿيون. هن جي ڪهاڻين جا موضوع، ڪردار، ٻولي ۽ فڪر نج سنڌي آهي ۽ پنهنجي دؤر جي لاڙن ۽ نظرين کي پيش ڪندا نظر اچن ٿا. نہ فقط ايترو، پر هو ماحول کي نئون رخ ڏيڻ ۽ اصلاح ڪرڻ جو ڏس بہ ڏيندو نظر اچي ٿو. هڪ طرف هو انقلابي آهي، باغي آهي تہ ٻئي طرف هو حساس انسان. هو انسان جي جسم نہ، پر هن جي روح ۾ نهاري ٿو.

"ڪارو رنگ" ئي ڏسجي تہ هن ڪيئن هڪ اهڙي ڪردار کي پنهنجي ڪهاڻيءَ جو موضوع بڻايو آهي، جيڪا ڪنهن بہ لحاظ کان سورمي يا هيروئن بنجي نہ ٿي سگهي. ان ۾ هو ڪيئن تہ ڪارو رنگ جي مخصوص سونهن کي محسوس ڪري ٿو. "هوءَ رنگ جي ڪاري هئي، جڻ تئي جي پٺ ڏٺئہ. جڏهن وهنجي سنجهي منهن کي ڪريم لائي نڪرندي هئي ۽ اها اُس ۾ رجي ويندي هئي، تڏهن هن جو منهن ٻهڪندو تڙي پوندو هو." (ڪارورنگ) نہ فقط ايترو، پر هن وٽ ڪاري رنگ جي خوبصورتيءَ جو جواب بہ آهي. هو اِڪتي لکي ٿو، "مون هنرنگ کي خوبصورت ڪيئن ڪوٺيو! پر مان توکان پڇان ٿو تہ ڪاري ڪاري رات، اٿيهين اونداهي، خاموشي جي سير ۾ لڙهندي خوبصورت نظر نہ ايندي آهي ڇا؟" هي هڪ آزاد ۽ منفرد سوچ رکندڙ جو ذاتي خيال آهي. هو زماني جي ناهيل ماپن تي نہ ٿو هلي، بلڪ هن وٽ سونهن ۽ ساڀيا جا پنهنجا ماپا آهن. بائيبل ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي تہ "جڏهن حضرت عيسىٰ خراب ڪم ڪندڙن، وياج خورن، بدمعاشن سان گڏ ويٺو تہ چگن هن کي چيو تہ اي مسيح! تون هنن ٻرن سان ڪيئن ويٺو آهين. مسيح وراڻيو. آءٌ هنن ٻُرن لاءِ ئي آيو آهيان، انهن سان تڏهن وينو آهيان." چڱن کي هر ڪو چاهي ٿو. سهڻن جي پوڄا تہ هر ڪو ڪري ٿو، پر سونهن فقط رنگ

۽ نقشن سان نہ آهي، بلڪ سونهن اها آهي، جيڪا اندر جا جذبا جاڳائي سگهي.. اياز وٽ سونهن سچ جو نالو آهي، ۽ جڏهن ڪاريءَ وٽان سچ هليو ٿو وڃي تہ هو اچي ٿيو ٿي پوي، يعني ڪوڙي ٿيو پوي.

هن ڪهاڻيءَ لاءِ خود اياز جي راءِ هيءَ آهي تہ. "ڪارو رنگ" هڪ گهٽ معمولي (Sub normal) انسان جي طبيعت جي ڦير گهير جو نہ وسرندڙ احساس آهي. ان ڪهاڻيءَ کي ڪنهن غير ترقي پسند، ذهن جي بي معنيٰ قلابازي ادهم جي ميرانجهڙي تصوير ڪوٺيو تہ مون کي ڪو عجب نہ لڳندو." (سفيد وحشي ١٠)

"زولو" ۽ "شرابيءَ" ۾ شيخ اياز هڪ رومانوي اديب ٿي اڀريو آهي. هڪ اهڙو شخص، جيڪو پنهنجي ذات کي مختلف واسطن سان ڇاڻڻ چاهيندو هجي. وطن، قوميت، ذاتي احساس ۽ فڪر ان جا خاص محرڪ آهن. ٻاهرين دنيا ۽ اندر جي دنيا جا ٽڪراءُ، تضادات، انساني بنيادي قدر ۽ جذبا، اهي ئي آهن، هنن ڪهاڻين جو بنياد- "زولو" کي تہ هو مضمون ٿو ڪوٺي، "هن ڪتاب جو مضمون زولو (جو ڪهاڻي نہ بہ چئجي) سنڌ جي انهيءَ محبت سان پُر آهي. سنڌ ۾ اداڪار "زولو" پنهنجي وطن جي ڪنڊ ڪڙڇ سان دلچسپي رکي ٿو، سندس نظر تنگ يا محدود ناهي. پر ان حب الوطني جي جذبي جي پيدائش آهي، جو ڏسي رهيو آهي تہ مادر وطن هڪ ڦير گهير جي دؤر مان لنگهي رهي آهي ۽ ممڪن آهي تہ ان ڦير گهير ۾ سندس شخصيت باقي نہ رهي. سندس ٻولي اردوءَ ۽ هنديءَ جي جهيڙيءَ ۾ ناحق ناس ٿيو وڃي. سندس سنڌ سرسبز ٿيڻ بدران پاڪستان ۽ هندستان جي سوال تي پنجابين ۽ بهارين جو نذرانو ٿي وڃي ٿي." (سفيد وحشي)

هي اديب لاءِ اهو مقام آهي، جتي خارجي زندگيءَ جون حقيقتون پنهنجي مڪمل تلخيءَ سان، هن جي مثالي سوچ تي اثر انداز ٿين ٿيون. هو پرماريت ڪندڙ قوتن جي مخالفت ڪري ٿو. اهي پرمار ڌاريا، غير وطني بہ ٿي سگهن ٿا، پنهنجا ۽ وطني ماڻهو بہ ٿي سگهن ٿا. هڪ هنڌ تہ هڪ اديب انسان ذات کي گم ڪري ڇڏي تہ ٻئي هنڌ پنهنجي ذات جي بچاءُ خاطر هو سڀي انسانذات سان جنگ جوٽڻ لاءِ تيار ٿيو وڃي. اهو ئي خاص متو فرانس جي جنگ ڪانپوءِ Post war واري وجوديت (Existantialism) جي فلسفي ۾ بہ

هو، فرانسيسي اديب جان پال سارتر (Jan pal Sarter) جا ڊراما، ناول ۽ ڪهاڻيون اصل پنهنجي وجود جي بقاءَ لاءِ لڙجندڙ جنگ جون ڪهاڻيون آهن. اهو ئي حال ڪجهه ورهاڱي واري دؤر ڪان وٺي اسان جي ادبي فڪر ۽ فلسفي جو به آهي. ۽ اهو اياز جي ڪهاڻين جي پس منظر ۾ به نظر اچي ٿو. غلط ريتن رسمن، جيئن "نظيران" ۾ نظر ايندو، يا سياءَ جي تبديلي، جيئن "ڪارو رنگ" ۾ نظر ايندي، يا غير ملڪين سان نفرت، جيئن "سفيد وحشي" ۾ آهي، يا پنهنجن صدين جي ساٿين لاءِ همدردي جيئن "پاڙيسري" ۾ نظر ايندي، يا وري "شرابي" واري وجود ڪان انڪاري ڪيفيت، انهن سڀني جي پويان، پنهنجي وجود جو دفاع ڪرڻ جو هڪ جذبو نظر اچي ٿو.

شيخ اياز جي ڪهاڻين جي هڪ وڏي خوبي، هن جي دلڪش ٻولي آهي. نه فقط هن جا ڪردار پنهنجن جذبن ۽ حالت پٽاندڙ ڳالهائين ٿا، بلڪ هن جو بيانيه انداز به نهايت خوبصورت آهي، پاڙيسريءَ ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو: "خانو شاهي باغ ۾ پنهنجي هندو دوستن سان پيڳت تي ويندو هو. جڏهن پيڳت ڪن تي هٿ رکي شاهه جو ڪلام ڳائيندو هو ته "ٿڏي وسائج ٿر جي، مٿي مٿيءَ مٿاهَ، جي پويون ٿئي پساهُ، ته به نجاهه مڙهه ملير ۾. تڏهن اها عجيب فضا پيدا ٿي ويندي هئي، جو سندس دل چاهيندي هئي ته اتي مران، انهي ڊگهي ٿڌي ٻڙ جي درخت هيٺان. ٻڙ جا ڏينو ڪري، منهنجي قبر کي گل گل ڪري ڇڏين. شاهي باغ جي ٿڌي ٿڌي هوا منهنجي قبر کي ٻهاري ڏئي، منهنجي قبر کي صفا ڪري ۽ جڏهن پيڳت ڳائي، تڏهن ان جي ڏوهيڙي جون لهرون ۽ رابيل جي خوشبو، ملي منهنجي روح کي گد گد ڪن ۽ مان قبر ۾ به سر ڏوٽيان، ڳايان، لهرايان." يا وري رولوءَ ۾ لکي ٿو، "بين جو آواز رات جي سناٽي کي چيريندو، ڪوهين دور نڪري ويو. چؤطرف اوندهه هئي، پوري اُماس. تارا هڪبئي سان اشارا ڪري رهيا هئا ۽ انسان جي اڙٻنگائيءَ تي مرڪي رهيا هئا. ٿڌي ٿڌي هوا بدن ۾ سياٽو وجهي رهي هئي. ڏهه پندرهن منٽ مس گذريا ته هن پريان هڪ ڇوڪري ڏٺي، جا وڏيون وکون کڻندي، سهڪندي تي آئي ۽ ٻن ڇڻن قدمن تان ڊڪ ڀري اچي ٻڪرار جي چاتيءَ سان لڳي..... ڪهاڙيءَ جي چمڪندڙ ڌارا جو خيال نه ڪري، هوءَ پرينءَ جي بين جي آواز تي پنيوريءَ جيئن اڏري آئي. موت ۽ محبت تارازيءَ

جي پڙ ۾ هئا، هن سودو قبوليو هو." اهڙيءَ طرح هن جي هر ڪهاڻي ٻوليءَ جي لحاظ کان تمام دلڪش آهي.

شيخ اياز سنڌ جي جديد ڪهاڻيءَ جي باني مان هڪ آهي، هن جون ڪهاڻيون اصلوڪيون ۽ نج سنڌي آهن، جن ۾ هن پنهنجي دؤر جي مڪمل عڪاسي ڪئي آهي. حالانڪ موجوده دؤر ۾ مختصر ڪهاڻيون هڪ جدا انداز اختيار ڪري چڪيون آهن، پر مقصد ۽ فڪر جي لحاظ کان شيخ اياز جوں ڪهاڻيون اهو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن، تہ انگريزن جي تسلط واري دؤر ۾ بہ سنڌ جي بيباڪ اديبن پنهنجي ضمير جو ساٿ ڏنو ۽ انقلابي ادب تخليق ڪيو.

# شانتا

هوءَ هنڌ مان اٿندي هئي تہ سندس لڱ لڱ ٽٽندو هو. پر تڏهن بہ هن مان پرهہ جو اٿڻ جي عادت نہ وئي. صبح جو امرت- ويلو، جڏهن فضا جون ڪاريون گهرايون ڇڊيون ٿي ويندڀون هيون ۽ هوا ۾ سرٽيون چيخون ڪنديون اڏامنديون هيون، تڏهن سندس روح ان گندگي ۽ غلاظت جي دنيا کان دور پڇندو، سرٽين جو پيڇو ڪندو، آسمان جا تهہ چيريندو هڪ پاڪيزگي ۽ پيار جي دنيا ۾ وڃي پهچندو هو. جتي نہ عصمت جو ڍونگ هو نہ دولت جي غلامي نہ سماج جي لعنت نہ محبت جو مصنوعي ڏيکاءُ. نہ رات جو اوجاڳو نہ ڏينهن جو ڳاراٽو. صبح جو اٿي هوءَ ٿڌي پاڻيءَ سان منهن ڌوئيندي هئي تہ چڻ سڄي رات جو گناهہ ۽ گندگي ڌوپي ويندو هوس. ساري نيپيئر روڊ تي چڻ چپ لڳي پئي هوندي هئي، نہ ٽرام جو شور غوغا، نہ مڪرانين جو گار گند، نہ گاڏي وارا نہ پان فروش، نہ راهي. ها، صرف هڪ پنگي رستي تي ٻوهاري ڏيندو هو ۽ پنهنجي لئيءَ ۾ ڳائيندو هو، ”چندا ديس پيا ڪي جا.“ هن جي دل چوندي هئي تہ جيڪر ان پنگيءَ کي بيهاري ڪائنس پڇي تہ هو اهو راڳ ڇو ڳائيندو آهي. ڇا هن کي بہ ڪو گهڻ گهرو آهي؟ جنهن کي هو پيا ٿو ڪوٺي، جو سندس زندگي تي ڇانئجي چڪو آهي، جو سندس نيراڻي ننڊاڪڙي يادگيريءَ ۾ وسي رهيو آهي يا هو صرف وندر لاءِ ڳائي رهيو آهي؟ ان پنگيءَ جي راڳ ۾ خوشيءَ جي لهر هوندي هئي جا سندس راڳ ۾ نہ هوندي هئي. رات جو سئنيما جا گانا، اردو غزل، ٺمريون وغيره ڳائيندي هئي ۽ سندس سر ۾ ايترو ميناج هوندو هو جو ٻڌندڙ جهومي اٿندا ها ۽ پيالا جهلي چوندا ها ”جيو، خوش رهو.“ پر هن کي ان رات مان ڪو لطف نہ ايندو هو. اهو ميناج ڪوڙو هو. سئڪرين جهڙو ۽ نہ کنڊ جهڙو. ان

ڀنگيءَ جي لات ۾ اها ڪشش هوندي هئي جا هن ڪنهن ٻہ گوئيي، قوال يا استاد ۾ نہ ڏٺي هئي. جهاڙوءَ جي سُرتي هو ڳائيندو هو، بي خطرو، بي پرواهہ! هوءَ روز ڪيس ٻڌندي هئي ۽ سندس هانو تان تور لهي ويندو هو، سندس پاپ جو احساس گهٽجي ويندو هو ۽ سندس سارو ڏينهن شانتيءَ ۾ گذرندو هو. سندس نالو سو شانتا هو، باقي سچي شانتا جي تہ ڪيس موت کان پوءِ ٻہ اميد نہ هئي.

نيم موجب شاتتا اڄ ٻہ بالڪنيءَ ۾ اچي ٻيٺي ۽ جيئن ڀنگي جهاڙو ڏيندي ڳايو، تيئن ڄڻ سندس رڳ رڳ ۾ مٺو زهر دورو ڪري ويو. هن ڀنگيءَ کي سڏ ڪري راتوڪيون ڊبل روٽيون ۽ مٺائي ڏني ۽ مرڪندي کانئس پڇيو، ”تنهنجو نالو ڇا هي؟“

”رامون.“ ڀنگيءَ ڪنڌ جهڪائي جواب ڏنو ۽ مٺائي وٺي هليو ويو.

شانتا پوءِ بالڪني ۾ نہ بيٺي ۽ اچي پلنگ تي ڪري ڄڻ ڪو ڀاري پاپ ڪيو هئائين يا وڏو پڇ. سندس دل ۾ خوشي ۽ غم لامارا ڏيئي رهيا هئا. هڪ عجيب انوکي، بي معنيٰ چورا ڪورا ڪيس بيتاب بڻائي رهي هئي ۽ هن ويهائي ۾ ڪٿي منهن لڪايو. جڏهين اٺين تہ سڄي سيرانڌي آلي ٿي پئي هئي. سارو ڏينهن ان بيچينيءَ ۾ گذريس ۽ رات جو ٻہ ناچ ڪندي ڄڻ ڪيپايائين ٿي. ڪيس پنهنجن گراهڪن کان هونءَ نہ خاص نفرت هوندي هئي نہ محبت. هوءَ ننڍي کان ان پيشي تي هيرائي ويئي هئي. ڪيس صرف ايتري يادگيري هئي تہ سندس ماءُ کي سندس پيءُ ڇڏي ڏنو هو ۽ پاڻ وڃي هڪ ڪرستان چوڪريءَ سان شادي ڪئي هئائين. سندس ماءُ کي پهريون لوڪ- لڄا جو خيال ٿيندو هو ۽ چوري ڇپيءَ عصمت وڪڻندي هئي. رنجيت- ٽاڪيز ۾ رهڻ چوڏيهن آني واري ڪلاس ۾ وڃي وهندي هئي ۽ اتان گراهڪ ڦاسائي ايندي هئي. پر اتان پورت نہ پين تہ ڪلي ڪلائي هلي آئي نيپيئر روڊ تي، پر شانتا جو روح ان هوندي ٻہ ڦير لاءِ سيڙائيندو هو. جڏهن هيرا لعل جا پان سان ڳاڙها، گندا، اگاري لڳل ڏند، سندس وٺيل مڇون، سندس خوفناڪ شراب ۾ مخمور اکيون، سندس ڳلن ۾ کڏون ۽ اکين هيٺان ڪارا نشان! ڏسندي هئي تہ چوندي هئي: اف! کهڙي نہ بڇڙي شڪل آهي دئيت جي!

وڏيرو لال بخش رنگ جو ڪارو، دل جو ان کان وڌيڪ ڪارو، پيٽ-

وڏو، واري سان آفيم جي گولي کائيندڙ ۽ اوڳرايون ڏيندڙ. شانتا جي دل ۾ ايندو هو تہ جيڪر پٽڪي ۾ لٽڪائي ڦاسي ڏئيس ۽ پوءِ هُلائي تہ آفيم جي پنڪيءَ ۾ ساهہ نڪري ويس. پر ٻنهي جو ٻتون پريل هوندو هو. ٻنهي جي ڪيسن مان ربين جي جهٽڪار ايندي هئي، جا سندس گهگهرن جي جهٽڪار سان ملي عجيب سر پيدا ڪندي هئي. ٻيا بہ ڪيئي آدمي وتس ايندا هئا، پريم چند ڪلارڪ، ناصر علي صوبيدار وغيره ۽ هوءَ سڀني جي آجيان ڪندي هئي. هندو مسلم جي اتحاد جو نظارو ڏسجي تہ وئشيا جي گهر ڏسجي. اڪنڊ هندستان، پاڪستان ٻئي پيگ ۾ ملي جُلي وڃن ٿا، پر اڄ هن جي طبيعت ۾ ڪجهہ اُباٽڪائي ۽ رڪائي هئي. هيرا لال چئي رهيو هوس تہ: ”ميري جان، طبيعت ڪيسي هئي؟“ لعل بخش ڪيس پان ڏئي رهيو هو ۽ ڳائي رهيو هو، ”ڪجهہ تہ پلا ڏينم سڄڻ ڪجهہ تہ پلا ڏي.“ ۽ پنڪي تي آيس تہ ڪنڌ وجي ٿي وهاٽي سان لڳس.

پر اڄ اها مصنوعي مرڪ بہ شانتا جي منهن تي نہ هئي. سندس روح ٻئي هنڌ وسي رهيو هو، ڪٿي؟ اها خبر هن کي بہ نہ هئي! رات جو پاسا ورائيندي اک لڳي ويس ۽ هن هڪ عجيب خواب ڏٺو. سندس دل ۾ چوڌاري گند ۽ ڪچري جا ڍير لڳا پيا هئا ۽ رامون ٻوهاري ڏئي اهي پاسي ڪري رهيو هو. پنجين وڳي هن کي جاڳ ٿي ۽ هوءَ سڌو بالڪني ۾ آئي ۽ يڪدم رامونءَ کي سڏ ڪيائين. هن ڪيتريون ئي منايون ۽ ڊبل روٽيون بچائي رکون هيون ۽ اهي سڀ رامون کي ڏنائين. شانتا ٻيو تہ سڀ ڪجهہ ڪندي هئي پر گوشت نہ کائيندي هئي. (وئشيا ۽ ويشنو! رنڊي ۽ گگدام جانورن لاءِ ديا!) ان ڪري سندس گراهڪ هن لا منائي آڻيندا ها. رامون تعجب مان ڏٺو ۽ پوءِ چپ چپ کائنس منائي وٺي هليو ويو.

ائين منائي ڏيندي شانتا کي هفتو گذري ويو. هينئر هو منائي ڏئي دل ۾ تسڪين محسوس ڪندي هئي. هوءَ رامونءَ سان وڌيڪ محبت ۽ آزاديءَ سان ڳالهائيندي هئي. ڪيس ناچ گاني، ڊوڪڙين، ميراسين، گراهڪن جون ڳالهيون ٻڌائيندي هئي ۽ ساڻ ساڻ اهو بہ ٻڌائيندي هيس تہ هوءَ ان زندگي مان ڪڪ هئي. رامون ڪيس ٻڌائيندو هو تہ ڪيئن سندس جانوءَ مڪراني سان جهيڙو ٿي پيو. ڪيئن سندس جمعدار ڪيس دٻايو هو. ڪيئن...... ان

ڪيئن ڪي نہ ابتدا هوندي هئي نہ انتها. هوءَ رات جو ڪنهن ڪي نہ تڪائيندي هئي، پر هڪ رات جو هيرا لال ستي ۾ چار هزار ڪمائي آيو هو ۽ پئسي جي لالچ تي هن کيس سڄي رات تڪايو. ساري رات هن سندس بدن نپوڙيو، سندس جوانيءَ جو رس چس چوسيو. ساري رات سندس ساهہ شراب جي بدبوءِ سگريٽ جي دونهين ۾ ٻوساتجي رهيو هو. هن کي پنهنجي زندگيءَ کان ايتري نفرت آئي جو جڏهين سندس ڪن تي "چندا ديس پيا ڪي جا" جو آواز پيو تڏهين هن چاهيو تہ ڪيڏانهن ڀڄي وڃان. هن پاپ جي نگر کان دور، جتي نہ پئسي جي پوڄا ٿئي نہ پيار وڪامي. جتي نہ هي انساني بگهڙ هجن نہ سندم بدن نپوڙجي. دور، ڪنهن سچائيءَ ۽ شرافت جي دنيا ۾، ڪنهن سانت ۽ ايڪانت جي سنسار ۾. هن ڪوشش ڪئي تہ هيرا لال کان جند ڇڏائي راموءَ کي منائي ڏئي. هيرا لال کيس ٻانهن کان جهليو ۽ نشي جي هلڪي غبار ۾ چيو: "ميري جان، ڪهان جا رهي هو؟" شانتا کيس پلنگ تي ڌڪو ڏنو ۽ پاڻ منائي ڪٽي ڏاڪڻ وٽ آئي. هن راموءَ کي سڏ ڪيو ۽ اوچتو چيو: "رامون مون کي هتان ڪيڏانهن وٺي نہ هلين؟ مان هتي بيزار ٿي پئي آهيان جڻ حياتي وهہ پئي لڳي. هي بانس، دونهين، مڪر جي دنيا جڻ منهنجو ساهہ نپوڙي رهي آهي. تون مون سان هل تہ ڪيڏانهن ڀڄي هلون، پري هن پاپ جي مايا کان پري، هن ڪُجسي جيون کان دور!"

هوءَ هڪ ساهہ ۾ اهي جملا چئي ويئي جڻ وقلي ٿي. راموءَ سمجهيو تہ شايد شراب جو اثر اٿس سو چيائينس تہ، "پر ماتما توکي سکي رکي، مون کي زال آهي، ٻار آهن جي روز منائي کائي توکي آسيسا ڪندا آهن. مان توکي ڪيڏانهن وٺي وڃان. رام سواميءَ ۾ مون کي هڪ جهوپڙي آهي، جنهن ۾ نہ بجلي آهي نہ غسل خانو نہ غاليچا نہ پلنگ! مان غريب توکي ڪٿان پالي سگهندس. ٻيو مون کي نيات وارا ڇا چوندا......."

شانتا بنا منائي ڏيڻ جي ٻہ ٻہ ڏاڪا ٽپندي ڏاڪڻ چڙهي ويئي. پويان اڪر ٻڌي سندس خوديءَ کي سخت چوٽ آئي. "مون کي نيات وارا ڇا چوندا. مون کي نيات وارا ڇا چوندا." اهي لفظ جڻ سندس مغز ۾ متڪا هڻي رهيا ها. "هن کي نيات وارا ڇا چوندا؟ هن کي نيات وارا چوندا تہ تو وئشيا آندي آهي، ڪميني، ذليل وئشيا! هن ڀنگي جنهن کي ساري دنيا اڇوت

تي سمجهي سو به مون سان چوٽ چاٽ پيو ڪري. مان پنگي ڪان به خراب آهيان." چڻ ڪنهن سندس روح ڪي زور سان ٻه لتون هنيون ۽ هوءَ ڦهڪو ڪري اچي مناٺيءَ سوڏي هيرا لعل پرسان ڪري. هيرا لعل مناٺيءَ جي چڪي وات ۾ وجهي ڳائڻ لڳو: "ساجن موري روٺ گئي هين"

"ساجن ن ن...... موري ري ري ......... چندا ......... ديس س س ......... هي ...... هي....... ميري جان يه مناٺي تم پيي ڪاٺو."

# رفيق

نجما ۽ موهن ڪياماڙيءَ تان پنڌ موٽي رهيا هئا. سندن منهن مان مسرت ٽمي رهي هئي. اڄ ڊاڪ مزدورن جو اسٽرائيڪ پورو ٿيو هو ۽ هر مزدور جي پگهار ۾ ۸ آنہ روزانہ اضافو ٿيو هو. ساري ڏينهن جي گوڙ شور ڊوڙ ڊڪ بحث مباحثي بعد هو ٿڪا ٽٽا موٽي رهيا هئا پر ڪاميابيءَ ڪري سندن تازگي ۽ توانائيءَ ۾ لڪا نہ پئي هئي. ڪاڏيءَ جي کهڪهريءَ ۾ نجما جي ڇاتيءَ جو اپار جڻ چئلينج ڏئي چئي رهيو هو تہ "هلايو گولي." رستي تي ڪين ٻہ ساميوادي دوست مليا جن مان هڪ پريان ئي اسٽرائيڪ جي باري ۾ پڇيو. موهن لال سلام ڪري چيو، "اشتراڪيت زنده باد" ۽ نجما مرڪندي چيو، "انسانيت زنده باد." ٻئي کلندا ڳالهائيندا نيٽي جيٽيءَ تي پهتا ۽ نيم موجب اتو وٺي، گوليون ٺاهي پکين ڏانهن اڇلائڻ لڳا. پکهہ هوا ۾ چيخون ڪندا اڏريا ۽ گوليون جهٽڻ لڳا. گهڙي ڪن ڪان پوءِ ٻئي ٽنگون لٽڪائي فٽ پيري تي ويهي رهيا. "پکهن لاءِ تہ دنيا ۾ صرف ٻہ ضروري شيون آهن." موهن خيال ڪندي چيو، "هڪ اتي جون گوليون، ٻيو جيون- ساٿي. نر ۽ مادي سڄي عمر پيار ۽ پيٽ جي مسئلي ۾ گذاري ٿا ڇڏن. پر انسان جنهن ادب، ۽ آرٽ، وگيان جو چشڪو چکيو آهي، تنهنجي عمر جي صرف انهن ٻن مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ صرف ٿئي تہ سخت بي انصافي چئبي. غضب تہ اهو آهي تہ هو سڄي زندگيءَ جي ڪشمڪش بعد صرف اهي ٻہ مسئلا بہ چڱي طرح حل ڪري نہ ٿو سگهي."

نجما جو خيال ٻي پاسي هو. هوءَ پاڻيءَ جون نيريون ۽ سونهري گهرايون ڏسي رهي هئي. سج پاڻيءَ ۾ ٻڏي رهيو هو ۽ سطح تي جڻ سون ڳرندو ٿي ويو. پريان ٻيڙيون وچي رهيون هيون، ڪنهن بي معنيٰ جستجو ۾

۽ ٻگهہ هوا ۾ پر ڦهلائي چڻ نيري افق ۾ ترندا ٿي ويا. دور، هن پيٽ جي دنيا کان دور، ڪنهن پيار جي دنيا ۾، جتي نہ بک هئي نہ ڏک هيو، نہ مرض، نہ مصيبت، نہ موت! هن موهن جي هٿ کي زور سان ڀيڪوڙيو چڻ تہ ڪيس چئي رهي هئي تہ "آءُ تہ تون مان بہ هلون هن فاقہ ڪشي ۽ عصمت فروشيءَ جي دنيا کان دور! هي دنيا جتي ڪيت تي هاريءَ جو خون، پسيني جيان وهي رهيو آهي! هي دنيا جتي بازار ۾ مزدور جو گوشت وڪامي رهيو آهي! دور، ان دنيا کان دور. محبت ۽ فراغت جي دنيا ۾، جتي هي ڏينهن رات جي جاکوڙ ۽ جفاڪشي نہ هجي. زندگي ۾ ايتري آمد رفت، چستي چالاڪي نہ هجي، هڪ مني مني، مانئي مانئي دنيا ۾." موهن خيال ڪري رهيو هو تہ، سڀاڻي سيمينٽ جي ڪارخاني جا مزدور اسٽرائيڪ ڪندا، رات جو سڀ رفيق فلاڻي ريسٽارنٽ ۾ جمع ٿيندا، سوچ ويچار ڪبو. هن جي دنيا ۾ استقامت هئي، انقلاب لاءِ اٽل اتساهہ هو. هو پنهنجي زندگيءَ کي ڪجهہ نہ سمجهندو هو. عيش آرام، فرحت فراغت هن لاءِ صرف لفظ هيا. هنجو مقصد مراد هن کي ڪشمڪش ۾ ملي چڪو هو. هو نجما جي رفاقت کي محبت کان وڌيڪ پسند ڪندو هو.

جڏهن جڏهن هو ڪيس "رفيق نجما" ڪري سڏيندو هو، تڏهن سندس دل ۾ عجيب امنگ اٿندا هئا. هو ٻہ ساٿي هئا، هن دنيا جي اٿائي راهہ ۾. ٻا ٻاري ڪنڌ ٻا ٻاري! سندن وک وک سان وڌندي هئي، هٿ هٿ ۾ هوندو هو. جڏهن نجما سندس هٿ کي ڀيڪوڙيو، تڏهن هن سمجهيو تہ شايد هوءَ چئي رهي آهي تہ هلون. سو هي اٿي کڙو ٿيو ۽ چيائين تہ: "رفيق حامد اسانجي انتظار ۾ هوندو؟"

"ڪهڙو نہ غير روماني آهين، سيني ۾ دل اٿئي يا پٿر." نجما ٿڌو ساهہ ڀري چيو.

پر سال جڏهن موهن ڇهہ مهينا جيل ۾ هيو، تڏهن هوءَ سندس ملاقات لاءِ وئي هئي. موڪلائيندي ڪيس موهن چيو هو تہ، "هي جيل جون شيخون تنهنجي منهنجي وچ ۾ اچي نہ سگهنديون. مان جڏهن بہ تنهنجو تصور ڪندو آهيان، تڏهن هي بندوقون ان نجما کي نہ روڪي سگهندا آهن جا منهنجي تصور ۾ ايندي آهي." پوءِ هن ڳايو هو،

”او دور رهڻ وارا سپرين!
وس سان ٻه نه ويرم لئي وسرين
تون ڏيهه ڇڏين پر ڏيهه اڏين
ته ٻه ساڳيو نس نس ۾ نسرين
تون دور نظر کان آنهه ته ڇا
دل کان ته نه دور رهي سگهندين!

کهڙي نه روماني هئي اها فضا! ڄڻ ته موهن سندس من موهي ڇڏيو. هُو سندس ساهه ۾ سمائجي ويو هو. ان وقت هن سوچيو ته سندس جيون ساٿي سندس زندگيءَ جو رفيق موهن کهڙو نه خوبصورت آهي، سندس ويڪري ڇاتي، ٿورا وار گهنڊي دار، ڊگهو قد، چمڪندڙ اکيون. ڪيس ڏسي فخر مان چوندي هئي ته: ”مان خوش نصيب آهيان.“ موهن جون نظرون ڪيس محبت جو پيغام پهچائينديون هيون، جيتوڻيڪ هو چپ ڪڏهن ٻه نه چوريندو هو. نجما موهن سان شادي ڪرڻ جو آهني ارادو ڪيو هو. هن کي اها پرواهه نه هئي ته دنيا ڇا چوندي! آخر چوندي ٻه ڇا! وڃي وڃي ٻه چوندي ته مون هندوءَ سان شادي ڪئي آهي، مون خاندان جو نڪ ڪپيو آهي، مون قوم سان غداري ڪئي آهي..... قوم! ڄڻ ته سنڌي هڪ جدا قوم نه آهي؟ نجما جو مذهب محبت هئي، سندس ايمان انسانيت تي هو. هوءَ چوندي هئي ته: مذهب، رنگ، نسل، قوم جو شاديءَ سان ڪوبه واسطو نه آهي. حياتيءَ جي سفر ۾ همراهه، هندو هجي خواهه مسلمان، پارسي هجي خواهه ڪرستان! پيار جو پنڌ جدا آهي، محبت جو مذهب الڳ آهي. رسم رواج رشتو ناتو ان کي پابنديءَ ۾ جڪڙي نه ٿو سگهي. آخر رفيق مايا ڪيئن رفيق حامد سان شادي ڪئي هئي! ڪيئي مها سڀائي اخبارون سندن مخالفت ڪري رهيون هيون، ڪيئي مٽ مائٽ سنگتي ساٿي ڪانئن ڦري ويا هئا، پر هنن جو پيار پختو هوءِ ڪين هن اڊونگي. انهي سماج جي پرواهه نه هئي.

جيل مان آزاد ٿيڻ بعد موهن پنهنجي مشغولين ۽ مصروفيتن ۾ رڌو رهندو هو. نجما سندس نزديڪ رهي ٻه ٻاڻ کي دور ٻائيندي هئي. ان ۾ ته ڪو شڪ نه هو ته نجما ٻه پنهنجي زندگي آزادي ۽ انقلاب کي ارپي هئي تڏهن ٻه

ڪڏهن ڪڏهن سندس دل چوندي هئي ته: "آخر مان به ته انسان آهيان! گهڙيءَ پل لاءِ انهيءَ موٽرن، لارين، مزدورن هڙتالن. اُس گس، گوڙ گهمسان جي دنيا کان جند ڇڏائي پنهنجي محبوب جي آغوش ۾ اک لايان."
پر هوءَ ايجان موهن سان شاديءَ جي ڳالهه چوريندي هئي ته موهن پير ئي نه کوڙيندو هو. سندس وارن کي سنواريندي چوندو هو ته: " رفيق نجما! دنيا ۾ لکين آدمي دک درد جون گهڙيون ڪاٽي رهيا آهن. اسانکي ڪهڙو حق آهي جو ڪل خوشيءَ ۾ وقت گذاريون. جيسين مزدور هاري انقلاب ڪامياب نه ٿيندو، جيسين هنن اوچين عمارتن تي جنتا جو جهنڊو نه نظر ايندو، تيسين مون کي سک چين نصيب نه ٿيندو ۽ تيسين شادي فضول آهي."
اڄ جڏهن نجما کيس چيو ته، "ڪهڙو نه غير روماني آهين." تڏهن سندس اکين ۾ اڳين چمڪ موٽي آئي ۽ هن سندس هٿ کي دٻائيندي چيو "نجمي! تنهنجا اهي ڊگها ڪارا وار، ڀنو زيتوني رنگ، سنهڙا آلا چپ، مون کان ڪيئن وسرندا. مان شاعر نه آهيان جو تنهنجي سونهن تي ڪئي گيت لکي وجان، پر تنهنجي خوبصورتيءَ تي مون کي فخر هوندو آهي. مان ڇا ڪريان؟ ساميواديءَ جي حياتي ئي اهڙي آهي، سيمينٽ جي ڳوڻ جيان خشڪ ۽ سخت، پر ان جي معنيٰ اها نه آهي ته مون کي دل نه آهي يا ان دل ۾ احساس نه آهي. احساس ته آهي، پر احساس لاءِ فرصت نه آهي. تون ئي چؤ ته رفيق شانتي، زهرا وغيره کي ڇڏي جو مون توکي پسند ڪيو آهي سو ڇو؟ تون خوبصورت آهين، بيحد خوبصورت!" موهن دل وٽڻ لاءِ هن کي ڀڏائيندي چيو.

سچ پچ ته موهن اڄ پهريون دفعو نجما جي خوبصورتيءَ تي غور ڪيو هو. بولٽن مارڪيٽ وٽ کيس نجما چيو، "مان گهر ٿي وڃان. روز ڪٿ پٽ لڳي پئي آهي. ڪڏهن پيءُ ٿو چوي ته توکي ڪاليج پڙهائي ڦاٿو آهيان، ڪڏهن ماءُ ٿو چوي ته ٻاهر نڪتي آهين ته تنگ ٿيندو ساڻ، ڪڏهن ماءُ ڳراٽڙي پائي ٿي سمجهائي ته سمجهه ڏار، لوڪ ٻوڪ آهي، اسانجي ڪل تي ٽڪو ٿي لائين. رات جو ڏهين يارهين بجي ٿي گهر اچين. پاڙي وارا ڪهڙا گمان وجهندا. سو اڄ ساجهري ٿي موٽي وڃان. رفيقن کي چئجان ته مٿي ۾ سور هوس."

موهن کيس ٻانهن کان ڇڪيندي چيو، ”ڇري! اڄ تنهنجي موجودگيءَ جي سخت ضرورت آهي. سياڻي اسٽرائيڪ ٿيندي. ان باري ۾ صلاح مشورو ڪرڻو آهي. هل ته سهين، توکي ڪٿي جلد موڪل ڏيندا سين.“ موهن ائين چيو ته سهين، پر سندس اندر ڪاچي رهيو هو. هن کي خبر هئي ته نجما جو پيءُ کهڙو نه تنگدل ۽ تعصبي هو. هڪڙي ڀيري هن موهن کي ٻچيءَ کان جهلي چيو هو ته، ”ڪافر جا پٽ! جي وري منهنجي ڌيئڻ سان ڳالهائيندي ته مغز ڀڃي وجهندو سانءِ.“

ريسٽارنٽ ۾ به ڳالهه تي ڳالهه تي نڪتي. چانهه پيئندي ۽ سوچ ويچار ڪندي يارهن لڳي ويا. نجما گهڙيال جا ٽڪاءَ ٻڌي گهبرائي اٿي ۽ چيائين ته ”مان وڃان ٿي. اڄ اڳي کان به وڌيڪ دير ٿي وئي آهي.“

صبح جو موهن اڃان ڪريم هڻي ڏند صاف ڪيا ته در تي ٺڪ ٺڪ ٿي. ”هن مهل ڪير آيو آهي؟“ موهن خيال ڪندي دروازو کوليو. ”نجمي، خير ته آهي!“ موهن تعجب ۾ چيو.

”موهن!“ نجما جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. موهن کيس عجب ۾ تڪي رهيو هو. ”موهن!“ نجما وري چيو، ”ڇا، مان سچ پچ خوبصورت آهيان! تو ته ڪالهه منهنجي ڏاڍي ساراهه ٿي ڪئي.“

موهن کيس وسميءَ ۾ چيو، ”ها، پر پوءِ ڇا!“

”منهنجي خوبصورتي توکي ايتري ڪشش ڪئي هئي نه؟ تو ته ڪالهه ٿي چيو ته منهنجا ڪارا ڊگها........“، هوءَ پاڻ جهلي نه سگهي ۽ روئي ويئي. سندس پوتي سندس مٿي تان گسڪي وئي.

”اوهه!“ موهن کي سندس مٿو ڏاڍو بڇڙو ٿي لڳو. سندس ساري سونهن تي گرهڻ لڳي چڪي هئي.

”رات منهنجي پيءُ ننڊ ۾ منهنجا وار ڪتري ڇڏيا.“ نجما اکيون اگهندي چيو، ”۽ صبح سان چيائين ته ڇؤ، هاڻي ڪهڙو منهن وٺي ٻاهر ويندينءَ. نه رهندو بانس نه وڄندي بانسري.“

موهن جي چپن تي هڪ عجيب مرڪ راند ڪري رهي هئي. هن پوتي کڻي نجما جي مٿي تي رکي.

”نجمي! تون منهنجي زندگيءَ جي رفيق آهين. منهنجي محبت جو بنياد تنهنجي رفاقت تي آهي ۽ نه تنهنجي سونهن تي. تون ته مون لاءِ اڃان به سهڻي آهين. هل ته اسين هينئر ئي سول مئريج ٿا ڪريون.“

# ڪلٺي

هن جي سادگيءَ ۾ چالاڪي هئي، چالاڪيءَ ۾ سادگي. ڪڏهن ٻار جيئن نچندي ٽپندي ايندي ۽ پنيان اچي اکين تي هٿ ڏيندي. ڪڏهن اوچتو منهنجا وار ڊاهي چوندي، ”ڏس تہ ڪيئن ٿي پيو آهين؟“ ۽ پوءِ آرسي ڪٺي هٿ ۾ ڏيندي. ڪڏهن مان پينسل رکي پاٺي پيئڻ اٿندس تہ پينسل جو گورو پيجي چڏيندي ۽ اجا ڪٺڻ جي ڪوشش ڪندس تہ ڪل ۾ ويڙهجي ويندي. ڪڏهن پوتي پڳ ڪري ٻڌي ايندي ۽ ڪتاب منهنجي هٿ مان ڪسي چوندي تہ ”چؤ هاٺي ڇا ٿو چئين؟“ ڪڏهن تاچٽي ڪٺي منهنجي ڪنڌ ۾ چپائيندي، ڪڏهن شربت ۾ لوڻ وجهي ڪٺي ايندي، ڪڏهن ڏينيو ڦاسائي، ٻَر ڪان وٺي منهنجي اڱيان آٽي ڊيڄاريندي. هڪ ڏينهن وچون ترڀءَ تي ڪٺي آئي. الاجي ڪيئن ڏنگ ڪڍيو هئائينس! ”ڏس مون هن کي منڍيو آهي.“ هن چيو. مون ڏانهس شرارت ڀريل نظرن سان ڏسندي چيو، ”تون تہ ماٺهوءَ کي ٻہ منڍي سگهندي آهين.“ هن جي منهن تي لڄ ڇانئجي وئي ۽ وچون ڪٺي منهنجي پاند ۾ وڌائين. مان ڇرڪ ڀري اٿيس ۽ چوتيءَ کان ڇڪي چيومانس، ”چؤ وري ائين ڪندينءَ؟“ ”نہ بابا توبهہ، منهنجي ماءُ جي ٻہ توبهہ!“ هن هٿ وجهي چوٽي ڇڏائيندي چيو.

هڪڙي ڏينهن منجهند جو مون کي دير ٿي وئي ۽ هوءَ ماني ڪٺي آئي. مون گهٺو ئي ڪيس چيو تہ پاڻ ئي کائيندس. پر هوءَ ٿي مڙي! زوريءَ گرهہ گرہ ناهي وات ۾ ڏيندي وئي. ”زالون سڀ بيوقوف آهن“، مون خار کائيندي چيو، ”تڏهن تہ تون ٻہ پاس نہ ٿي ٿئين.“

”نيڪ آهي.“ هن گوشت جو هڏو مانيءَ ۾ لڪائي منهنجي وات ۾ وجهي چيو. مون هڏو چٻي اڇا منهن گهنجايو مس تہ هوءَ کلندي ڀڄي وئي.

مون خار ۾ چيو، ”بس وري اڳتي هتي نہ ايندس؟“

”اڙي، ڏسان تہ گهڻا ڏينهن تو انهيءَ گوڙ ۾ پڙهي سگهين.“ هن نڪ کي موڙو ڏيندي چيو، ”گهر ۾ هڪ اکر بہ پڙهي وٺين تہ چئجانءِ.“

مون سوچيو تہ چوي سچ ٿي. اسان جو گهر ننڍڙو هو ۽ ڀيو تہ ٻار هئا گهڻا. سو مان هن جي گهر اچي پڙهندو هوس. سندس گهر ۾ رڳو ٻہ ڀاتي هئا. ماسي ۽ هوءَ. پر هن بہ تہ منهنجو نڪ ۾ دم ڪيو هو. هر روز نيون شيطانيون سوچيندي هئي. پاڻ تہ مئٽرڪ ۾ ناپاس ٿي پڙهڻ جو خيال ئي لاهي ڇڏيو هئائين، هاڻي لڳي هئي منهنجي پنيان.

هڪڙي ڏينهن منهنجي هٿ ۾ ڪئميرا ڏسي ضد ڪيائين تہ منهنجو بہ فوٽو ڪڍ. گهڻي رد بدل کان پوءِ جڏهن مون سندس فوٽو ڪڍيو ٿي، تڏهن هن پوتي ڇڪي پنهنجو منهن ڍڪي ڇڏيو.

هڪ گهمري مان اچا ڪتاب ڪڇي آيس تہ ڏٺم تہ ٻہ چار ڇوڪريون ويٺيون آهن. مان ڪوٺيءَ ۾ گهڙيس مس تہ سيني وٽي ڪليو ۽ هوءَ ايترو تہ کلي، جو پيٽ کي هٿ ڏئي ويهي رهي. مون ڦڪو ٿي ڪيس چيو، ”آهي تہ خير؟“

”تو تي ٿورو ئي ٿي کليوسين.“ هن کل روڪي چيو، ”تون پاڻ چؤ تہ تنهنجي شڪل اهڙي آهي ڇا؟ تنهنجي شڪل ڏسي تہ مون کي روئڻ ايندو آهي، کل وري ڪيئن ايندي؟“

”هاڻي بڪ ڇڏ.“ مون ڪيس ڇڙٻيو، ”ائين ماٺهو ڏسي مٺو ڇو ڦري ويندو اٿيئي؟“

”مٺو تہ تنهنجو پڙهي پڙهي ڦري ويو آهي.“ ائين چئي هوءَ وري کلڻ لڳي. ”سچ ٻڌايانءِ تہ ڇو پئي کليوسين. مون زهرا کي ٻڌايو تہ تو بي. اي ۾ فلاسافي کنئي آهي، تنهن تي هن هڪڙي فيلسوف جي ڳالهہ ٻڌائي تہ ڪئن هن ڇيٽو پٽ تي ڏسي چيو هو تہ ڳئون اهو ڇيٽو پٽ تي ڪيئن لاٿو ۽ ان تي مون کي ڏاڍي کل آئي.“

هڪ دفعي مون ڪيس جمهوريت جا اصول ٿي سمجهايا. ”پر خدا تہ اسان کي جمهوريت نہ ٿو سيکاري.“ هن سوچيندي چيو. ”خدا تہ گهڻائي دوزخ ۾ وجهي ٿو ۽ ٿورائي جن ۾ ملان مولوي، چريا ڪريا آهن تن کي

بهشت ڏئي ٿو.“ هوءَ تقرير ڪرڻ لڳي، ”پر پيلي هي بهشت دوزخ جو معاملو بہ عجيب آهي. مان تہ سوچيندي منجهي پوندي آهيان. مئٽرڪ ۾ اسان کي ماستر پڙهايو هو تہ صوفي چوندا آهن تہ انساني روح ۾ خدا جو جزو آهي. جي ائين آهي تہ پوءِ تہ دوزخ ۾ بہ صرف روح ٿو وڃي ۽ ان جي معنيٰ اها ٿي تہ دوزخ ۾ خدا ٿو وڃي.“ هوءَ مذهب جي بي معنائيءَ تي کلڻ لڳي.

مان سوچي رهو هوس تہ هن کي اهي شرارتي خيال اچن ڇو ٿا؟ خدا مان بہ نہ ٿي رهي!

سندس کل ۾ زندگي هئي، زندهہ دلي هئي. کلڻ مهل سندس ڳلن ۾ ڄڻ سفيد ۽ سرخ گلاب گهوٽجي ويندو هو. سندس ننڍڙا چپ ماڪ ۾ آلا ٿي ويندا هئا. مون هن کي مرڪندو تہ ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو. هوءَ هميشہ کلندي هئي ۽ سندس کل ۾ ڄڻ سڄيءَ دنيا جي سنگيت سمائجي ايندي هئي، سندس ٽهڪ ۾ ڄڻ معصوميت ۽ شرارت هٿ هٿ ۾ ڏئي نچنديون غائب ٿي وينديون هيون. اڪيلي هوندي تہ پئي ڳائيندي، ماٺهو ڏسندي تہ کلي ويهندي، ڄڻ سڄي دنيا جي خوشي سندس روح ۾ سمايل هئي. هوءَ ايترو تہ کلندي هئي جو سندس اکين مان ڳوڙها وهڻ شروع ٿيندا هئا ۽ پتو نہ پوندو هو تہ هوءَ کلي ٿي يا روئي ٿي! هن جي حياتيءَ ۾ لڙڪ ۽ مُرڪ گڏ گهوٽيل هئا. هوءَ هر ڪنهن کي تنگ ڪندي هئي پر ڪوئي منجهانئس ڪڪ نہ ٿيندو هو. مان تہ ساڻس نفرت ان ڪري ڪندو هوس جو مون کي هن ڪان نفرت هئي. مٺي مٺي نفرت، ڪؤڙي ڪوڙي محبت! دور رهي، دور رهڻ نہ چاهيندو هوس. ويجهو رهي ويجهڙائيءَ مان ڪڪ ٿي ويندو هوس. مون کي ٻيون بہ سوٽيون ماساتيون هيون پر ڪا اهڙي عجيب و غريب نہ هئي. ڪنهن کي ايتري مجال نہ ٿيندي هئي جو مون سان ڪٽي ڪيچل ڪري. سڀ ڪتابي ڪيڙو سمجهي، منهنجي عزت بہ ڪنديون هيون ۽ مون ڪان نفرت بہ ڪنديون هيون. پر هوءَ الاجي ڇو مون کي ڇيڙيندي هئي. مان ڪتاب جي ڪنهن صفحي تي نشان وجهي بند ڪري ويندس تہ هوءَ اها نشاني اتان ڪڍي ٻئي صفحي تي وجهي ڇڏيندي هئي، مان فائونٽين پين ۾ مس ڀري رکندس تہ هوءَ مس ڪڍ ي پاڻي ڀري رکندي. مطلب تہ عجيب شامت هئي. مون ڪيئي ڀيرا خيال ڪيو هو تہ وري سند گهر نہ ويندس. اچا ٻہ ادائي

ڪلاڪ گهر ۾ ويهندس تہ هوءَ ڪوئي بهانو ناهي ماٺهو موڪليندي. مثلاً چوائي موڪليندي تہ، " امان کي متي ۾ سور آهي دوا تہ ڏي. " ۽ مان اجا سور جي دوا کڻڻ ويندس تہ نياپو ڏيندڙ گم ٿي ويندو ۽ لاچار مون کي ئي دوا کڻي سندس گهر وڃڻو پوندو. اجا ويندس مس تہ هوءَ کلندي چوندي، " ڏس ڪيئن چالاڪي ڪري گهرايو ماٺهُ پتو پيئہ؟!" ۽ پوءِ نوڙيءَ تي ٽپڻ لڳندي.

پر ائين بہ ناهي تہ هوءَ مون کي صرف مسخريءَ لاءِ گهرائيندي هئي. مون کي ياد آهي تہ تهہ اونهاري ۾ مون کي پڙهي پڙهي ننڊ اچي ويندي هئي ۽ ڏاڍيءَ گرميءَ ڪري پاسا بدلائيندو هو س تہ ڪنهن مهل ٿڌي جهلڪي تي اک پٽجي ويندي هئي ۽ هوءَ وڃڻو هلائيندي نظر ايندي هئي. مون کي اکيون پٽيندو ڏسي ٽڪاءُ ڪرائيندي هئي پنيءَ تي وڃڻو ۽ ائين چوندي اٿي ويندي هئي تہ "ننڊ ۾ ڳالهائين ڇو ٿو؟ اسان جي ننڊ ٿي ڦٽي."

جڏهن گڏجي ماني کائڻ وهندا هياسين تڏهن چوندي هئي تہ "ڏسجانءِ جي مون اج توکي بک نہ ماريو." ۽ پوءِ ٽهڪ ڏيندي هئي. پر مون ڏٺو هو تہ هوءَ تمام ٿورو کائيندي هئي ۽ سٺي سٺي شيءِ منهنجي لاءِ رکندي هئي.

هڪڙي ڏينهن مون کي سخت بخار هيو. سو مون پيڻ کي چيو تہ "متي کي ٿورا زور تہ ڏينم." هن هڏيءَ مان چيو تہ "بہ ڪلاڪ ساندهہ ماساتنهن ويهي زور ڏنا اٿيئي. اجا پيو زور زور ڪرين." مون کي خبر نہ هئي تہ غشيءَ جي حالت ۾ هن مون کي زور ڏنا هئا. اهڙي طرح ڪيئي دفعا مون محسوس ڪيو هو تہ هن جي مون سان همدردي هئي.

مون بي. اي جو امتحان پاس ڪيو ۽ هن وٽ ويس. هن چيو "منائي ڪاراءِ!" ۽ ٽهڪ ڏئي چوڻ لڳي. "هل سچا تون ڇا ڪارائيندي!" منهنجو مڱڻو ٿي ويو ۽ هوءَ آئي ۽ چيائين "منائي ڪاراءِ!" ۽ پوءِ "هل سچا تون ڇا ڪارائيندين!" چئي ٽهڪ ڏئي ڪلڻ لڳي. منهنجي شادي ٿي وئي ۽ هوءَ آئي ۽ چيائين منائي ڪاراءِ!" ۽ پوءِ ساڳيءَ طرح "هل سچا تون ڇا ڪارائيندين، " چئي ٽهڪ ڏئي ڪلڻ لڳي. مون کي ڪڪو ڄائو ۽ هوءَ آئي ۽ وري ساڳيا لفظ چيائين. "منائيءَ ڪاراءِ" ۽ پوءِ "هل سچا تون ڇا ڪارائيندين." چئي ٽهڪ ڏنائين. هن ۾ اجا بہ اها معصوم شرارت هئي. اجا بہ زندهہ دلي هئي، اجا بہ

ڪلي ڪلي ٻوڙها وهي ايندا هيس.

پر.........

ڪالهه هوءَ منهنجي ڪڪي کي ڪيڏائي رهي هئي. هن جي منهنجي ڪڪي سان ڏاڍي دل هئي. ڪڪو بانبڙا پائي ٿورو گهمڻ سکي ويو هو، سو ڪالهه جڏهن هوءَ ڪڪي کي ڪڏائي رهي هئي. مان آفيس مان موٽيس. ڪڪي مون کي ڏسي ڪيو "با آ با آ" (بابا) مون ٻانهون ڊگهيريون ته ڪٺانس، پر ڪڪو ڪنڌ ڌوڻي هن جي ڇاتيءَ سان چهٽي پيو ۽ چيائين، "ام مان (امان)" مون چرچي ۾ چيو، "اڙي امان ته تنهنجي ماني پئي پچائي، هيءَ اٿي پڦي!" پر ڪڪي جڏهن منهنجي ڳالهه نه مڃي ۽ هن جي ڇاتيءَ مان منهن ڪڍي، ڏانهس ڏسي، چيائين "امان" اچانڪ مون ڏٺو ته هن جو منهن ون ون ٿي ويو ۽ ٻوڙها سندس اکين مان لهي ڳلن تي اچي ويا. مون تعجب ۾ پڇيو، "ڇو، آهي ته خير؟" هن ڪڪي کي چميو ۽ سندس چولي ۾ منهن لڪائي سڏڪا ڀرڻ لڳي. مان حيرت ۾ هوس. اڄ شايد پهريون ڀيرو هو، جو ٿهڪ ۽ لڙڪ دوستي ڇني جدا ٿيا هئا، زندگي ڪل جو سهارو نه وٺي سگهي هئي ۽ ٻوڙها قابو پائي ويا هئا. خوشيءَ غم کي چميون ڏئي الوداع ڪئي هئي.

# ڪارو رنگ

هوءَ رنگ جي ڪاري هئي. ڄڻ تئي جي پٺ ڏٺئہ. جڏهن وهنجي سهنجي منهن کي ڪريم لائي نڪرندي هئي ۽ اها آس ۾ رجي پوندي هئي تڏهن هن جو منهن ٻهڪندڙ نظر ايندو هو، هن جو ڪارو ڪارو، خوبصورت رنگ ڄڻ تڙي پوندو هو. توهان ضرور تعجب ۾ پيو هوندين تہ مون هن جي رنگ کي خوبصورت ڪيئن ڪوٺيو! پر مان توکان پڇان ٿو تہ ڪاري ڪاري رات، اٿيهين- اونداهي خاموشيءَ جي سير ۾ لڙهندي خوبصورت نظر نہ ايندي آهي ڇا؟ هوءَ خوبصورت هئي ۽ خاموش! ڪيس پنهنجي خوبصورتيءَ جو احساس نہ هو. دنيا ڪيس بدصورت سمجهندي هئي. هن اهو ڄاتو تي ۽ ان ڪري سندس چپن تي خاموشيءَ جي مهر لڳل هوندي هئي. انڌي ڪوهہ جئن خاموش! پر مان هن کي خوبصورت سمجهندو هوس. اهو چئي نہ ٿو سگهان تہ هن جي خاموشيءَ ۾ خوبصورتي هئي يا خوبصورتي ۾ خاموشي! پر مان ڀانيان ٿو تہ ٻوئين ڳالهہ صحيح آهي. هن جي خوبصورتي دنيا کي وڏي واڪ چئي نہ سگهندي هئي تہ مان خوبصورت آهيان، منهنجو انگ انگ ڊولائتو آهي، منهنجي چمڙي هميشہ ٻهڪندي آهي، مان سفيد ڪپڙن ۾ ڄڻ دوزخ جي حور لڳندي آهيان. هن جي ڪنهن سان بہ محبت نہ هئي، نہ ڪاڌ خوراڪ سان، نہ ڪپڙي لتي سان، نہ مٽ مائٽ سان، نہ سکي ساهيڙيءَ سان سندس دنيا صفا اڪيلي هئي، سانتيڪي، سباجهي، سهڻي دنيا! پر هوءَ هميشہ ڳائيندي هئي. چپن ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ پئي جهونگاريندي. دل ۾ ايندس تہ ٻہ ٽي سٽون ڏاڍيان آلاپيندي. سندس سڄاتو ڪيس ڪوئيندائي هئا "ڪوئيل." پر هن جو اهو لفظ ٻڌي منهن لهي ويندو هو. هوءَ سمجهندي هئي تہ هي منهنجي رنگ تي کلي رهيا آهن ۽ نہ راڳ کي ساراهي رهيا آهن.

تون پائيندو هوندين تہ مان وڦلان پيو. اول ٿو چوان تہ هوءَ خاموشي هوندي هئي ۽ پوءِ ٿو چوان تہ هوءَ ڳائيندي هئي. پر دوست خاموشي ڳائيندي نہ آهي ڇا؟ تو رات جو منو، جهيڙو ترل رل جو آواز نہ ٻڌو آهي؟ سناٽي جو سريلو گيت! ائين مون کي هن جي راڳ ۾ بہ خاموشي نظر ايندي هئي. ڳائيندي خاموشي خاموش راڳ.

رات جي وقت هوءَ بالڪنيءَ ۾ ويهي پيئين جو راڳ ٻڌندي هئي. تيرس ۽ چوڏس رات ۾ پيئيا چڻ وجد ۾ اچي ويندا هئا. ڏهہ ويهہ ڇڻا پنهنجي وجود جو احساس وڃائي، راڳ جي رس ۾ ملي ويندا هئا. سندن راڳ ۾ پرديسي پرينءَ جون يادگيريون، ٻاجهريءَ جا سرسبز گيت، ڪنهن رڻ پٽ جي چمڪندڙ ريتي، برسات ۾ چنل چپر،، انتظار جون گهڙيون، اپاٽڪا ستارا، اُداس نيڻ وغيره وغيره موضوع اچي ويندا هئا. جهانجهہ جي آواز ۾ ڪائنات مليا ميٽ ٿي ويندي هئي، ۽ ان وقت هن مان اداسائي نڪري ويندي هئي، سندس روح جانجهہ جي آواز تي جهومڻ لڳندو هو ۽ هوءَ پائيندي هئي تہ هن ديس ۾ هڪ مسافر هئي، هڪ اڻ سونهون، وائڙو مسافر، هڪ پياسائي، پيادل راهي ۽ هي مٽ مائٽ، هي سڪيون ساهيڙيون سڀ ئي مسافر هئا، هر ڪنهن جي منزل جدا، هر ڪنهن جو رستو الڳ، هر ڪنهن جي رفتار علحدي! آسمان ڏانهن اکيون ڪٽي، وهائوءَ ڪي گهوري ڏسندي هئي تہ ڪيس ڪيئي ڪائناتون نظر اينديون هيون، دور دور جون دنيائون جتي صرف خوبصورتي هئي، جتي محبت حسن جي محتاج نہ هئي، جتي زندگي بي معنيٰ نہ هئي، دوستي دلبو نہ هئي، جذبات بيوس نہ هئي. ان وقت هن جي دل ڪنول تي ماڪ جي قطري جيئن ٿي ويندي هئي، جو پنهنجي چوڏاري اٿاهہ پاڻي ڏسي، ڪنهن وقت گهبرائبي ۽ ڪنهن وقت پيار مان ڇلڪڻ لڳندي هئي. هن ڪيئي ڀيرا موت تي بہ خيال ڪيو هو. موت! موت کي سمجهڻ اهڙو تہ ڏکيو نہ آهي جهڙو حياتيءَ کي! ماٺهو الاجي ڇو منجهي پوندا آهن؟ هي جسو، هي مٽيءَ جو مَنهن ڪڏهن بہ ڍهي پوي ۽ مٽي مٽيءَ سان ملي وڃي. موت جو خيال ڪري، هن جي دل وڏي ٿي ويندي هئي. هوءَ سمجهندي هئي تہ ڄڻ سندس مٽيءَ جو غبار اُڏامي وڃي وهائوءَ سان لڳو هو، ڄڻ هوءَ آسمان تي تارن جي کٽ تي سمهي پيئي هئي، ڄڻ ڪير ڏارا ۾ لڙهندي ٿي

وئي، سندس هستي ڪنهن نفيس شيءِ ۾ گهوتبي ويندي هئي. هوا جي جهلڪن ڪان بہ نفيس، راڳ جي لهرن ڪان بہ نفيس شيءِ ۾ راڳ! راڳ ئي سندس بي معنيٰ هستيءَ کي ڪنيو بيٺو هو، ۽ جهڙي هئي سندس زندگي بي معنيٰ تهڙو هيو سندس راڳ! بيحد حسين جل پرين جي باري ۾، پنپورين جي پرواز تي، سيتا ڦل جي وڻ تي، نم جي ٻور تي ۽ پيو بہ الاجي ڪهڙين ڪهڙين ڳالهين تي سندس دل ۾ منا منا لفظ ترندا ايندا هئا ۽ هوءَ اهي جهونگاريندي رهندي هئي. بي انداز بي معنيٰ، لپائيندڙ لفظ!

منهنجي گهر جي بالڪني هن جي بالڪنيءَ جي سامهون هئي. مون جڏهن بہ هن کي چتائي ڏٺو هو تہ هوءَ ڪنهن ڏوراهين ڏيهہ جو فرشتو لڳندي هئي، جنهن جو هن دکي دنيا سان ڪو تعلق نہ هو، جو ڪوئي مبهم پيام ڏئي رهيو هو ۽ پيام پوري ٿيڻ تي اڏامي ويڃو هو. صبح جو اٺي هوءَ نڪر جي پاتين ۾ پکين لاءِ ان ۽ پاڻي وجهندي هئي. جيئن پکي چوڳو چڳي اڏامندا هئا ۽ صاف نيري آسمان جي گهراين ۾ گم ٿي ويندا هئا، تيئن هن جون اکيون انهن جي پٺيان نامعلوم دنيائون ڳوليندڀون ويندڀون هيون. هوءَ ڪيترو وقت پٺي انهن ڏانهن گهوريندي هئي. منهنجي ڀيڻ چوندي هئي تہ هوءَ ڏاڍي سپاجهي آهي پر سائڳي وقت ڪجهہ سوداءُ بہ اٿس. مون هن کي ڪڏهن بہ کلندو نہ ڏٺو هو. هوءَ ڪڏهن ڪڏهن مرڪندي هئي، ۽ سندس چپن تان مرڪ ائين غائب ٿي ويندي هئي جيئن شفق جي پوئين رنگيني رات جي ڪاراڻ ۾ ميڙجي وڃي. مون هن کي سوچيندو بہ ڪڏهن نہ ڏٺو هو. هوءَ ائين گم سم، وائڙي بيٺي جهونگاريندي هئي، ڄڻ سندس مٿي ۾ دماغ ڪونہ هو. ان هوندي بہ هوءَ مون کي ڏاڍو وڻندي هئي. مان جڏهن بہ هن کي ڏسندو هوس تہ ائين محسوس ڪندو هوس تہ اسين صديون اڳي ڪٿي مليا هياسين، ڪنهن بڙ جي درخت ۾ جهولا ٽنگيل هئا جن ۾ اسان گڏجي جهوليو هو. ڪنهن نديءَ جي ڪناري تي هڪبئي جي پٺيان ڊوڙيا هياسين. سندس وار هوا ۾ لهرايا ٿي ۽ پوتي اڏامندي ٿي وئي ۽ گهاٽ وٽ اڇي هوءَ ٽڪجي ويهي رهي هئي، جتي مون ڪيس گهاگهر ڪٽي ڏني هئي. هڪ صدين جي گهري واقفيت، هڪ جهونو شديد احساس، هڪ بي معنيٰ بي چيني منهنجي دل کي تڙپائيندي هئي. هن جو ڪارو رنگ چمڪندو نظر ايندو هو ۽ هوءَ

مون کي خوبصورت لڳندي هئي. بيحد حسين!

جڏهن مون پهريون ڀيرو هن سان ڳالهايو هو تہ مون کي هن جو آواز ٻڌي تعجب نہ لڳو هو. مون اول ئي تي سمجهيو تہ سندس آواز ڏاڍو مٺو هوندو. هن پنهنجي بالڪنيءَ مان چيو تہ، "منهنجي پاءُ ايڏانهن ڪينهون اڇليو آهي." ۽ مون ڪينهون ڪٽي سندس بالڪنيءَ ۾ اڇلايو ۽ چپن ۾ چيم "ڪوئيل!" چئن پنجن مهينن ۾ هن منهنجي ڀيڻ سان چڱي واقفيت وڌائي پر هوءَ اڃا تمام ٿورو ڳالهائيندي هئي. منهنجي ڀيڻ سندس نس نس مان واقف ٿي وئي هئي ۽ مون کي ٻڌايائين تہ هوءَ جيتري سٻاجهي ۽ معصوم هئي اوترو ئي زياده ڪيس پنهنجي رنگ جو احساس هو. ڪيس ڀن شين سان رغبت هوندي هئي. هڪڙو آرسيءَ سان ٻيو پنهنجي ٻليءَ سان. هوءَ سئو دفعا ڏينهن ۾ آرسيءَ ڏسندي هئي ۽ سئو دفعو ٻليءَ کي ڪڇ ۾ ڪڻندي هئي. هن جي پهرين ڳالهہ ۾ نفرت جو احساس هوندو هو ۽ ٻيءَ ۾ محبت جو. مون کي ڀيڻ ٻڌايو تہ هن شادي ڪرڻ ڪان قسم کنيو هو.

منهنجي ڪراچيءَ مان نوشهري فيروز بدلي ٿي وئي ۽ سال ڪان پوءِ جڏهن مان ڪراچيءَ آيس تہ هن جي گهر وٽان بہ لنگهيس. هوءَ بالڪنيءَ ۾ بيٺي هئي ۽ ٻيءَ بالڪنيءَ ۾ ساهيڙيءَ سان ڏاڍيان ڳالهائي رهي هئي ۽ ڳالهہ ڳالهہ تي ٽهڪ ڏيئي رهي هئي. ڪيس ڏسي منهنجي تعجب جي حد نہ رهي. سندس ڇاتي گهگهريءَ مان ڇڻ ڦاٽي ٿي، سندس ڳل پرجي آيا هئا. ڪاڏيءَ جي ڪپڙي بدران ڪيس پٽ جي پنجابي ڊريس پئي هئي. هن مون کي ڏسي مرڪيو. سندس مرڪ ۾ چالاڪي ۽ شرارت هئي. پهريون دفعو مون کي سندس ڪارو رنگ بدصورت لڳو. ڇڻ هوءَ ڏائڻ ٿي لڳي. ڪاري- ڏائڻ. رستي تي مون کي چوڪيدار ٻڌايو تہ هوءَ ڏاڍي ڪري پئي هئي. لڪي لڪي رات جو ٻئي ڪوٺي تي هلي ويندي هئي جتي هڪڙو ايس. ڊي. او رهندو هو. سندس ماءُ کي انهيءَ ڳالهہ جي خبر پئجي وئي هئي ۽ ان ڪري هن مڱائي ڇڏيو هوس. ايندڙ چنڊ تي سندس شادي ٿيڻي هئي. "ڏس تہ سهين يار!" چوڪيدار ڳالهہ ڪتائيندي چيو. "شڪل ڇا ٿي چوي، افعال ڇا ٿا چون." مون دل ۾ چيو تہ ڪير ٿو چوي تہ هن جي شڪل خوبصورت نہ آهي. ڪارو ڪارو چمڪندڙ چهرو سٻاجهو، معصوم! الائي ڇو هن ۾ اهڙو ڦيرو اچي ويو

هو. هئي تہ اهڙي نہ. مان تصور ڪندو وڃي رهيو هوس ۽ ائين ٿي ڀانيم تہ
چڻ ڪائنات جي شروعات وقت رات ڏينهن ڪي چئي رهي هئي تہ ”مان
ڪاري آهيان، مون سان پنهنجو رنگ مٽاءِ.“ ڏينهن ڪيس چئي رهيو هو تہ
”چڱو جو تون ڪاري آهين، سڀ عيب ثواب لڪا پيا اٿئي. منهنجي اڇاڻ
گهوري! سڀ چڱائي مدائي پڌري ٿيو پوي.“

مهيني ڪان پوءِ اهو ساڳيو چوڪيدار مون کي رستي تي مليو. هن ٻڌايو
تہ هوءَ ڪالهہ بيماريءَ ۾ مري وئي. ڪيس ٻين مرضن سان گڏ ڪوڙهہ بہ ٿي
پيو هو ۽ هوءَ نهن ڪان چوٽيءَ تائين اڇي ٿي وئي هئي. سندس ڪارو رنگ
ميٽجي چڪو هو.

# سهڻي سيرُ

اُٺتيهن، اونداهي هئي، آسمان تي تارا هڪ ٻئي کي عشق جا اشارا ڪري رهيا هئا. زمين تي ٽانڊاڻا تاريڪيءَ ۾ ٽمڪيا پئي جيئن ڪنهن نازنين جي ڪاريءَ پوتيءَ تي ستارا. چوطرف خاموشي هئي. وقتي چهري جي چيخ يا ڏيڏر جي ڏاڪ روم روم تي ڪڙا ڪيا. پارو به چوي ته اڄ نه پوان ته ڪڏهن پوان. ڏند پئي ٽڙڪيا ۽ لونءَ لونءَ پئي ڪانڊاري. لونءِ ۽ لاٽن مان هوا سوساٽ تي ڪيا. رڪي رڪي بدن مان سيسراٽ پئي اڀريا. ڪل ڪائنات خوابيده هئي. رمتي ڪان راهه تائين سيئي ”خوابي دنيا“ جو سيرو سفر ڪري رهيا هئا. ان وقت هيءَ ڪير هئي جا سرديءَ کان بي نياز ۽ ڀيانڪ سناٽي کان بي پرواهه ٻانهون ستيندي ٿي وئي؟ سندس جسي تي هڪ ڪنجرو ۽ جهولدار سٿڻ هئي. پير پاري ۾ يخ، گهنگهريالا وار هوا ۾ پريشان، منهن تي آهني ارادي جا آثار. اها ڪير ائين بي ڏڙڪ گهڙو ڪڇ تي ڪٽي وڃي رهي هئي؟ آهه! اها سهڻي هئي. سندس سيني ۾ محبت جا مچ ٿي ٻريا. ڪيس سيءَ جي ته سارئي نه هئي. هوءَ پريان جي پار ڏانهن ٿي وئي.

چُڪيءَ تنهن چري ڪٺي، جا ڏنس ان ڏهي،
سهڻيءَ کي نسيد چوي وڏو قرب کهي.

ڪالهه ڪيس سرتين داب دڙڪا ٿي ڏنا، چي: ”ڏم کي ڏاهه پيئي ته نڙيءَ تي ننهن ڏيندءِ.“ پر هيءَ اهڙو سٽي جهڙي ڀت.

”پرواهه ناهي، ساجن لاءِ سر ويو ته گهوريو.“ هن محبت آميز آواز ۾ وراڻيو.

”سرتيون صورت جي، ڏسو ساهڙ چام جي،
سڪ ٿي سمهو ڪينڪي، ڪانڌن پاسي ڪي،

مونهان اڳي، گهڙو سپ گهڙا ڪئي."

اج هوءَ قول و قرار ڪي پاڙي ڏئي رهي هئي. سندس رفتارِ بجليءَ جيان تيز هئي. من اڇلون ٿي ڏنس، اکين جستجو ٿي ڪئي. نيٺ دريا جي ڪناري تي هوءَ برق خرام اچي بيٺي. پيل جا اڌ سڪلَ پن هوا ۾ ڦڙ ڦڙ ڪندا زمين تي پکڙي رهيا هئا. ڪاريهر ڪر ڪنيو ڪڙڪا ٿي ڪيا. ڪارا ڪن ۽ وهڪري جو هيبتناڪ هلاچو ڏسي دل دهلجي ويس. پر هوءَ سائينءَ کي سنڀاري گهڙي پئي. گهڙي تي ڪنڌ رکي پريت جا پور پچائيندي ٿي وئي. سندس وار لڙ ۾ ٿي لڙهيا. سندس چوڙا ٻيڙا دلي تي دلڪش جهٽڪار پيدا ڪري رهيا هئا. آسمان تي ستارن اکيون ٿي ڇنڀيون، شايد ڪين تعجب ٿي لڳو تہ جتي:

نہ ڪو سنڌو سير جو، مپ نہ ملاحن،
پرزو پيدا نہ ٿئي تختو منجهان تن

اتي هن نازڪ بدن ڪئن دل جهلي هئي. پر واهہ ازل جو انگ! سائر جي سير ۾ پيلو پچي پيو. وٺي ويچاريءَ واڪا ڪيا. چي "موٽ محبت پاهون، تاڪن تڪي آهيان."

ٻيءَ پر تي ميهار جون آڱريون بنسريءَ تي رقص ڪري رهيون هيون. سريلو آواز سيني ۾ سيرون ڪندو ٿي ويو. اچانڪ هن سهڻيءَ جا سڏ سڻيا. پوڻ سٺ غوطو لڳائي وچي محبوبڙيءَ کي جهليائين. سهڻي سرت ۾ نہ هئي. ميهار ڪيس هڪ ٻانهن سان ڇاتيءَ ڪان سوگهو جهلي، ٻيءَ ٻانهن سان پاڻي چيريندو اڳتي وڌيو. پر ٽڪ سندس سنڌ سنڌ چور ڪري ڇڏيو. ان وقت ميهار جون اکيون اشڪبار ۽ چپ تبسم ريز هئا. هن سهڻيءَ کي ٻنهي ٻانهن ۾ سامهان جهليو ۽ سندس چپن کي چميائين. پاڻي ڪيس ٻوڙيندو ٿي ويو پر اهي چپ موت تائين جدا نہ ٿيا. شايد موت ڪان پوءِ بہ نہ.

گهڙي نہ گذري تہ طوفان زور سان لڳو، درياهہ جي ڇاتي ڦوڪجي پئي. بجلي چمڪي ۽ وچن ور وڌا. بادل زور شور سان گرجيا ۽ آسمان روئي ڏنو.

ڪانڌي ڪنگ ٿياس، وهڻ جنازو سوهڻي،
ٻگها جي ٻيتن جا، ڪلها تن ڏنياس،
اکين ملڪ ڏنياس، توءِ من ڪاڏو ميهار ڏي.

# نوران

عزيز غور سان ڏسي رهيو هو. ساڳي پني پني فضا، ساڳيو صاف ڪمرو، ساڳيو سامان سڙو، رنگ ڍنگ. اٺ ويهه، اڄ وڄ ! سڀ ڪجهه هوبهو ساڳيو هو . جڏهن وقت کي ان ڪمري ۾ دخل ئي ڪونه هو. جڏهن ٻه سال گذريا ئي نه هئا. جڏهن هو ڪلهه اتان ٿي ويو هو. سندس دل تي ان ڪمري جي هڪ هڪ ياد چٽي هئي. هڪ هڪ واقعو تازو هو. پٿرين کي نه رڳو ڪن هئا پر زبانون به هيون. هو ڪيس ماضيءَ جي هر هڪ رنگين ڳالهه ٻڌائي رهيون هيون ته هي ساڳيو ڪمرو آهي. جتي تو زندگيءَ جون پياريون پياريون گهڙيون گذاريون. جتي تنهنجن امنگن ڪر موڙيا. جتي تنهنجي محبت رابيل جي چڪيءَ وانگر قلي قولي ۽ هٻڪارون ڏنيون. اهو به زمانو هو جڏهن تون انهيءَ گهٽيءَ مان لڏندو لمندو ايندو هئين. تنهنجا نيڻ جوانيءَ ۽ محبت جي ڪيپ ۾ پريل هوندا هئا. اچڻ سان تنهنجون نظرون انهيءَ چائنٽ جي پنئين پاسي چڙي ايندو هئين. چائنٽ کان ٿورو اڳتي پڌر ۽ تنهن کان اڳتي اهو ڪمرو اهو ڪمرو جتي تنهنجا ٽهڪڙا ۽ اوچنگارون اڃا تائين گونججي رهيا آهن. جتي هر چيز تنهنجي غم غصي، پيار پڇتاو، جا داستان دهرائي رهي آهي. هن چوڌاري نظر ڦيرائي ته ڪيس ٻه ڪرسيون ۽ ميز نظر نه آئي. ٻه سال اڳ اهي پٽ جي اوٽ ۾ رکيون هونديون جتي هو ۽ رضيه هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ويهي ڳالهيون ڪنداهئا. ڳالهيون جن کي معنيٰ نه مطلب، اڻکيارڙي نه پڇاڙي، مکڻ ماکيءَ ۽ مصريءَ، کان منيون ڳالهيون، جن ۾ پل پهر اڏامندا ويندا ها، جن ۾ ٻنهي جي زندگي رلندي ملندي ويندي هئي ۽ هو اٿين پائيندا هئا ته هو انهيءَ ميز جا ٻه پاسا هئا. هڪ ٻئي جي ويجهو ٻه، هڪٻئي کان دور ٻه. "آمي"، عزيز نوران کي سڏيو. "آمي" هتان ميز ۽

ڪرسيون ڇو ڪنيون اٿئي؟"

"ابا"، نوران جواب ڏنو، "جڏهن ويهڻ وارا ئي هليا ويا ته اهي ڪرسيون رکي ڇا ڪندس."

نوران رضيه جي ماءُ هئي. رنگ جي پوري پني، اڇي اجري ۽ سادي سودي هئي. پندرهين سورهين ورهين جي عمر ۾ ئي بيوه ٿي وئي. رضيه جائي مس ته نوران جو مڙس گذاري ويو. نوران جو مڙس ته نه هو، ويل هو ويلُ. نوران پندرهين ورهين جي سندس مڙس پنجهٺ جو. سخت چيڙاڪ، ڪج فهم، وحشي! هوءَ جڏهن به مڙس جي ڳالهه ڪندي هئي ته روئي ويهندي هئي. غم مان نه پر غصي مان. الائي ڇو، رضيه ۽ عزيز جي محبت نوران کي نه آئڙندي هئي. "ڏس ته سهين روز اهو ناٽڪ نهي ٿو." هوءَ چوندي هئي. "پرائو پٽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ اچي ٿو ويهي. اها سس پس چڱي نه آهي. لوڪ آهي ہوڪ. جنهن کي جيئن وڻندو تيئن هل وجهندو." پر هوءَ پاڻ جيڏيءَ، پڙهيل ڳڙهيل ڌيءَ تي زور زبردستي به ڪري ڪانه سگهندي هئي. رضيه جي عمر نوران کان چوڏهن پندرنهن سال گهٽ هئي. رضيه جو قد ويو هو پيءُ تي، سو نوران کان ڊگهي لڳندي هئي. شايد ان ڪري نوران هن تي رعب رکي نه سگهندي هئي. ہيو ته ڪوئي ڏٽي سائين هيس ڪونه جو سمجهائيس ته اسڪول ۾ ته تون سچيءَ محبت جون ڪهاڻيون پڙهي آئي آهين، پر اڄ ڪلهه سسئي پنهونءَ وارو زمانو نه آهي. رضيه بلڪل بي پرواهه ٿي پئي هئي. هن ڪتابن ۾ پڙهيو هو ته پيار ٻنڌڻن ۾ نه ٻڌبو آهي، دنيوي رسم رواج ٻن دلين جي وچ ۾ ديواريون ڪڙيون ڪندا آهن پر پيار جهل پل جو نه آهي. ان تي ڪائي روڪ ٽوڪ نه آهي. ان وقت هوءَ پاڻ کي سهڻيءَ وانگر سمجهندي هئي، گويا سير ۾ لڙهندي ٿي وئي، جڳ جا لڳ لاڳاپا لاهي پرينءَ جي پار ترندي ٿي وئي ۽ پريان ميهار جي ڪافيءَ جو منو آلاپ ٿي آيو. سندس ساري سڌ ٻڌ پلجي ويندي هئي، جڻ محبت جون هيرون لڳنديون هيون ۽ سندس ننڊاکڙا نيڻ ڪيس رنگين خوابن جي دنيا ۾ وٺي ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن هوءَ عزيز کان پڇندي هئي ته "ڇا اهي سسئي پنهونءَ، سهڻي ميهار جون ڳالهيون سچيون آهن؟" عزيز جون زماني ساز نگاهون مرڪي ڏينديون هيون. الائي ائين ڇو آهي ته مرد شاديءَ

جي برخلاف هوندا آهن ۽ عورتون شاديءَ جي فائدي ۾.

مرد ڀنؤر وانگر هوندا آهن ۽ گل گل جو واس وٺي رمندا رهندا آهن ۽ عورتون چاهينديون آهن...... عورتون الائي ڇا چاهينديون آهن؟ عزيز جي دل ۾ ڪائي خوبصورت تشبيهه لڪ ڇپ ڪيڏي رهي هئي، هن پنهنجي گهر ۾ اڏامندڙ جيتڙا ڏٺا هئا جي مٽيءَ جي ذري ذري ڪري ڪٽي ايندا هئا جنهن مان هڪڙو ننڍڙو مٽيءَ جو گهر ٺاهيندا هئا. جنهن ۾ پاڻ ڪي پوري ڇڏيندا هئا. سندس ڳوٺ جا ماڻهو انهن جيتڙن کي گهريتڙيون ڪوٺيندا هئا. سڀ عورتن گهريتڙيون آهن، عزيز سوچيو هو. هميشه سوچيندو هو ته ڇو نه رضيه به نوڪري ڪري مان به نوڪري ڪريان، پنهي جي زندگيءَ جون ڪَشتيون ائين ئي چاندوڪيءَ ڪي چمنديون روان دوان رهن! هيءَ نوران ساڳيا سڙهه جوڙي چاهي، هيءَ ائين ڇو ٿي چاهي ته گڏ ٻڏجي گڏ ترجي؟ هر انسان جي زندگي الڳ الڳ آهي، هر ڪنهن جي منزل ماڳ جدا جدا آهي، پر انهيءَ لنبي سفر ۾ جي ٻه ٿڪل مسافر ڪنهن ڪڙٽي تي ملي ويا ۽ چار گهڙيون پيار جي ٿڌيءَ ڇانو ۾ ويهي ڪر ساهيائون ته ان جي اها معنيٰ آهي ڇا ته هو منزل جي توڙ تائين گڏ هليا هلن! رضيه ڪنول جي گل جيئن هئي جنهن جون پاڙون پختيون هيون؛ عزيز پاڻيءَ جي لهر جئن، جا ڪنول سان وڌي وڌي لڳندي هجي ۽ مٿيون وٺي رمندي رهي.

ان جو مطلب اهو نه آهي ته عزيز جي رضيه سان محبت نه هئي. رضيه هن جو روح هئي جنهن کان سواءِ هن دنيا جي هر لطف ۾ هڪ خال هوندو هو، جنهن کي دنيا جي ڪائي به مشغولي، مصروفيت، پري نه سگهندي هئي. هو صرف اُهو اڏامندڙ پکيڙو هو، جو اڄ هتي سيان هُتي. پڃري جي پنڌ ۾ هن جو رهڻ محال هو. هن جي رضيه سان ايتري محبت هئي ئي ان ڪري جو رضيه ٻين وانگر ڪيس شاديءَ جي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسائڻ جي ڪوشش نه ڪندي هئي. جيتوڻيڪ هوءَ چاهيندي هئي ته عزيز کي جند جان سان جڪڙي ڇڏي، عزيز سندس رڳ رڳ جي ويجهو رهي، نظر نظر ۾ مانداڻي ڪڏندو رهي.

نوران الائي ڇو عزيز سان نه نهندي هئي. اٺندي وهندي، عزيز جي گلا ڪندي هئي. رصيه کي هن جي خلاف ڀڙڪائيندي ڳالهائيندي ڳالهائيندي

بگڙي تپي ويندي هئي. پوءِ ته جهڙو تتو لوهه. جو آيو سو سيڪ ڪائي ويو. سندس نظرون ڇيهون ڪنديون هيون ۽ هوءَ مرد جي ساري ذات تي پئي چوهه چنبڙيندي هئي. عزيز به پيو لنوائيندو هو. ڪڏهن ڏاٽ، ڪڏهن هڏي، ڪڏهن ڇهڙ، ڪڏهن صفا جهيڙو. هن ڪن ڪان ٻڌي هُن ڪن ڪان ڪڍي ڇڏيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته کيس ڏاڍو غصو ايندو هو پر پوءِ ڪجهه سوچي مرڪي ڏيندو هو. ڀلا ويچاري نوران ڪڏهن ڪيو هجي ڪوئي عشقڙو ته ڪل پويسَ. هڪڙي ڀيري رضيه ۽ عزيز ٽئي ڪيوته سکر براج تي گهمڻ هلنداسين. عزيز سوچي رهيو هو ته تارن ڀريءَ راتڙيءَ ۾ پل تي گهمڻ ۾ به ڪوئي لطف هوندو! ٿڌو ٿڌو نيرو نيرو پاڻي، تنهن ۾ بجليءَ جي بتين جا پاڇاوان- ندي به تارا تارا، آسمان به تارا تارا! نوران هنن جو ارادو ڏسي، مٿي کي پٽي ٻڌي، ۽ رضيه کي چيائين ته، "اڄ رڌڻ پچائڻ جو ڪم تون ڪر." عزيز به منٿ ويسرو تي، نوران کي ڏنو ۽ پوءِ ڪلي وينو. اهڙا سوين واقعا ٿيا جن مان عزيز سمجهي ويو ته نوران جي زندگي ويران بيابان هئي، جتي محبت جي هير ڪڏهن به نه گهلي هئي ۽ هو ڪڏهن به کيس پنهنجي پاسي نه ڪري سگهندو.

پيار جي گهڙين کي پر ٿيندا آهن. عزيز جو سڄو سال انهيءَ ڪمري ۾ گذري ويو. اوچتو کيس ڪراچيءَ مان نوڪريءَ جو حڪم آيو ۽ هو سکر ڇڏي ڪراچيءَ ويندو رهيو. نوران کيس پوئين ڏينهن تائين ليکيو ئي ڪونه، گويا ڪوئي اجنبي هو. ڪراچيءَ جي تڪڙي تڪڙي، ترڪي ترڪي زندگي، ڏيک ويک، ناهه نوهه، رنگ ڍنگ، راڳ روپ، ڪيئي يار باش، ڪيئي سهڻيون سرتيون، ڪيئي وندر ورونهه جون جڳهون، ڪيئي روح رهاڻ جون ڳالهڙيون! ڪٿي سکر ڪٿي ڪراچي. هڪ هنڌ زندگي ڪٺليءَ جيئن مس چري پري، ٻئي هنڌ باز جيئن اڏامندي وڃي. عزيز رضيه کي ائين وساري وينو جيئن ڪوئي ضروري شئي تڪڙ ۾ وساري ڇڏي. ڪڏهن ڪڏهن رضيه کي خط لکندو هو سو به ڦڪو، الوٺو، ڪجهسو! ٻه سال عزيز رضيه ڪان دور رهيو ۽ جڏهن موٽي آيو تڏهن رضيه جي اسلم سان شادي ٿي چڪي هئي. عزيز رضيه جي شاديءَ ڪان ڪجهه ڏينهن پوءِ سکر آيو. کيس پاڻ تي ڏاڍو افسوس هو. گويا هو پاڻ وڃائي وينو هو. هو سوچي رهيو هو ته هو خود

پاڻي هو ۽ رضيہ ڪنول هئي، پاڻيءَ کان سواءِ ڪنول مرجهائجي وڃي ها، سو اسلم چُني ان کي گلدان ۾ رکيو. رضيہ عزيز کان سواءِ اڪيلي ۽ اڀاڻڪي ٿي پئي هئي، هن جي زندگي ۾ خال هو جو روز بروز وڌندو ٿي ويو، سندس حسن آب تاب سان چمڪندو هو سندس جواني چشمن جيئن ڦاٽ ڪائيندي چوندي هئي تہ آهي ڪوئي اجايل جو اچي پياس ٻجهائي. جيسين ڪوئي اجايل اچي تيسين رضيہ کي پنهنجي سونهن جو سارو آب تاب رڃ مثل لڳندو هو. ڏينهون پوءِ عزيز جو عڪس سندس دل ۾ چِٽو ٿيندو ويو. چِٽو، ڦڪيرو، ميرانجهڙو، ۽ پوءِ صفا غائب! نيٺ اسلم اچي سندس زندگيءَ جو خال پُريو. رضيہ جو اسلم سان پيار ڪونہ هو، صرف ڪشش هئي، ڪشش جا ڪاڻيءَ ۽ پٿر جي گسڻ تي باھہ پيدا ڪندي آهي. جيتوڻيڪ پٿر خود نہ جلندو آهي. رضيہ جي عزيز سان محبت هئي، اسلم سان رفاقت ٿي وئي. سماج جي ٻين ٻنڌڻ کان آزاد هوندي بہ هوءَ شاديءَ جي ٻنڌڻ ۾ رضا خوشيءَ ٻڌجي وئي. عزيز دنيا ڏٺي هئي، انساني فطرت جا گونا گون پهلو جاچيا هئا ان ڪري هن کي رضيہ تي نہ افسوس ٿيو نہ عجب آيو.

افسوس تہ عزيز کي پاڻ تي ٿيو ۽ عجب نوران تي آيو. نوران رضيہ جي شادي جي سخت برخلاف هئي. هونءَ تہ نوران ڇڻ عزيز جا پير ڌنيندي هئي ۽ ڪيس بينو نہ سهندي هئي پر اسلم جي اچڻ شرط هن عزيز جي ساراھہ جا ڍڪ پرڻ شروع ڪيا. "عزيز نهايت سپاجهو آهي، نهايت عمدو آهي. جهڙو پڙهڻ لکڻ جو قابل تهڙو اٿڻ ويهڻ جو لائق! منهنجو تہ ڇڻ پيٽ ڄائو پٽ آهي. مون سان ڏاڍو پيار اٿس. امي امي پيو ڪندو آهي." رضيہ پئي عزيز جي ڳالهہ لنوائيندي، نوران پئي دهرائيندي. رضيہ ٿڌو ساھہ کڻي گذريل محبت تي ڦل پڙهي ڇڏيندي، نوران ساهي پٽي وري الحمد شروع ڪندي. هوءَ محبت کي لَٽي ڇڏيندي، هيءَ پٽي ڪيس ڏيکاريندي تہ ڪوڙي ڪچ تي ماڻڪ پئي مٽين: شادي عادت آهي، محبت عادت نہ آهي. شادي پلڻ ٿي ٻڌي، محبت روحن کي ڳنڍيون ٿي ڏئي. ڳنڍيون بہ ريشم جون، جي ڇڪيندي نہ ڇڄن. شادي دنيا ۾ ضروري نہ آهي محبت ضروري آهي. ترس عزيز موٽي ايندو. مون کي پڪ آهي تہ هو موٽي ايندو. هن جي روح توسان لائون لڌيون آهن. تون هن کان ڪڏهن بہ وسري نہ ٿي سگهين. چري تو ڇا

ڏنو هو. مون عزيز جون اکيون ڏٺيون هيون جڏهن هو توکي ڏسندو هو. گويا سندس تارن تي روح نچندو هو، گويا هن جا چپ تنهنجي محبت جون سرڪيون پريندا هئا. گويا هن جي زندگي تنهنجي محبت ۾ حل ٿي ويندي هئي. مون کي پڪ آهي تہ عزيز موٽي ايندو، توکي ياد آهي تہ مون هڪ طوطو پاليو هو. تون چوندي هئينءَ تہ هن جا پر ڪتري ڇڏ تہ اڏامي نہ وڃي. مون هن جا پر نہ ڪتريا. هڪ ڏينهن هو سچ پچ اڏامي ويو. تو چيو تہ ڏٺئہ هن جا پر ڪترين ها تہ اڏامي نہ وڃي ها. مون چيو تہ پاڻهئي موٽي ايندو. تو خار ۾ پڃرو ئي پڃي ڇڏيو. هُو آيو ۽ پٽڪي پٽڪي موٽي ويو."

هي ڪمرو برابر پڃرو آهي، عزيز سوچيو. هن جا پر ڪتريل نہ هئا پر ان پڃري سان هن جي پريت ريجهي وئي هئي. هي پيارو ڪمرو جتي هن زندگيءَ جون پياريون گهڙيون گذاريون آهن! ڪمرو بلڪل ساڳيو هو پر انسان بلڪل بدلجي چڪا هئا. رضيہ اها رضيہ نہ هئي، نوران اها نوران نہ هئي. عزيز اهو عزيز نہ هو. هن ڪمري ڏانهن ڏسي نوران ڏانهن ڏٺو.

"ابا تون ايترا ڏينهن ڪٿي هئين؟" نوران چيو. نوران جي اکين ۾ ڳوڙها هئا. عزيز جي چپن تي مرڪ هئي. هو دل ۾ چئي رهيو هو، "نوران، رضيہ منهنجي زال نہ آهي پر تون سس ضرور آهين...."

# ڀھريون ۽ ڀويون خط

ٽپالي لفظ تي هن کي ڏاڍي خار لڳندي هئي. ”ٽپالي وري پٽھي جو مان پوسٽ مين آهيان.“ جيڪو ڪيس ٽپالي ڪوٺيندو هو تنهن کي هو اهڙي ته رباعي ٻڌائيندو هو جو ڏند ڇپن سان لڳي ويندا هيس. جڏهن ٻه ٽي ڏينهن ڏاڙهي نه ڪوڙائيندو هو، پگهر ۾ خاڪي وردي ميري ٿي ويندي هيس، ٽڪڙو پنڌ ڪري ناسون ڦنڊي ويندي ويون هيس، تڏهن سندس شڪل ڏٺي هيبت وٺي ويندي هئي. ڪيس ٽپال کاتي جي نوڪري ۾ ڏهه سال ٿي ويا ها. هن پنهنجي جواني جو گھڻو ڇڪو ان نوڪريءَ ۾ گذاريو هو. سندس عمر ڪٽي اٺيهه سال هئي ته به غذا جي گهٽتائي، زماني جي بار ۽ نوڪريءَ جي دربدري سبب ڇڻ ته چاليهن سالن جو لڳندو هو. ويچارو ٽپالي ته نه نثار پوسٽ مين!

نثار جي دل ۾ هڪ وڏي حسرت هئي. هو سيني جا خط پچائي ايندو هو، پر ڪيس ڪوئي خط نه لکندو هو.

هن جي زندگيءَ ۾ ڪيئي اهڙا موقعا آيا هئا جڏهن خط ڏسي ڪنهن عورت جي منهن تي چانڊوڪي ڊوڙي ويندي هئي. سندس رڳ رڳ ٽري پوندي هئي، جڏهن ماءُ پٽ جي خط کي چمي چشن تي چايو هو، جڏهن زال مرد جي خط کي ڏسي مرڪي هئي ۽ سندس ڳورا ڳورا ڇپر لفافي تي جهڪي ويندا ها. ڇڻ ته لفافي مان ٻاهران ئي خط جو احوال پڙهي رهي هئي. نه رڳو اهو پر ڪيئي غم ۽ غصي، حيرت ۽ حسرت جون تصويرون، جڏهن نڙان ياچائيءَ جي ويڙ جو احوال پڙهي جلي ويندي هئي، جڏهن ياءُ ياءُ جي صحت يابيءَ جي خبر ٻڌي ناخوش ٿيو هو ڇاڪاڻ ته سندس ملڪيت جو حصو ٿي ويو. نثار شهر جي ڀهراڙي واري حصي جا خط ڪٽندو هو ان ڪري جاهل

ڪمي ڪاسبي پڙهائيندا به هن ڪان ئي ها. هي ٻين کي خط لکي پڙهي ڏيندو ۽ انهن لاءِ خط ڪٿي ايندو هو پر هنکي ڪنهن خط نه لکيو هو. ڀلا لکيس به ڪير؟ نه هن کي هئي جوءِ نه جاءِ. نه مٽ نه مائٽ. نه يار نه دوست، نه چاڻو نه سڃاڻو.

نثار سڄي عمر ڪنوارو رهيو هو ۽ سوچيندو هو ته جي بابو به ساڳيءَ طرح ڪنوارو رهيو هجي ها ته ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها! هن روز روز جي تڪليف کان ته ڇٽي پوان ها! ٿيلهو ڳچيءَ ۾ وجهي، پيرين پنڌ اُس ۽ گُس ۾ دربدر آهيان. سرڪار کي مار پوي سائيڪل به نه ٿي وٺي ڏي. پگهار رڳو پنجويهه رپيا! ڏهه سال نوڪري ڪئي اٿم ته به اهو اضافو مليو آهي. ان تي وري پوسٽ ماستر جي گهر جي ٽهل ٽڪور! خير! پوسٽ ماستر جي زال ته سهڻي هئي. ڄڻ بهشت مان حور پارسل ٿي آئي هئي. گويا زندگيءَ جي رڃ ۾ اُڃ لاهي ڇڏيندي هئي. نثار جڏهن پمپ هلائي سندس گهر جا گهڙا ڀري ٿڪبو هو، يا سندس ڪٽون ڇڪيندي پگهرجي ويندو هو، تڏهن هن جي هلڪي لا غرض مرڪ هانوَ تي ٿڌو ڇنڊو وجهندي هئس. پر اها به ته هڪ عارضي خوشي هئي. بک جو علاج ته نه هئي. بک بڇڙي بلا داناءَ ديوانا ڪري!

پوسٽ ورڪرس جي اسٽرائيڪ ٿي وئي. هر ڪنهن ٽپاليءَ جي قميص تي ”غريب ٽپالي“ چٽڪي لڳل هئي. نثار آهستي آهستي سڄو معاملو سمجهي ويو هو ۽ ان ۾ روز به روز وڌيڪ دلچسپي وٺڻ لڳو. ڪٿي پوسٽ ماستر جي زال هن کي ان هل چل ۾ بهري وٺڻ کان منع ڪئي ته به هي نه مڙيو. ٻيا ٽپالي به نثار کي ڇڙو سر ڏسي ڪيس منهن ۾ ڏيڻ لڳا. ٻڏي ٻڏي نثار به تقرير ڪرڻ سکي ويو هو. هفتي کن بعد هن به مجموعي ۾ تقرير ڪئي، ”اسان کي حق ڏنا وڃن. آخر اسان به ته آدمي آهيون، اسان کي به پيٽ پالڻو آهي، ٻار ٻچا آهن، نياڻي سياڻي آهي...... اسانجي پگهار وڌائي وڃي. ڪارڊ تي ٽڪي مان ٽين پيسي واري ٽڪلي ڪئي وئي آهي. باقي اسانجي پگهار ڏيڍوڻي نه ٽيڻ گهرجي........“

ٽئين ڏينهن سندس تقرير جو ٽٽ اخبار ۾ اچي ويو ۽ ساڳي وقت ڪراچيءَ مان سندس لاءِ خط به آيو.

ڪامريڊ نثار،

اسين توکي پوسٽ مين اسٽرائيڪ ۾ اهڙي جوش خروش سان بهرو وٺڻ لاءِ مبارڪباد ٿا ڏيون. اهڙو چاهه اتساهه مليو تہ گهرجون ضرور قبول ڪيون وينديون......

توهانجو........

هي پهريون خط آيو هو. هن جو خط ڪنهن ناواقف ساٿيءَ وٽان! ڪنهن دور ديس جي همدرد وٽان! تہ ڇا سندس همدرد ۽ همراهہ ايترو پري پري بہ هيا؟ هن جي دل خوشيءَ ۾ ڦولي نہ سمائي. انهي ئي ڏينهن شام جو ريڊيو تي خبر آئي تہ اسٽرائيڪ ختم ٿي وئي ۽ ٺاهہ ٿيو.

ڪالهہ شام جو نثار تيز ڪائيندو ٿي هليو. پوسٽ اسٽرائيڪ بند ٿيڻ ڪان ڏهہ پندرنهن ڏينهن پوءِ ڪيس ڪنهن ڪوڙي بهاني تي نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو هو. هن کي پيو ڪوئي بہ ڪم نہ ايندو هو سواءِ خطن پهچائڻ جي. انکري بيڪار رلندو رهيو. سندس ڪيسي ۾ چار آنا پيا هئا ۽ انهن جو بہ هن آفيم ورتو هو. ٿوري آفيم کائڻ جي عادت کيس پهريون ئي هوندي هئي. پر پوءِ بيڪاريءَ جي حالت ۾ هن زيادهہ آفيم کائڻ شروع ڪيو هو. هو نشي جي گهيرتن ۾ لڏندو لمندو اچي پارڪ ۾ وينو. کيس پنڪيون ڪائيندو ڏسي هڪ شاهينگ سندس خاڪي ڪوٽ جي ڪيسي ۾ هٿ وڌو "متان ڪوئي رهيو کهيو مني آرڊر پيو هجيس،" هن سوچيو. نثار جي ڪيسي ۾ فقط هڪ ڪارڊ پيو هو جو هن خار ۾ ڪڍيو ۽ ٽڪريون ٽڪريون ڪري ڦاڙي ڦٽي ڪيو. نثار کي اتي ئي ننڊ ڪٽي وئي.

صبح جو ينگي پارڪ ۾ بهاري ڏيڻ آيو. نثار کي ڏونڌاڙي ڇيائينس، "ٽپالي نوڪريءَ تي نہ ويندين ڇا؟" نثار اکيون مهٽيندي چيو، "ٽپاليءَ جا پٽ! مان پوسٽ مين آهيان. تنهنجو ڇا؟" سندس اڌ پوٽيل اکيون ڌرتي تي کپي ويون. اتي ڪارڊ جا ٽڪرا پياها، هڪ ٽڪري تي ڪامريڊ لکيل هو، ٻئي تي نثار، ٽئين تي پوسٽ مين، چوٿين تي اسٽرائيڪ. ينگي بهاري ڏيڻ شروع ڪئي، ڪارڊ جا ٽڪرا هوا ۾ اڏامڻ لڳا. ڪوئي ڪيڏانهن ويو ـ ڪوئي ڪيڏانهن!

# ٻروچڪي رت

جانو ويو تہ هو چوريءَ لاءِ پر پنهنجي چوري ڪرائي آيو. اٿنيهين اونداهي هئي. ستارا پنهنجي ننڍڙي دهڪندڙ دل جهلي، اکيون ٻنيي جانوءَ کي ڪاٽ هٽندو ڏسي رهيا هئا. رکي رکي ساوڻ جي پنل هوا جا جهلڪا ٿي آيا نہ تہ سخت گرمي هئي. ڳوٺ وارن مڇرن کان ڇيٽا دکايا ها سو دونهين ۾ ساهہ گهٽجي رهيو هو. جانوءَ بہ پورو موقعو ڳولهيو هو. هن کهاڙي پيت جي آڏو رکي، لوهہ جي ڪلي سان پيت کوٽڻ شروع ڪئي. چؤطرف چپ چاپ هئي ڄڻ ڪائنات پوَ ۾ دم روڪي هن جي بي خوف هلت ڏسي رهي هئي. صرف تڏي جي "ترل رل، ترل رل" هوا ۾ لهريون ڪائيندي فضا جي خاموشيءَ کي وڏيڪ گهرو بڻائي رهي هئي. رکي رکي چٻري جي چيخ سناٽي جو سينو چيريندي ٿي وئي. هن پيت ۾ ماٿهوءَ جي لنگهڻ جيترو ٻر ٺاهي آسمان ڏانهن ڏٺو. وهائوءَ تي نظر ڪري هن سوچيو تہ رات جو ٽيون پهر آهي. ڪوٽيندي ڪوٽيندي، سندس سارو بدن پگهرجي ويو هو. هن نرڙ تان پگهر اگهي، پيت سان کهاڙي ڪني چمي ۽ جهڪي ٻر مان اندر ويو. اندر ڪوٺيءَ ۾ گهور انڌيرو هو ۽ دوزخ جي مونجهہ. پٽڪي جي ڪنڊ مان ماچيس ڇوڙي هن تيلي ٻاري، ساري ڪوٺيءَ ۾ فقط هڪ ڪٽ پئي هئي. ٻہ دلا ڪنڊ ۾ رکيا ها. پيت تي هڪ ڪتيل کهاڙي ٿي لٽڪي ۽ سامهون ٻيءَ پيت کي هڪ دري هئي جنهن کي ڪلف لڳل هو. اڳٽ مان چاٻين جو ڇلو ڇوڙي هن ڪنجيون ڪلف کي لڳايون. ڪلف کولي هن ٻي تيلي ٻاري. دريءَ جي مٿئين تختي تي قرآن مجيد رکيل هو، وچين تي پنج ڇهہ لٽا، ۽ هيٺين تختي تي هڪڙو ڪني ڀڳل چينيءَ جو ڪوپ، هڪ ماڪيءَ جي شيشي، هڪ ڪاشيءَ جو پيالو. جانو دهقانين جو چڱيءَ طرح واقف هو ۽ چوريءَ جي

آزمودي ڪيس سيڪاريو هو ته ڪٿي ڪٿي پيسو ڏوڪڙ ڳولهجي. سو هن قرآن مجيد جا پنا اٿلائڻ شروع ڪيا. وچ مان ڪيس ڏهين جا اٺ نوٽ مليا. "شڪر آهي" هن دل ۾ چيو، "مولا محنت ڪنهنجي نه وڃائي." ايتري ۾ زالاڻي رڙ آئي، "ابا چور، چور، چور! "جانو ڪهاڙيءَ ۾ هٿ وجهي پير ڏانهن ڀڳو. وچ ۾ سندس گوڏي سان ڪٿ لڳي ۽ ٿاٻو کائي وڃي پٽ سان لڳو ۽ اجا پاڻ سنڀالي هليو ٿي مس ته دلي تي ٿاٻو کاڌائين ۽ وڃي ڌرتيءَ تي ڦهڪو ڪيائين. دلي مان پاڻي هارجي سندس ڪپڙا پچائي ڇڏيا. پر ساهه جي پوَ ڪري هو جلدي اٿي ڪڙو ٿيو ۽ ٻر مان اجا نڪتو مس ته نڪاءَ تي ويس مٿي تي لوڙهه. بس پوءِ ته هن کي ڪا سرت نه رهي.

جانو هوش ۾ آيو ته پاڻکي وڻ سان ٻڌو ڏٺائين. سندس ٻانهون ۽ ٽنگون ايترو جڪڙي ٻڌيون ويون هيون جو هن ڀانيو ته رسيون ماس ۾ پيهي رهيون آهن. مٿي ۾ به ڏاڍو سور ٿي ٿيس. هن آڏيءَ اک سان سامهون ڏٺو. پٽ تي لالٽين ٽنگي پئي هئي ۽ چوڌاري پاڇا نچي ٽپي رهيا هيا ڄڻ جنڙين تي اک ڀوت ڪيڏي. پڌر ۾ پنج ڇهه ڪتون پيون هيون جن تي اٺ ڏهه ماڻهو ويٺا هئا. ٽورو پريان ڪاٺ جي ڪلي سان ٻه ڏاند ۽ ٽي مينهون ٻڌيون پيون هيون ۽ وچ تي ڇيٺا دکي دونهون ڪري رهيا هئا. دونهين جا ڪارا بادل پوت ٻتجي اڏامي رهيا هئا. "بس، ڊيلان رڙ نه ڪري ها ته چور وڃي گهر خوش ٿي ها،" هڪڙي کٽ تان چيو.

ٻئي ڪيس سر ملائيندي چيو ته، "شابس اٿس جو جاڳي پئي؛ اسان ته ڪونگهرا پئي هنيا، اها ئي خبر نه هئي ته گهر ٿو ڦرجي."

ٽئين کٽ تان اٿي چيو، "ادي ڊيلان! هاڻي رات جو ٻيو پهر آهي؛ ننڊ ته هونءَ ئي نه ايندي. تون راڻو ڳاءِ ته مان نڙ ٿو وڄايان ۽ ٻيا سڀ جهمر وجهن."

سيني چيو ته "ٻيلي، ڳالهه ته واهه جي ڪئي اٿي." پوءِ ته ڇئن ڇئن جون ٻه ٽوليون ٿي ويون؛ هڪ ٽوليءَ ۾ چار مرد هيا ۽ ٻيءَ ٽوليءَ ۾ چار زالون. ڊيلان لالٽين پٽ تان لاهي کٽ جي پائي ۾ ٽنگي ۽ پوءِ پٽ تي ويهي مانڌاڻي ڳائڻ لڳي.

"ڪتين ڪر موڙيا، تيڙو اَيا تيئي الا آ... آ.... آ، راڻو رات نه آيو، ويل

ٽري ويئي.“

جانوءَ محسوس ڪيو تہ آواز ڪائنات جي رڳ رڳ ڦڙڪائيندو نڪري ويو؛ هر هڪ جي بدن مان سيسرات اُڀري ويا؛ رات جو روح جهومڻ لڳو؛ ستارا وجد ۾ اچي رقص ڪرڻ لڳا. ڪيترو نہ ميناج هيو ان الا آ آ ۾. ڪيترو نہ تاثير! ڄڻ ڪوئي ڪنڌ تي تڏي ڪاتي وهائي رهيو هو. ڄڻ رڳ رڳ ۾ مٺي زهر دورو ڪندي ٿي ويئي.

”الا آ آ مونکي ڏنءِ ڏيئي ئي ئي ئي.“ بس حد ٿي چڪي! ڄڻ باهہ ۽ پاڻيءَ جون لهرون ڳلي ملي ويون. ڄڻ زمين آسمان آواز جي لس ليٽ ۾ ٻڏي ويا. وڻن جو ٽڙ وڳو تہ ساري سرشتي ڳونجي اٿي، درخت جهولڻ لڳا. ڏاند پڇ لوڏڻ لڳا. حسن خود هڪ راڳ آهي ۽ راڳ خود هڪ حسن جو جلوو آهي. جي ٻئي گڏ ٿيا تہ جڳ تي طلسمي ڇار وڇائجي ويندو. انسان رت ۽ ماس جو پتلو نہ رهندو پر هڪ نفيس، اعليٰ هستي ۾ ڀيسبو ويندو، سندس روح ڦهلجندو ويندو ۽ هو پاڻکي ڪائنات کان وڏو ڀائيندو. بي انت. اٿاهہ. اونهو! ڏيلان بہ لالٽين جي روشنيءَ ۾ ڄڻ بهشت جي حور ٿي لڳي. ململ جي چوليءَ مان سندس ڇاتي ڦڪيءَ روشنيءَ ۾ ٿي ٻکي. سندس پريل ڪڻڪ رنگ ڳل، ڪتابي چهرو، ڳورا ڇپر- سيني ملي غضب جي ڪشش ٿي پيدا ڪئي. جانوءَ کان ڄڻ پنهنجو ڏک تہ وسري ويو هو. هن جو روح ٻنهي تولين سان جهمر هڻي رهيو هو. ڪيئن نہ هنن هٿ ملائي ڇڏي ٿي ڏنا! سڄو وايو منڊل حسن، راڳ، ناچ ۾ گهوتجي ويو هو. سندس انگ انگ مان خوشي ٿي ٻکي. جڏهن راڳ بند ٿيو تہ جانوءَ محسوس ڪيو تہ ڏيلان جي سونهن، هن جو آواز آس پاس ڇانئجي چڪو هو. ڄڻ ٻنيءَ جي جر اڏامي چئي رهي هئي. ”ڏيلان“ ڄڻ چندول هوا ۾ ڦڙ ڦڙ ڪندو پڪاري رهيو هو، ”ڏيلان.“ ڄڻ درخت، جانور، جهوپڙيون. ڪٿون سڀ ڳائي رهيون هيون، ”ڏيلان.“ جانوءَ جي دل بہ ساڳيو سر آلاپي رهي هئي، ”ڏيلان.“

آهستي آهستي رات جون ڪاريون گهرايون ڇڊيون ٿينديون ويون ۽ اوندهہ جي سيني ۾ گهاءُ ڪري ڦڪو سوجهرو نڪتو. پکي پکڻ وڻن تي لاتيون لنوڻ لڳا ۽ هِليون آسمان ۾ چيخون ڪنديون اڏريون. ڍورن جون گهنڊڙيون وڄڻ لڳيون ۽ هر ڪو مال چارڻ نڪتو. جانو هيئر پنهنجو خيال

ڪرڻ لڳو. هن ڪيئي ڀيرا چوري ڪئي هئي پر اهڙو چوڪنيو ڪڏهن بہ نہ ڦاٿو هو. هن ڪيئي ڀيرا مينهون چورايون هيون ۽ راتو واهي ڪين درياهہ ۾ لاٿو هئائين. پاڻ مينهن جي پڇ کي چنبڙي پيو هو ۽ مينهن جي ٽبي تي ڏني تہ هن ڪيس پنيءَ ۾ سونٽو ٽي هنيو. ڪيئي ڀيرا هن رستي تي ڏينهن ڏٺي جو ڦر ڪئي هئي ۽ گاڏيءَ وارن کي پٽڪي سان ٻڌي سندن مال ڪٽي ويو هو. هن کي پنهن جي کهاڙي ۽ ٻانهن جي ٻل تي ناز هو. پر اڄوڪيءَ راتيون چور جون تہ تيهين رات ساڌ جي بہ آهي. ضرور صبح جو هو ڪيس ٿاڻي تي وٺي ڏيندا ۽ پوءِ ٽي سال ٽيپ.

سوجهرو وڌندو ٿي ويو ۽ سج جا ڀهريان ڪرڻا ڪک پن تي ائين پيا جيئن ٻار ننڊ ۾ مرڪي ڏئي. جهرڪيون چون چون ڪري مٿو ڪائي ويون. هڪ هڪ ٿي سارو ڳوٺ جانوءَ جي چوڌاري مڙي ويو. پوءِ تہ جيترا وات اوترئيون ڳالهيون. جانوءَ بہ بيهوش هجڻ جو مڪر ڪيو. هڪڙي چيو تہ، "ٻيلي ٻروچ ڀاءُ آهي ڇڏي ڏيوس."

ٻئي چيو تہ "هوش ۾ اچي تہ حال احوال وٺي ڇڏي ڏيونس."

ٽئين چيو تہ "چور ٻڌو پيلو آهي: يڪدم ٿاڻي تي اطلاع ڏيو."

چوٿين چيوتہ، "مري تہ نہ ويو آهي، ائين واڄ چو ٽڙي وئي اٿس."

نيٺ هنن اهو فيصلو ڪيو تہ ٻيلي هوش ۾ اچي. پوءِ ڏٺو ويندو. پوءِ سڀ ٽڙي پکڙي ويا. ڪي مال چارڻ نڪري ويا، ڪي کيتن تي هليا ويا ۽ ڪن شهر لاءِ گاڏيون ٻڌيون. گهر مان ڀيون زالون بہ سودو وٺڻ يا گاهہ ڪرڻ نڪري ويون ۽ باقي ٻيلان ۽ هڪ ننڍي ڇوڪري وڃي بچيون. ٻيلان ڏُڌ ولوڙي رهي هئي. چاڏي ڀيرن ۾ جهلي هن مانڌاڻي ٽي هلايو. جانوءَ ڇڇيون اکيون ڪري هن کي ڏٺو. مانڌاڻي هلائڻ مهل هن جي ڇاتي جڻ ڇولي مان ڦاٽي رهي هئي.

"عورت جي سونهن آهي بہ ڇاتيءَ ۾." جانوءَ سوچيو. "اهي بہ وڏا مکڻ جا ڇاٽا!" هن جي ڏاڍي دل ٿي تہ ٻيلان کي ڀڄائي وڃان. وڃي جيڪب آباد ڪيانس. هوڻ تہ جانو شاديءَ جي سخت برخلاف هوندو هو. تنهنڪري هو ڪنهن ماهيڙياڻي يا ٻروچياڻي سان مهينو کن پريت جو پيچ پائيندو هو ۽ پوءِ نوان ڏينهن، نوان نينهن! پر اڄ هن ڀهريون دفعو چاهيو تہ

شادي ڪريان، ڊيلان سان. ڊيلان سندس بدن ڪي تہ نہ پر دل کي بہ ٻڌي چڏيو هو. هن ڪجهہ سوچي چيو، "ڊيلان، پڪڙايئہ تہ سهين، پر هاٿي پاڻيءَ ڍڪ تہ ڏي."

ڊيلان چرڪ ڀري منڊيئڙو چڏي ڏنو ۽ هن ڏانهن ڏٺائين. جانوءَ جي ويڪري ڇاتي، پختا ڪلها، سانورو منهن، گهنڊيدار وار- سڀ ڄڻ نئين سر ڏٺائين ۽ پوءِ پاڻيءَ جو ڪوزو ڀري وڃي هن کي پيارڻ لڳي. جانوءَ جا هٿ ٻڌل ها سو ويجهو وڃي ڊيلان پنهنجن هٿن سان سندس وات اڳيان ڪوزو جهليو هو. هو ڍڪ ڍڪ پي ڊيلان سان اکيون ملائي رهيو هو. نيٺ ڊيلان ڪڪ ٿي چيس تہ: "پئين تہ چڱيءَ طرح پيءُ نہ تہ مان وڃانءِ ٿي." جانوءَ کي بہ جواب ڪونہ ڏنو بس رڳو ايترو چيو، "خوش هجين." ڊيلان کي اهڙي خار آئي جو جيڪر ڪوزو ڀوت تي ٺڪاءُ ڪرائيس ها. پر پوءِ الائي ڇو ماٺ ڪري اچي ڏڌ ولوڙڻ ويٺي.

"هڪڙي سٽ تہ ڪا راڻي جي ڀي بہ ٻڌاءِ." جانوءَ هن کي ڇيڙيندي چيو.

"ڇو، بابهين جي نوڪرياڻي آهيان ڇا؟" ڊيلان خار کائي چيو.

جانوءَ مرڪندي جواب ڏنو، "سائين، مان تنهنجي بابي جو نوڪر، جيئن چئين؟"

ڊيلان ماٺ ڪري ڏڌ جي چاڏيءَ مان مکڻ ڪڍيو ۽ پوءِ مکڻ مانيءَ تي رکي جانوءَ وٽ کڻي آئي ۽ چوڻ لڳي تہ، "بڪ بڪ نہ ڪر. تون جيستائين جيل وچين تيستائين اسانجو مهمان آهين. ٻئي هند هجين تہ جيڪر ڏند ڀڃي وڃهانءِ."

جانوءَ صرف سندس ڇاتيءَ ڏانهن گهوري ٿهڪ ڏنو. گرهہ گرهہ ڪري ڊيلان هنکي کارائي رهي هئي ۽ هو خاموشيءَ سان کائي رهيو هو. هن سوچيو ٿي تہ جي ڊيلان منهنجي زال هجي ها ۽ مان چوري ڪري رات جو موٽان ها هوءَ راڻو ڳائي ها تہ کهڙو نہ مزو ٿئي ها! ڊيلان هن جو نڊر، اٿل نمونو ڏسي رهي هئي ۽ دل ئي دل ۾ خوش ٿي رهي هئي تہ هن سندس راڳ ٻڌو هو. ماني کارائي ڊيلان چولي سان هن جا چپ اگهيا.

جانوءَ بي خيالو پڇيو، "ڊيلان، تنهنجي پيءُ کي ڪي ٻني گهٽي آهي؟"

ڊيلان جواب ڏنو، "ويهہ ايڪڙ منهنجي پيءُ جي، ڏهہ چاچي کي."

"۽ جوڙا؟"

ڊيلان جواب ڏنو، ”ہ جوڙااسانکي، هڪ چاچي کي، هڪ گوءِ جو ڏاند.“

جانوءَ ڪجهہ سوچي چيو، ”پوءِ تہ توهان آسودا ٿيندا. توهان ۾ ٻروچڪي رت ٿڌي ٿي ويئي هوندي. هاڻي تہ هٿ واٽئي وانگر صرف پيسي جا پٽ ٿي پيا هوندءِ.“

ڊيلان نفرت مان ڏانهنس ڏسي چيو، ”وري بڪين ٿو. تون وري ڪهڙو وڏو ٻروچ آهين؟“

هن گهڙي کن ڏانهنس ڏسي چيو، ”ڊيلان تون مونسان ڀڄي هلندين ءَ؟“

ڊيلان سوال ٻڌي وائڙي ٿي ويئي پر پوءِ ڪجهہ سوچي چيائينس، ”سوئر! ڪو شرم بہ اٿئي يا نہ؟ جي اهڙي اٿي تہ پوک ڪري چار پنج سو ڪماءِ ۽ پوءِ منهنجي پيءُ کان سڱ وٺ. مان هن جي هٿ وس آهيان. جنهن سان وٺيس تنهن سان نڪاح وجهائي. هان وٺ، مان تنهنجيون رسيون ڇوڙيان ٿي.“ ائين چئي هن جانوءَ جون رسيون ڇوڙيون.

جانو ڦريون تہ هڪو ٻڪو ٿي ويو پر پوءِ ڪجهہ سوچي چيائينس تہ ”ڊيلان ٻروچ ۽ پوک! ٻروچ ڪهڙو جو چوري نہ ڪري! ٻروچ ۽ چار پنج سو ميڙي! ڇري اسان لاءِ هڪ ڪهاڙي، هڪ ڪاٺ هٿڻ جي ڪلي، هڪ ٻلي گهوڙي ۽ هڪ تو پارو محبوب ڪافي آهي. آءُ تہ مان توکي جيڪب آباد ڀڄائي هلان.“

ڊيلان ڪنڌ ڌوڻي پوئتي هٽي وئي هن ۾ ٻروچڪي رت سرد ٿي چڪي هئي پريان ڪجهہ گوڙ آيو ۽ جانو ٽپ ڏئي ڀڳو چور جي دل ڇور ٿي چڪي هئي پر چور سخت ڏڄڻو هو؛ هن ۾ ٻروچڪي رت سرد ٿي چڪي هئي.

# هڪ شمع ٻه پروانا

پرهه باکون ڪديون، ابابيل اڏاتا، هوا تذيري ۽ ڪيف آور هئي. ڪنهن مولسري جي درخت تان ڪوئيل جي دلخراش ڪوڪ ٿي آئي. شاهي سڙڪ جي ٻنهي پاسن تي جوئر ۽ ٻاجهري جا چوُنڪ ڪنهن خوبصورت رقاص جيان هوا ۾ لڏي لمي رهيا هئا. شهزادو سليم پنهنجي گردن فراخ گهوڙي تي رکي غبار کي چيريندو ٿي ويو. سندس سيني ۾ جذبات جو محشر ٻيا هو. "آهه، مهر!" هن هڪ سرد ساهه کنيو ۽ سندس اکيون نمناڪ ٿي ويون.

هو پڪو حسن پرست ۽ عاشق مزاج هو. شهنشاهه اڪبر جي مرضي هئي تہ هو ڪنهن زلف مشڪبار جي دام ۾ نہ ڦاسي، ڪنهن آهو چشم جي ديد سان خريد نہ ٿئي، ڪنهن پستہ- لب جي چشڪي تي چريو نہ ٿئي، ڇو تہ نيٺ تخت ۽ تاج جو بار سندس ڪلهن تي پوڻو هو. هن (اڪبر) گهڻي مٿا ڪٽ ڪئي، داٻ دڙڪا ڏنا. حيلا وسيلا هلايا پر پرڻ ۾ پاڻي ڪئڻ ٽڪي!

سليم پيءُ جون نصيحتون ۽ گوشماليون لنوائي گنوائي ڇڏيندو هو. پر اڪبر بہ اڳيان اڪ جي ماکي نہ هو، هڪ طرف مهرالنساءَ جي شاديءَ جو انتظام ڪيائين، ٻئي طرف انارڪليءَ کي شهزادي سان ملاقات کان منع ڪيائين.

اڄ سندس حڪم مطابق سليم لاهور وڃي رهيو هو. ڪڏهن ڪڏهن اڪبر بہ سليم وٽ پيرو پريندو هو ۽ کيس سندس ذميواريون محسوس ڪرائيندو هو. پر هو پريت- پياسي، چڪور جيان ڪنهن چنڊ تي چريو هو، سو ڪٿي ٿو گوش ڌري. لاچار اڪبر کيس نظر بند رکيو. ڪوبہ اجنبي وٽس وڃي نہ ٿي سگهيو. ليڪن مهر النساءَ جي زلف جي زنجير کيس قرب ۾ اهڙو قابو ڪيو هو جو هوءَ ڪانئس هڪ پل بہ نہ ٿي وسري. پلا وسري بہ ڪيئن!

ڪڏهن ڪڏهن سليم جي بي تاب دل ۾ انارڪليءَ جي الفت جي ياد بہ چڻنگ جيان تڙڦي، وسامي ويندي هئي. پنؤر جيان هڪ گل جي واس کي ڇڏي، ٻئي جي محبت ۾ مست هو، ليڪن بعضي بعضي ان اڳئين گل جي بوءِ؛ وفا جي ياد؛ سندس بي خياليءَ جي بادلن ۾ غائب ٿي ويندي هئي.

عورت جو پيار تہ پٿر تي ليڪ آهي. انار ڪليءَ کي خبر هئي تہ سليم ٻيءَ ڪنهن جي تير نظر جو شڪار ٿي چڪو آهي، پر پوءِ بہ ڪهڙي نہ فراخدلي! ڪهڙي نہ خود قرباني! ڪهڙو نہ اجهل عشق! جو هنجي اندر ۾ عشق جي آگ اجهامڻ بدران، ڀڙڪندي رهي.

شمع هڪ هئي، پروانا ٻہ. مهرالنساءَ جي بہ صبح سانجهيءَ مرغوب محويت هوندي هئي سليم جي ياد. تارا تڪيندي راتيون وهائيندي هئي. " ڪڏهن تہ منهنجي قسمت جو ستارو بہ چمڪندو، نہ سدا سنئين نہ ڏنگي ڏينهن، " اها آس، اها اميد سندس زندگيءَ جوجهلو ۽ آسرو هئي. شهزادي کان سواءِ خورشيد صبح هن لاءِ خورشيد قيامت هئي. اُٽيهين- اونداهي هئي. مهرالنساءَ سليم جي ياد جي لهرن ۾ لڙهي رهي هئي. سندس اکين اڳيان اونداهو آئيندو جست خيز ڪري رهيو هو. بي تابي ۽ بي خوابي سٽ ڏني، اٿي رقعو لکيائين.

پرين،

ساوڻ- رت آئي، آسمان آگميو، بجلي چمڪي، بادل برسيا، پر تو ورڻ جي وائي نہ واري. ڇا سيئي واعدا وساري ڇڏيئہ؟ تو سوا "نہ ڪو مزو موت نہ ڪو جيئڻ ۾ ئي جس، " ڇا هن نذر نماڻيءَ کي پنهنجي نجهري پناهہ جو پاند نہ ڏيين! من ڪا مهر پويئي جو ناتر کي نوازين. ٻيو ڇا لکانءِ! لکڻ لڙڪ نہ ڏين، ڪريون پون قلم تي.

تنهنجي مهر

پنيرڪي جو اٿي نماز پڙهيائين، سليم لاءِ دعا گهريائين. انارڪلي جنهن سان پريت جو پکهہ پيل هوس، تنهن کي گهرائي رقعو ڏنائين ۽ تاڪيد ڪيائين تہ ڪيئن بہ من گهرئي محبوب کان پريت جو پيغام آڻي ڏي. هن کي ڪهڙي خبر تہ انارڪلي بہ ساڳي شعلي جي دل سوختہ هئي.

شهزادو سليم تنبوءَ جي در وٽ ڪانءَ جي ڪان ڪان ٻڌي رهيو هو. شايد، "ڪانگ لنوي مني لات، منهنجا سڄڻ اڄهي آيا،" جي مضراب سندس دل جي ساز کي ڇيڙي رهي هئي. اچانڪ ڪيس انارڪلي نظر آئي. برهہ جي باهہ ڀڙڪو ڪاڏو، ۽ نهي جي ڳلن تي ڳوڙها اچي ويا. نيٺ، "حڪايت بود بي پايان، بخاموشي ادا ڪردم،" انارڪليءَ آستين مان رقعو ڪڍيو.

اوچتو سليم جي گردن ۾ هڪ مضبوط پنجو ڪپي ويو. هن ڪنڌ ورايو تہ اڪبر کي ڏٺائين.

شهنشاهہ غصہ آميز نگاهہ سان انارڪلي جي رقعي ڏانهن هيو هٿ وڌايو. انارڪليءَ هٿ ۾ رقعو ڀڪوڙي ڀري ٿي وئي. "بيوقوف! هڪ تہ منهنجي حڪم جي عدولي ڪئي اٿي،" اڪبر شعلہ نشان آواز ۾ چيو، "ٻيو هيءُ گستاخي!" هو انارڪليءَ ڏانهن وڌيو جيئن ڪانئس ڪسي ڀر هوءَ تہ جهڙپ سان خط ڳهي وئي. اڪبر تپي لوهہ ٿي ويو، تاڙي وڄايائين ۽ چوڪيدارن اچي ڪورنش ڪئي. "هن کي نظر بند رکو." اڪبر ڪين چئي سليم ڏانهن ڏٺو "اڄ جو اڄ دهلي ڏانهن ڪوچ ڪر."

"جي قبلا"! سليم گلو گير آواز ۾ چيو. تنبوءَ ۾ پيشاني تي هٿ رکي انارڪلي مستقبل تي غور ڪري رهي هئي. بيڪسيءَ جي بادلن ۾ ڪا واهر جي وڄ جي جهلڪ نظر نہ آيس. دل ۾ دهرايائين تي تہ خط جو احوال هرگز افشا نہ ڪندس، جي ساجن لاءِ سرُ ويو تہ گهوريو. اوچتو پيرن جو ڪڙڪو ٻڌائين. منهن مٿي ڪيائين تہ شهنشاهہ بيٺو هو. "خط ۾ ڇا ڪليل هو؟ ٻڌائين ٿي يا جيئري پورايانءِ."

سر جو سودو هو، پر:

سينئہ من از حرور عشق آتش فشان

اي مبارک از جهنم من چراترسم هنوز

پيا، لاءِ جيا ويو تہ ڇا ٿيو! بادشاهہ جي رعب دارِ حشمت ناڪ چهري جو ڪو اثر نہ ٿيس، انارڪليءَ نابري واري.

رات جو هڪ جذبات جو طوفان سندس سورن- ستي سيني ۾ اڀريو. سندس زندگيءَ جي نوڙين ڇڳل ناو الم جي اڇهاڳ لهرن ۾ ٻڏي تري مانداٿي رهي هئي.

" ڪاش مان بہ هڪ شهزادي هجان ها!" هن هڪ مسرت آميز آواز ۾ جهونگاريو. "پوءِ اهو ئي اڪبر مون کي ننهن چوڻ ۾ ڦوليو نہ سمائجي ها." سندس دل زور سان ڌهڪي رهي هئي. پاسا بدلائيندي اک لڳي ويس.

ٻئي ڏينهن مزور انارڪليءَ کي ديوار ۾ پوري رهيا هئا. جڏهن ڳچيءَ تائين سرون آيس تڏهن ڪوتوال ڪانئس پڇيو "ڪا آخري آرزو اٿيئي؟" "ها!" هن هڪ سرد ساهہ کنيو. "هڪوار سليم کي ڏسان." ٻہ ڳوڙها سندس ڳلن تان ڳڙي مٽيءَ ۾ ملي ويا.

شاهي محلات ۾ سليم ايراني قالين تي دنيا ۽ مافيها کان بيخبر وينو هو. هڪ صراحي دار گردن وارو ساقي ڪيس پيالي تي پيالو پياري رهيو هو. مجمر ۾ شمع ٽي جلي. ٻہ پروانا پرڙا ڦڙڪائيندا ان تي لامارا ڏيڻ لڳا. هڪ نينهن- نسنگ پرانو جهڙپ ڏيئي، ڪنيزاٽيون ڪوهي، اڇي سليم جي پيرن وٽ ڪريو.

اي مــرغ ســحــر عـشـق ز پـروانــہ بـيـا مــوز،
کـــان ســوختـــہ را جانِ شــد و آواز نـيــامــد.

---

(۱) منهن جو سينو عشق جي گرميءَ سان جوالا وانگر ٿي ويو آهي.
اي مبارڪ! مان هاڻ جهنم کان ڇاجي لاءِ ڊڄان.

نوٽ: هي شعر مبارڪ جو آهي. هونءَ شيخ اياز کي پارسيءَ تي عبور هو ۽ مٿرڪ کان اڳ فارسي شاعري ڪندو، ان وقت بامبي يونيورسٽيءَ مان فارسيءَ ۾ پهريون نمبر آيو هو، جنهن تي مدار رکي ڪراچيءَ ۾ تعليم لاءِ داخلا ولي سگهيو هو. انڪري ٿي سگهي ٿو تہ هي شعر سندس لکيل هجن يا ڪنهن ٻئي جا هجن، ڇئي نہ ٿو سگهجي. ستار

(۲) اي پرهہ جا پکي، پيار پتنگ کان سک،
هو سڙي جان ڏني پر هن دانهن نہ ڪئي.

# هي هاري!

”منهن جو انگ انگ ڏکي رهيو آهي، منهنجو روح چيچلائي رهيو آهي، منهنجي بدن تي اجا نشان آهن. گهرا گهرا، ڪارا ڪارا نشان! مونکي ڦتڪا لڳايا ويا! ڇو؟ مون ڪهڙو ڏوهه ڪيو هو؟ پنهنجا ننگ بچايا. انڪري. پنهنجي نڪ تي مر نہ لاتي انڪري! آخر منهنجو گناهه ڪهڙو هو؟ ہہ دڙيون ڪاموري ڪڙي جون، ہہ دڙيون ڪارائي ڪمدار جون، ہہ دڙيون پير فقير جون، مطلب تہ مٿان منو تہ لاهي ويو زميندار، باقي ڏڙو بٽئي جو ڍؤنگ رچائي وينا آهن. ساري خريف بيگر ہہ وهياسين، وڏيري جي اوطاق جي چند ڦوڪ ڪئي سين، ڪانيون پچايون سين، مارڪيٽ تائين ان ڍوئي ڏنوسين. پوءِ ہہ نہ پلال جو پورو حصو مليو نہ حساب ۾ گهٽائي تي. ان هوندي ہہ زهر جو ڍڪ پيري ٻڙڪ نہ ٻاقي، ڄڻ زبان نہ هئي. ڪنهن ڏاند کي ڄڻ ٻوتاڙي ٻڌي ڇڏي هئي. پر اسين ہہ تہ آخر انسان آهيون. رت ست ڏيندا سين، پيٽ کي پٽيون ٻڌنداسين، رکي سکي تي راضي رهنداسين پر غيرت تہ نہ وڪڻنداسين. ٻنيءَ ونيءَ تي سر ويندو آهي. آخر هر ڪنهن کي پنهنجي ماءُ ڀيڻ آهي. وڏيرو تہ اسان لاءِ ابو امڙ آهي! هو ڪيئن اسانجي ننگ ۾ اکيون رکي! هو تہ اسانجي پشت پناهه آهي، هو ڪيئن اسانجي شرم ۾ هٿ وجهي!

”منهنجي ٻُل چُڪ اها هئي جو مون وڏيري ڪريم بخش کي چيو تہ اهي نياپا سنيها منهنجي زال ڏي نہ موڪلي. اسين ٻروچ آهيون ۽ اهڙين ڳالهين مان نہ چاڻون. بس پوءِ تہ قيامت اچي ويئي، وڏيري لفنگا ڇيڙي ڏنا. منهنجي زال جتي ٿي وئي تتي هو ڪيس ستائي رهيا ها. هن جي ٻنيان ڪن تي هٿ رکي ڏوهيڙا ٿي چيائون. هن کي خواهه مخواهه طعنا تنڪا ٿي هنيائون. مون وڏيري کي ميڙ منٿ، آزي نيزاري ڪئي پر هو نہ رهيو. اٽلو منهنجو ڏاند

سندس چرچ تي چوري ٿي ويو. غريب ماڻهو! روز رپيو ڏيڍ پاڙو لڳندو هو. هاٿي هڪ ڏاند سان ڪم ڪيئن هلي.

”ڪيئي دفعا پاند ٻڌيءَ پاتو، قرآن مصحف ڏنا، پر هو ٿو مڙي! گهڙو پرجي پرجي نيٺ چلڪي. منهنجي به صبر جي حد ٿي چڪي هئي. تيون ڏينهن مان لوڙهه ڪٽي سندس اوطاق تي ويس. چيم ته يا هيڏي يا هوڏي. منهنجو اهو ڏوهه هو ته مون هن کي غصي ۾ بدشد ڳالهايو پر تون ئي چئه ته ان ۾ منهنجو سچ پچ ڏوهه هيو؟ آخر مان به ته انسان آهيان. گهوڙي تي به گهڻي تڪليف رکبي آهي ته گوهي ڪندو آهي. بس پوءِ ته صوبيدار صاحب نڪ ۾ دم ڪيو. منهنجي ڪنهن به نه ٻڌي. شاهد به وڏيري جا، سرڪار به وڏيري جي، پوليس جو خرچ پکو بہ وڏيري جو. اسانجو الله! پر جڏهين مونکي ڦٽڪا ٿي لڳا تڏهين ته شايد الله کي به رحم نه آيو!“

صالح جي ڳالهه ٻڌي منهنجي دل پرجي آئي. مون ڪيس آٿت ڏيندي چيو ته ”اهو وقت دور نه آهي جڏهين نه زميندار رهندو نه ظلم! گهڙو پرجي چڪو آهي رڳو چلڪڻ جي دير آهي.“

صالح مرڪي ڏنو. گهڙو چلڪندو ته ڇا ڪا ٻوڏ آئيندو! صالح پنهنجي گهر هليو ويو. رات جو پهريون پهر هو. ساري عمر ڪوٺ تي اونده ڇانئجي چڪي هئي. آسمان ۾ اڻ ڳڻت تارا ٽمڪي رهيا ها. انسان جي دل جا زخم شايد انهن تارن ڪان زيادهه ها. هن جي چوٽون ڪاڏيون هيون، جي ستم سنا ها تن جو ڪوئي ڳاڻاٽو نه هو. پاسا بدلائيندي منهنجي اک لڳي ويئي.

هليون چيخون ڪنديون هوا ۾ اڏاميون، اوندهه جا تهه ڇِڌا ٿيندا ويا ۽ ڦڪي ڦڪي روشني، ڦهلجندي ويئي. فجر جو وقت پوتر ۽ پيار پريو ٿو ٽئي، چؤنرن ڪان گزُ ڪن مفاصلي تي هوس ته پير ٿڙي ويو ۽ ڦهڪو ڪري وجي ڪريس. چور به ”نڪاءُ ڪرائي پنيءَ تي لوڙهه. منهنجو ته ڪرنگهو ئي ٽٽي پيو.“

صالح پير جو مُرو ڏيڪارڻ لڳو. مُري کي هٿ لائڻ سان سيسرات ٿي آيريس.

دنيا ۾ ٻن شين سان سر لڳندو هو. هڪ گهر واري ٻيو ڏاند سان. ڏاند ته نه هو؛ پکي هو! جڏهين گوءِ ۾ پجندو هو تڏهين ماڻهو ڏندين آڱريون

ڏيندا ها. واهہ ڙي پڪي! چڻ پيڇڙ تارو ڏٺوَ! هوا سان ڳالهيون ڪندو ويندو هو. هوا سان! مونکي گهر واريءَ کان بہ ڏاند پيارو هو. مون ڏيءَ جو سگ ۽ بہ سؤ روپيا اُتر ڏنا ها تڏهين تہ اهو ڏاند مليو هو. اجا ٽي مهينا ٿيا تہ وڏيري اچي وير وڌو ۽ منهنجي ڏاند جي ڪر ڪي راتو واهہ ڏنب ڏياريائين. ويچارو گگدامر بہ مهينا تہ منڊو هو. قرض پڪا ڪٽي، حيلا وسيلا هلائي ڪيس خوش ڪيم. پاڻ بڪيو ڏڪيو گذاريندو هوس پر ڏاندن کي روز آنو مکڻ ڏيندو هوس. پلا ڏاند تہ نہ هوا گوءِ ۾ پڄندو هو تہ سوين ماڻهو شرط رکندا ها. هڪڙي تہ زال بہ شرط ۾ هارائي هئي. پر اڄ ان منڊي ڏاند جي صدقي پنهنجو پير منڊو ڪرائي آيو آهيان. باقي مونکي جي چورن جو پتو پيو ۽ مون پلؤ نہ ڪيو تہ پيءُ جو پٽ ئي نہ سمجهجانءِ."

صالح روز پير سوتائيندو هو. پر ڪيس چٽڻ ۾ ٽي مهينا لڳي ويا. انهيءَ وچ ۾ صالح جي زال پنهنجي نٿ، چانديءَ جي ٻانهين، جهومڪيون، دُري ۽ ٻيا پڳل ڊٺل ڳهہ ڳنا وڪٽي پورائي ڪئي. مان هفتي ڏيڍ ۾ هڪوار صالح کان پڇڻ ويندو هوس. هو هميشہ اها ڳالهہ ڪندو هو تہ ڏاند سان منهنجي ايتري محبت هئي جيتري گهر واريءَ سان! ڏاند تہ نہ هو پڪي هو! زال ۽ مال ٽي سر ويندا آهن.

ڪالهہ مان هوٽل تي چانهہ پي رهيو هوس تہ پريان ماڻهن جو هجوم لنگهيو. هو ڪنهن کي کٽ تي کڻي ٿي ويا. "مون پڇو تہ ڇا ڳالهہ آهي؟" جواب مليو تہ: "صالح کي لوڙيون لڳيون آهن ۽ بيهوش ٿي ويو آهي."

مان ان گوڙ مان حڪيم عبدالغفور جي دڪان تي آيس. جيترا وات اوتريون باتيون! نيٺ شاهوءَ سربستي ڳالهہ ٻڌائي، چيائين تہ: "ڪالهہ صالح کي خبر پئي تہ سندس ڏاند فلاڻي حَر وٽ آهي. هن بہ ڪئي هر نہ تم راتو واهہ وجي ڏاند چوڙي آيو. صبوح جو ڏاند کي خوب ڌوتائين پوتائين، گهنگهرون وڌائين، مکڻ کارايائين پوءِ هوٽل وٽان وٺي لنگهيس. توکي شمن موچيءَ جي تہ خبر آهي. ٺٺڪ آهي ٺٺڪ! صالح اجان لنگهيو مس تہ هن مونکي چيو تہ، "مال موتائڻ تہ وڏي ڳالهہ آهي، ڪڙو جو ڪوئي زال موتائي. پر ڪنهن ۾ غيرت بہ هجي. چوڌهين صدي آهي." صالح ٻڌي هن ڏانهن ڏٺو پر پوءِ ايترو خيال نہ ڏنائين. شمن وري چيو "واه ڙي واه وڏيرا ڪريم

بخش! چوزو هٿ ڪيو اٿيئي چوزو! بيشڪ سائين بيشڪ! زر ڦينڪ تہ عشق ٿهہ پهہ. اسانکي ئي پيسو هجي تہ اهي حُور پريون آٿي ڏيکاريون، هي تہ ماٺهو جو ٻچڙو آهي.“ شمن مون ڏانهن ڏسي صالح ڏانهن اشارو ڪيو. صالح اهو ڏسي ورتو ۽ پوءِ تہ اچي ڳچيءَ کان جهليائينس. شمن تہ اٿتر حرامي آهي سو چيائينس تہ، ”اڙي اهڙي غيرت تڏهين نہ ٿي اچيئي، جڏهين جوٺهي وڏيري جي ٻک ۾ پئي آهي. تون جو هي ٿي مهينا پير سوٽائيندو هئين ۽ ڪمائيءَ کان ويهجي ويو هئين، تڏهين خرچ پکو ڪٿان ٿي هلايائين؟“ صالح جو منهن ٽامٽي هٽي ويو ۽ چيائينس تہ، ”سوئر جا ڦر! منهنجي زال ڪانيون وڪڻندي، پيسن تي رونبو ڪندي، ٻن ٽن گهرن ۾ جنڊ پيهندي هئي.....“

”ڪانيون وڪڻندي هئي يا پاڻ وڪڻندي هئي، انهيءَ جو پتو منٺ ۾ لڳي ويندو. هل منهنجي اکين سان ڏس.“ پوءِ تہ شمن کيس ڏنل شاهہ جي مڪان تي وٺي ويو. مسجد ڀنيان مجاور جي لانڊي هئي جنهن کي وڏيرو خرچ پهچائيندو هو ۽ ان ريت ان لانڊيءَ کي پنهنجن ڪڌن ڪرتوتن جو اڏو بڻايو هئائين. صالح رستي تان خيري ٻروچ جي گهر مان تکي ڪهاڙي کنئين. رستي تي کيس شمن ٻڌايو تہ ڪيئن سندس زال وڏيري سان لانڊيءَ ۾ ملاقات ڪندي هئي.

”ٻيلي هوءَ بہ ٿي لاچار هئي“ شمن ڦٽن تي لوڻ ٻرڪيندي چيو ”ٻهريون تہ ويچاريءَ گهٽا ڏينهن ستيا جهلي ۽ وڏيري جي چنبي ۾ نہ آئي پر پوءِ جڏهين تنهنجو پير مڙي پيو تڏهين بک وگهي هن اهو ڪم ڪيو. هونءَ تہ رن جي ذات تي لعنت آهي پر تڏهين بہ هن ڏاڍا وس ڪيا. پر پوءِ تہ ڏنگهي ۽ خرمو ڪاڏائين ۽ ٻگوراٽي جو سواد چکيائين سو هري پئي. تو بہ مال جي پنيان لڳي زال وڃائي. نہ لڳين ها ڏاند جي پنيان، نہ پير ئي مڙي پوڻي ها ۽ نہ زال ئي ڪريئي ها.“

صالح هن کي ڪو جواب نہ ڏنو. ٻئي لانڊيءَ تي آيا. قدرت منهنجي مالڪ جي لانڊيءَ جو در بہ ڪو ٻيڪڙيو پيو هو. صالح ڏڪي سان اندر هليو ويو. هن ڏٺو تہ سندس زال وڏيري جي ٻاکر ۾ هئي. ٽڪاءَ ڪرايائينس ڪنڌ واري ڪهاڙي. گجر وانگر منڊي لهي ويس. صالح وري

کھاڙي کنئي تہ وڏيري کي بہ اڳو پوءِ ڪارو ڪري ماريان تہ پنيان شمن لوڙهہ نڪاءُ ڪرايس. شمن کي صالح سان وير تہ اڳيئي هو پيو وري وڏيري جي اڳ بہ پوٹو هوس. وڏيرو بچي ويو. صالح ويچارو اڏ مئو پيو آهي." شاهو ڳالهہ ڪندي روئي وينو. "پلا جنهن گناهہ ڪيو سو بچي ويو، باقي مئا صالح ۽ سندس زال! انڌير نگري آهي هي دنيا، هي دلوراءِ جو راڄ!" شاهو ڳالهہ ڪندي ٻڌايو تہ، "صالح جو ڏاند بہ وڏيري جا ماڻهو چوري ڪريَ ويا ها ۽ سندس مُرو بہ انهن پڪو هو."

ٻئي ڏينهن مان حڪيم وٽ صالح کي ڏسڻ ويس. هن کي ڪاپاري ڌڪ لڳو هو. زخم گهرو ۽ موتمار هو. بچڻ جي ڪا اميد نظر نہ ٿي آئي. صالح وقلي رهيو هو. "منهنجي زال کي ڏاند سان پرڻايو. ڏاند زال کان بہ پيارو آهي. ڏاند تہ نہ آهي! پکي آهي پکي! زال مال تي سر ويندو آهي. وڏيرا! سوئر جا ڦر......."

# جي تنڊ برابر توريان

آبدار مغربي موسيقيءَ جو رڪارڊ وڄايو. راڳ جون ڇوليون ڇوهہ سان آيون، ۽ ڇر ۾ بدلجي ويون. جوڙيون فرش تي ترڪنديون، رقص ڪنديون، ائين ٿي ويون، گويا هنج پاڻيءَ تي لهوارا وڃي رهيا هئا. بجليءَ جي روشنيءَ ۾ زرق برق ساڙهيون چمڪي رهيون هيون، ۽ هن جي گلاس ۾ وسڪي، سوڊا، روشني، رقص ۽ موسيقي رلي ملي چمڪي رهيا هئا. هن چوٿون گلاس خالي ڪيو، ۽ سندس ڏيان جون لهرون ڪيس لوڙهينديون ويون- دور، دور ڪنهن اجنبي ساحل ڏانهن. هو شاعر هو، هميشہ چاهيندو هو تہ مان پيو ڪجهہ هجان ۽ پٺي ڪنهن هنڌ هجان. جڏهن جڏهن شراب پيئندو هو، تڏهن هن کي دور دور جون صدائون اينديون هيون؛ ڪائنات جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ناد وڄندا هئا؛ هن جا خيال ديوداسين وانگر رقص ڪندا هئا؛ ۽ هن جو من مندر جهونين مورتين سان سجايو ويندو هو. هن جا دوست جهومندا نچندا هئا، پنهنجي پنهنجي جوڙي دار جا جسم جاچيندا هئا، انهن جي ڳلن کي نفاست سان ڏسندا هئا؛ ۽ ڪائي ازلي ڪشش سندن تن من ۾ چٽنگ دکائيندي هئي، جا ٻري ٻري آڳ ٿيندي هئي، ۽ پوءِ هر رقص ڪندڙ جوڙي ٻہ ڇپيون ٿي ويندي هئي، ۽ هڪٻئي جي ڇر ۾ ڇرڪندي هئي. ليڪن هو خاموش، تنها، اُداس وينو هوندو هو. زندگي اَمرت تي جلترنگ وڄائيندي هئي، ۽ ٻهڪندڙ نظرون ۽ مهڪندڙ منهن ڏسي، هو پنهنجو نئون فلسفو دل ۾ دهرائيندو هو تہ ”خوشي حسن آهي ۽ حسن خوشي آهي.“ پر پوءِ بہ سندن روح تي غم جو گهيرو رهندو هو: خوشي حملي تي حملو ڪري، شڪست کائي موٽندي هئي، ۽ هو غم جي قلعي ۾ محصور، حسرت سان ڏسندو هو تہ ڪيئن فوج در فوج، زندگيءَ جون مسرتون پنتي هٽنديون ٿيون وڃن. اِڳيان ڪل ۽

خوشيءَ جو سمنڊ موجون ماريندو هو. ۽ هي ساحل وانگر خاموش ۽ ساڪت ان کي ڏسندو هو.

هو غم کان نجات پائڻ لاءِ شراب پيئندو هو، پر شراب کيس ويتر غمگين ڪندو هو. هن هڪ ڀيري لکيو هو تہ "جڏهن خدا ڪائنات خلقي خوشي ۽ غم پيدا ڪيو، تڏهن ٻنهي کي چيائين تہ "پنهنجا پنهنجا دوست چونڊيو." هن جو ايترو چوڻ، ۽ ساري مخلوق جو خوشيءَ سان ساٿ ڏيڻ. هر ڪوئي وڃي خوشيءَ جي پاسي ۾ بيٺو، ۽ ٻئي طرف غم ويچارو اڪيلو بيٺو رهيو. خدا فيصلو ڪيو تہ غم جي قسمت ۾ تنهائي آهي. ۽ پوءِ جڏهن سڀئي مخلوق ٽڙڻ پکڙڻ لڳي، تڏهن چوريءَ چوريءَ شراب غم جي ويجهو آيو، ۽ سُس پُس ڪري چيائينس تہ "تون غم نہ ڪر، مان ظاهري طرح تہ خوشيءَ سان آهيان، پر دلي طرح توسان آهيان." اڄ هن جي زندگيءَ ۾ شراب غم سان اهو قؤل نڀائي رهيو هو.

هن پنجون گلاس پيريو، ۽ ڳيت سان پي ويو. هاڻي هو سمنڊ کان هٽي، سپ جي سيني ۾ اچي رهيو هو. آسپاس ۽ اردگرد کان بي نياز، هو پنهنجي محويت جي عالم ۾ هو. هن جا گيت ۽ غزل ٽوليون ڪري ٽي آيا، ۽ رنگا رنگ لباسن ۾ نچي رهيا هئا. مطلعا، مقطعن سان جهمريون وجهي رهيا هئا؛ بيت، واين سان هم آغوش ٿي جهومندا ٿي ويا ۽ اهي آخر هن جي جيءَ جي جهوريءَ ۾ تحليل ٿيندا ويا، ۽ انهن جي ٻنيان هن کي ڪائي صورت نظر آئي. صورت، جا شراب جي ڇولين تي ڇُلندي ٿي آئي. هوءَ ويجهو ايندي وئي...... ويجهو ايندي وئي....... ۽ آخر ان جا نيڻ شراب جي جام مان کيس گهورڻ لڳا. هن کيس سڃاتو. هوءَ "شمع" هئي. شمع، جا هاڻي وسامي چڪي هئي، شمع جا ڪيتري وقت لاءِ هن جي شاعريءَ کي روشن ڪندي رهي هئي.

نشي جي ڇوليءَ هن کي ڪراچيءَ جي ساحل تي اُڇليو. ڇهہ سال اڳ هو شمع سان گڏ "هاڪس بي" تي ٽهلي رهيو هو. شام جو وقت هو، ڪوئي ازلي صراف سج جي سون کي ڳاري رهيو هو، ۽ پگهريل سون سمنڊ ۾ ڇوليون هڻي رهيو هو. هن شمع جون ٻئي ڊگهيون چوٽيون پنهنجيءَ گردن ۾ وجهي، هن کي چڪي پنهنجي قريب آندو. سج کي پاڻيءَ ۾ پنهنجو پاڇو ايترو تہ وڻيو، جو ان کي آغوش ۾ آڻڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ غوطو هنيائين، ۽ پنهنجي

ڀاڄي سميت ٻڏي ويو. هن محسوس ڪيو تہ شمع هن جو حسين ڀاڄو هئي؛ ۽ هن پنهنجيءَ فطرت جو عڪس شمع ۾ ڏٺو. جڏهن بہ هو پنهنجو شعر پڙهندو هو تہ شمع ايترو تہ محويت ۾ اچي ويندي هئي، جو هو محسوس ڪندو هو تہ هن ٻنهي جو ڪوئي وجود نہ هو. هو ٻئي غير حقيقي هئا، فقط شعر ئي حقيقي هو. شعر، جو شمع جي حسن ۽ هن جي عشق مان جڙيو هو. شعر جنهن ۾ ڪائي ازل جي ڇيڙي آهي، جا زندگيءَ جي هر ڏک سک کي جلائي رک ڪري ڇڏي ٿي، ۽ پوءِ ڇرڪندي، ڇرڪندي، ڪنهن جوالا ۾ بدلجي وڃي ٿي. هن شمع کي زيادهہ قريب آڻي، هن جي اکين کي چميو، ٻہ سهڻا سرد ڪنول ڪنهن سُرور ۾ ٻوٽجي ويا.

”آبدار!“ هن خالي گلاس سنگمرمر جي ڪائونٽر تي سرڪائيندي چيو، ”هڪ پورو.“ ۽ جيستائين آبدار وسڪيءَ سان سوڊا ملائي، تيستائين هو وري ڏيان جي لهرن ۾ لڙهندو ويو. هو ڪراچيءَ ۾ پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو هو ۽ ”ادب برائي زندگي“ ۽ ”زندگي برائي ادب“ تي ڪجهہ لکي رهيو هو. در مان گهميل پني هوا هن جي وارن کي ڪنڊيري رهي هئي ۽ هو انهن کي هٿ سان سنواري رهيو هو، تہ ڪنهن پٺيان اچي هن جي هٿ تي هٿ رکيو، ۽ پوءِ هٿ سرڪائي هن جي اکين تي رکيائين. هن ڇرڪ ڀري پڇيو، ”ڪير آهي؟“ پٺيان مٺڙو آواز آيو، ”شاعري!“ هن جواب ڏنو تہ ”شاعريءَ کي ڏسڻ لاءِ واقعي هي اکيون ضروري نہ آهن. مون شاعريءَ کي بنا ڏسڻ جي ڏسي ورتو.“ ۽ پوءِ هن هٿ کي جهٽڪو ڏنو تہ شمع اچي هن جي آغوش ۾ پئي.

ڪئبري رقص جي ڌن ڪجهہ تيز ٿي وئي، ۽ هن جي خيالات جو سلسلو ٽٽي ويو. هن اکيون ڇنڀي ڏٺو تہ فونو گرام وٽ هڪ انگريز ڇوڪري رڪارڊ ڏسي رهي هئي، ۽ هن کي ٻاڻ ڏانهن گهوريندو ڏسي، ڪجهہ ڇرڪي وئي. هن مرڪي گلاس هٿ ۾ کنيو، ۽ باقي بچيل وسڪيءَ کي ڏسڻ لڳو. گويا چئي رهيو هو تہ ”ڇري، تون ڇرڪين ڇو ٿي؟ جو انگريز، ”ايليٽ“ (T.S. Eliot) جي شاعري نٿو سمجهي سگهي، سو مون لاءِ [illegible]“ رکي.“ پرسان هڪ ديسي پوليس آفيسر انگريزي ڳالهائي رهيو هو، ۽ پنهنجي صحيح تلفظ جي احساس سبب فخر سان ڏسي رهيو هو. هن مرڪيو- گويا چئي رهيو هو تہ ”ڪمبخت، تو شاهہ لطيف نہ پڙهيو آهي،

تون بہ مون لاءِ ڪائي معنيٰ نٿو رکين!" هن پوءِ گلاس مان ڍُڪ ڀري ان ۾ آب حيات کي ڏٺو ۽ ان کي اکين سان چيائين، "هر ڪنهن کي توکي پيئڻ جو حق نہ آهي. معلوم نہ آهي تہ توکي ڪڏهن هنن جانورن مان نجات ملندي!" ۽ پوءِ ٻيٽ ڏيئي گلاس خالي ڪري ڇڏيائين.

وري ڇوليون آيون ۽ پنهنجي ڇوهہ ۾ هن کي ڪٿي ويون: هن ڏٺو تہ "شمع" پنهنجي گهر جي بالڪنيءَ ۾ ويٺي هئي، ۽ هن جي نظم جي ڪتاب جي ٻي ڪاپي ڪري رهي هئي. هن کي ڏسي "شمع" ڪتاب بند ڪيو. "شمع" جي چهري تي ڪجهہ اُداسائي ڇانيل هئي. گويا هوءَ پهرئين پهر ۾ پندرهينءَ جي چنڊ وانگر ٿي لڳي. هن سندس وار ڪنڊيري، پنهنجو منهن هن جي منهن جي قريب آڻي چيو، "منڙي، اج اداس ڇو آهين؟"

"سائين،" شمع وراڻيو، "زندگي امتحان وٺي رهي آهي. منهنجي پيءُ اج زور رکيو آهي تہ مان "ارشد" سان شادي ڪريان. چوي ٿو تہ ارشد کي ڪپڙي جي مل آهي، ڪلفٽن تي بنگلو آهي، ڪئڊلڪ ڪار آهي ۽ ڪافي بئنڪ بئلنس آهي. هن کي خبر نہ آهي تہ مان تنهنجي آهيان. تنهنجي آهيان. ڇو تہ تون شاعر آهين، تنهنجي ڦاٽل جهوليءَ ۾ ڪائنات جي دولت آهي." ائين چئي، شمع پنهنجو منهن هن جي ڇاتيءَ سان لاتو ۽ سرگوشيءَ جي انداز ۾ چيائين، "سائين، مان تنهنجي آهيان!"

هو خاموش هو، ليڪن هن جي دل چئي رهي هئي تہ "هائو، تون منهنجي آهين، ۽ هي ساريءَ ڪائنات جو حسن منهنجو آهي؛ ۽ جيستائين مون کي تنهنجي محبت حاصل آهي، تيستائين مان ان حسن کي زياده حسين ڪندو رهندس. ۽ اهو سڀ تنهنجي طفيل ٿيندو."

هاڻي ڇوليون ڇپين ۾ بدلجنديون ٿي ويون، ۽ هو ڪنهن آڳ جي سمنڊ ۾ هو. اوچتو سندس اکين اڳيان "شمع" جي مرثينگ صورت آئي. "شمع"، پويان پڙڪا ڏئي رهي هئي. ڪيس نمونيا ٿي پئي هئي، ۽ هوءَ شايد بخار ۾ پاسا ورائي رهي هئي. هو زندگي ۽ موت جي لڪ ڇپ ڏسي رهيو هو. آخر شمع وسامي وئي. ڪوئي پکيئڙو پنهنجي آکيري مان اُڏاڻو، ۽ هن جي آکيري جي قريب آيو ۽ پر ڦڙڪائڻ لڳو. گويا هو پرن جو آواز ٻڌي رهيو هو. هن چپن ۾ چيو، "پکيئڙا، تون پرڏيهي آهين. منهنجو آکيرو تو لاءِ نہ آهي، مان

۽ ڪڏهن ھي آڪيرو ڇڏيندس، تنهنجي پٺيان ايندس. ازل جا آشيانا ڳولي ڳولي، توکي ھٿ ڪندس. ھن وقت تون مون کان دور وڃي رهيو آهين......
نهايت دور! منهنجو پرواز ۽ تو تائين پڄي نہ سگهندو. شايد منهنجو راڳ تو تائين پڄي سگهي! مان ڳائيندس..... مان ڳائيندس!........ منهنجو راڳ تو تائين ضرور پهچندو!" ھن جي دل ۾ شايد خواهش پيدا ٿي تہ هو شمع جي چپن کي چمي؛ پر آسپاس ھن جا رشتيدار ڏسي، مشڪل سان ان خواهش تي قابو پاتائين.

ڇيي ھن جي نس نس کي جرڪائڻ لڳي، ۽ ھن ڪوٽ جي کيسي مان ڪجهہ نوٽ ڪڍي شراب جو بل ادا ڪيو، ۽ تيز ڪائيندو بار مان ٻاهر نڪتو. ھن جي هانوَ تي نشو ڪجهہ مونجهہ ڪري رهيو هو. هو بار جي ٻاهرئين در سان ٽيڪ ڏئي، ڪجهہ وقت بيهي رهيو. ڪڏهن ڪڏهن ھن جون اکيون کليون ٿي، ۽ سامهون رستي تي بتين مان ايندڙ ڪرڻا ھن جي نظرن سان نيزن وانگر ٿي اٽڪيا. ھن در جي ٿڌي لوهہ تي ھٿ ڦيريو، ۽ گهڙيءَ پل لاءِ ان جي وٺندڙ خنڪيءَ ۾ محو ٿي ويو. جهٽ کان پوءِ ھن جون اکيون ٻوٽجي ويون، ۽ وري ھن جو سارو تن بدن چڪيا ٻٽجي ويو، جنهن ۾ شراب آلا ٽوئا جلائي رهيو هو. اوچتو ھن کي اندران ڪائي اَجهل اُچل آئي، ۽ هو مدهوشيءَ ۾ در سان گسندو زمين تي ويهي رهيو. ھن کيسي مان سگريٽ ڪڍي دکايو، ۽ سوچيو تہ "ڇا ماضي سگريٽ جي رک وانگر آهي، جو ختم ٿيڻ کان پوءِ زندگيءَ مان ڇنڊجي ٿو وڃي؟" "ائين نہ آهي"، ھن سوچيو، "ماضي حال ۽ مستقبل- ٽيئي زندگيءَ جي تاڃي پيٽي ۾ ڳتيل آهن؛ باقي ائين ضرور آهي تہ زندگي ڪهري سَٽ جو تاڃي پيٽو آهي، جنهن ۾ ڪٿي ڪٿي ماضيءَ جي پَٽ جون تارون آهن." ڏيان جون لهرون وري ھن کي پنهنجي آغوش ۾ ڇڪي ويون. هو وري پاتار ۾ پيهي موتي ميڙڻ لڳو.

هو ڊرگ روڊ جي هوائي اڏي تي پنهنجي دوست "شيام" کي ڇڏڻ ويو هو. ڪراچيءَ ۾ فرقيوارانہ فسادن کان پوءِ سنڌي هندو پارت لڏي وڃي رهيا هئا. شيام، ھن جي ننڍپڻ جو دوست ۽ شاعر، جنهن سنڌ جي عظمت جا گيت ڳايا هئا. جنهن جي لوںءَ لوںءَ ۾ سنڌڙيءَ لاءِ سڪ هئي، سو هميشہ لاءِ وطن کي وداع ڪري رهيو هو. ڏينهن جو ٻارهين بجي هو ريل ۾ ڊرگ

روڊ پهتو؛ ۽ جڏهن هوائي اڏي تي آيو، تڏهن شيام اڳيئي اتي هو. ۽ هن سان گڏ هن جي ڀيڻ "شيلا" ۽ هڪ گهرين ڪارين اکين واري ڇوڪري هئي. شيام ان ڇوڪريءَ جو تعارف ڪرائيندي چيو، "هيءَ آهي "غزالہ". شيلا جي ساهيڙي؛ هن کي ڇڏڻ آئي آهي." هن هرڻيءَ جي نيڻن ۾ گهوريو، جن ۾ رڄ پنيان رُڄ هئي. اکين جي اُڄ، اکين جي رُڄ جو پيڇو ڪيو، ۽ ٻئي روح جي بي انتها وسعتن ۾ گم ٿي ويون. شيام هن ڏانهن اکير مان ڏسي چيو، "ادا، اسين وري ڪڏهن ملنداسين؟ اسان تہ سمجهيو هو تہ اسين تاريخ ٺاهي رهيا هئاسون؛ اسان کي اها خبر تہ نہ هئي تہ تاريخ موڙڳو اسان کي ڊاهي وجهندي!" شيام جون اکيون ڪجهہ ڪجهہ پرجي آيون ۽ پريل آواز سان هن چيو، "ادا، مون کي ياد ڪندين نہ؟"

"شيام!" هن چيو، "توکي خبر آهي تہ شاعر ۽ اديب کان سواءِ مان ٻئي ڪنهن جي دوستيءَ جو قائل نہ آهيان. ۽ تون ٿي ٻڌاءِ تہ سنڌ ۾ واقعي شاعر ۽ اديب آهيون گهڻا؟ توکي بہ ياد نہ ڪندس تہ باقي ڪنهن کي ياد ڪندس!"

"جي شيام اهڙو چڱو شاعر ۽ اديب نہ هجي ها، تہ اوهين شايد ڪيس وساري ڇڏيو ها!" غزالہ مرڪندي چيو.

"شايد!" هن جي چپن غزالہ جي چپن تان مُرڪ جهٽيندي چيو.

ٿوري وقت کان پوءِ شيام ۽ شيلا وڃي هوائي جهاز ۾ ويٺا، هو ۽ غزالہ کين حسرت ۽ محبت سان ڏسندا رهيا.

"شيلا کان سواءِ مون لاءِ سنڌ ڪائي معنيٰ نٿي رکي." غزالہ چيو.

"واقعي، شيام جي متعلق منهنجو بہ اهو ئي خيال آهي." هن غزالہ کي غور سان ڏسندي جواب ڏنو. غزالہ اٺويهن ورهين جي هئي. هن جي گندمي چهري تي صباحت ۽ معصوميت ٿي بکي، ۽ ان ۾ هن جون وڏيون وڏيون اکيون ائين ٿي لڳيون، گويا ڪنهن مندر ۾ ڏياٽيون ٻري رهيون هيون، ۽ انهن جي پرسان هن جون ڇڳون اگربتين جي دونهين وانگر وڪڙ کائي رهيون هيون.

"اوهين ڇا تي ويندؤ؟" غزالہ پڇيو.

"بس تي."

"مون وٽ ڪار آهي، جي گڏجي هلو تہ بهتر. ڳالهائيندا هلنداسين."

"چڱو."

غزالہ پاڻ ڪار هلائڻ لڳي ۽ هي اڳينءَ سيٽ تي هن جي پرسان ويهي رهيو. ڊرگ روڊ وٽ پهتا تہ آسمان تي گهاٽو جهڙ ڇانئجي رهيو هو ۽ ائين ڀاسڻ لڳو تہ ڇاڻ آئو. ہہ پهري ڪنهن ڳيرو مهاٽيءَ وانگر جهڙ ڪي جهاڳي رهي هئي، ۽ ننڍڙيون ڪڪريون چوڌاري ڇارين ۾ ڪارين وانگر پکڙيل هيون. اوچتو ڪجهہ گيڙو رنگ ڪڪر آسمان ۾ ائين ڏوڪيندا آيا، ڄڻ ڪنهن جوڳيءَ جي من جا اُمنگ هئا. ڪار رستي تان ڪڪرين جو تعاقب ڪندي ٿي ويئي. هن غزالہ ڏانهن ڏٺو ، جنهن جو منهن گهڻو سبب زياده ملائم ٿي ويو هو، ۽ پوءِ هو پنهنجي جهوني ڪافي ڳائڻ لڳو:

نيڻهن آيو مينهن وانگر هاءِ هاءِ،

پيو تڙي دل جو گلستان، اي اديون!

ڇا ڇوان آ ڪير مهمان، اي اديون!

هنجون اکيون ڪلي ويون ۽ ڏٺائين تہ هو بار جي در سان ٽيڪ ڏيو ويٺو هو. هو ساڳيو راڳ ڳائڻ لڳو:

"آ اڱڻ ۾ چنڊ مون سان، اي اديون!"

هن ٿڌو ساهہ ڀريو ۽ سوچيو تہ "اڄ اهو اڱڻ ۽ اهو چنڊ مونکان ڪيترو نہ دور آهي! هن وقت ڪهڙو ثبوت آهي تہ ڪنهن وقت اهو چنڊ منهنجيءَ جهوليءَ ۾ هو. واقعي هر حقيقت بي حقيقت آهي!"

نشو هن جي هانوَ جي هندوري کي لوڏڻ لڳو ۽ هو ڏاڍيان ڳائڻ لڳو:

"آ اڱڻ ۾ چنڊ مون سان،

آ اڱڻ ۾ چنڊ مون سان، اي اديون!

هن جون اکيون وري کيپ ۾ ٻوتجي ويون. هير جو جهوتو آيو، ۽ هن کي هنج ۾ کڻي اُڏاٿو: هو غزالہ جي گهر جي ايوان ۾ ٽهلي رهيو هو. غزالہ جو پيءُ انجنيئر هو. کين پنهنجو ڪشادو بنگلو هو. جنهن جي اڳر ۾ باغيچو هو، جتي هو ۽ غزالہ گهڻو ڪري شام جو ٽهلندا هئا. ۽ ادب، سياست ۽ ٻين موضوعن تي بحث ڪنداهئا. هن جي ڪنن ۾ ناريل ۽ پپيئي جي سرسر آئي، جا غزالہ جي ايوان ۾ ٻڌبي هئي.

"شاهہ کان پوءِ سنڌ ۾ صحيح معنيٰ ۾ ڪوئي شاعر نہ ٿيو آهي." غزالہ بحث ڪندي چيو، "ٻين سيني رواياتي پيرائي ۾ شاعري ڪئي آهي، ۽ شاهہ جا لفظ، ترڪيبون، محاورا، تشبيهون، تلميحون، وغيره دهرايون آهن. انهن ۾ ڪائي تخيل جي ندرت ۽ انفراديت ڪانہ آهي."

"ائين تہ نہ آهي." هن چيو، "بيڪس جي ڪائي بہ سٽ کڻ، ڏس تہ ان ۾ بيان جي انفراديت آهي يا نہ."

"مثال طور؟"

"مثال طور؟ مثال طور: ساجن سائين، سير ڪرڻ لاءِ آيو ٿي انسان." هن غزالہ ڏانهن شرات سان ڏسندي، "بيڪس" جي سٽ پڙهي.

غزالہ حاضر جوابيءَ جي شوق ۾ اچي وئي ۽ چيائين تہ، "سير ڪرڻ لاءِ ڇو، شعر چوڻ لاءِ ڇو نہ؟" پر پوءِ پنهنجي جواب تي پاڻ ئي شرمندي ٿي وئي.

مٿيون منظر اوندهہ جي پردي ۾ لپيٽجي ويو، ۽ ڏيري ڏيري هن جي روح تي روشني پوڻ لڳي. هن پاڻ کي غزالہ سان منهوڙي تي ڏٺو. هو ٻئي ڇولين کي ڇاتي ڏئي، سمنڊ ۾ اڳتي وڌندا ٿي ويا. ڪڏهن ڪڏهن ڇولي زيادهہ ڇوهہ سان ٿي آئي تہ پنهي جا هٿ جدا ٿِي ٿي ويا، ۽ پاڻيءَ مان اچانگ ڏئي غزالہ ٿهڪ ٿي ڏنا. اهي ٿهڪ ڇولين جي گجيءَ ۽ گاج سان ملي هڪ پرشور ڪائنات بڻجي ٿي ويا. هن کي ڪيتريءَ مدت کانپوءِ سچي خوشيءَ جو احساس ٿيو هو. خوشي، جا هن جي ٻنل منهن تي تڙي رهي هئي، ۽ جنهن کي هن جون نظرون نهايت نفاست سان غزالہ جي ڳلن تي ڇُهي رهيون هيون.

"اچ تہ بريڪ- واٽر تي هلون". غزالہ چيو.

"هل."

ٻئي هٿ هٿ ۾ ڏئي پاڻيءَ مان نڪتا ۽ ساحل تي ڊوڙڻ لڳا. بريڪ واٽر ڏانهن بہ رستا ٿي ويا. هڪ پڪي رستي تان ۽ ٻيو سمنڊ جي ڪناري تان، پهاڙيءَ وٽان. پڪي رستي تان ڪيترائي ماڻهو ٿي ويا، سو هنن تنهائيءَ لاءِ پهاڙيءَ وارو رستو ورتو. ٿورو اڳتي ويا تہ رستو ڪجهہ خطرناڪ نظر آيو. پهاڙيءَ تي پيچرو ڇولين سبب آلو هو، ۽ ان جي هيٺان سمنڊ جون

دهشت خيز چوليون هيون؛ ليڪن هي ٻئي پنهنجيءَ ڌن ۾ وڌندا رهيا. جڏهن هڪ اوچيءَ جڳهہ تي آيا، تہ اوچتو غزالہ جو پير ترڪيو؛ پر هن سان هٿ هٿ ۾ هوس، سو هن ڪيس پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو، ۽ هوءَ هن جي ٻانهن ۾ هلي آئي. موت ڪان اوچتو بچي وڃڻ بعد، هراس جي احساس ۽ هڪ دوست جي پنل جسم جي ڇُهاءَ- رس، غزالہ کي گهڙي پل لاءِ ساڪت ۽ خاموش ڪري ڇڏيو. سامهون اٿاهہ ۽ بي انت نيرو پاڻي هو، ۽ هي ٻہ تنها انسان؛ هڪٻئي کي چنبڙي ان کي ڏسي رهيا هئا؛ هنن جا نيڻ نيراڻ تي کپي ويا هئا.

”غزالہ.“ هن سرگوشيءَ سان چيو.

”پرين.“ غزالہ مُنهن هن جي ڇاتيءَ ۾ ڇپائيندي چيو.

ٻہ سال خواب و خيال وانگر گذري ويا. هڪ ڏينهن هو غزالہ جي ڊرائينگ روم ۾ ويٺو هو. هن تازو ايل. ايل. بي پاس ڪئي هئي؛ غزالہ ايم. اي پاس ڪئي هئي ۽ ڪاليج ۾ سياسيات جي ليڪچرر مقرر ٿي هئي. ڳالهہ تي ڳالهہ نڪتي ۽ هو پنهنجي مستقبل تي سوچڻ لڳا.

”اوهان وڪالت ڪڏهن ٿا شروع ڪريو؟“ غزالہ پڇيو.

”وڪالت ڪرڻ جو تہ ڪوئي خيال نہ آهي. ايل. ايل. بي تہ مون فقط قانون جي مطالعي لاءِ ڪئي هئي.“

غزالہ جي منهن تي غير معمولي سنجيدگي اچي وئي. جنهن مان ائين ٿي لڳو تہ هن ڪجهہ چوڻ چاهيو ٿي، پر چئي نٿي سگهي. هو سندس خيال ڀانپي ويو، ۽ چيائين: ”غزالہ، توکي خبر آهي تہ شعر ۽ ادب منهنجي زندگي آهي. مان ان کي معاش جو ذريعو بڻائڻ چاهيان ٿو. ائين برابر آهي تہ ان ڪري فاقہ ڪشيءَ تائين نوبت پهچي. پر مون توکي ڪيئي دفعا چيو آهي تہ جي شاعريءَ ۾ دولت نہ آهي تہ دولت ۾ بہ شاعري نہ آهي.“ غزالہ بلڪل سُن ۾ اچي وئي، ليڪن هن جون اکيون هن جي اندروني آنڌ مانڌ جون گواهہ هيون. هوءَ ڪنڌ جهڪائي پير سان زمين کوٽڻ لڳي.

”شايد اوهان فقط پنهنجي لاءِ ٿا سوچيو.“ هن چيو ۽ ڪمري مان ڊوڙندي نڪري وئي.

هاڻي هن جو نشو ڪجهہ گهٽجي رهيو هو. هن اکيون ڇنڀي ٿڌي آڪاس ڏانهن ڏٺو. سامهون هڪ ستاري اک ڇنڀي. گويا هن کي چيڙائي رهيو

هو. هن سگريٽ دکايو....... ۽ کيس غزالہ سان آخري ملاقات ياد آئي.

پنهنجي ڪمري ۾ وينو هو، ۽ ڪوئي نظم لکي رهيو هو. اوچتو در کولي غزالہ ڪمري ۾ مرڪندي اندر آئي، ۽ اچي هن جي مٿان بيٺي. هو نظم جي آخري سٽ لکي رهيو هو تہ غزالہ هن جي هٿ مان ڪاغذ کسيو ۽ چوڻ لڳي، "زندگي برائي ادب- هر خوشي برائي ادب! آخر اسان بہ ڪنهن ڪاڻ ۾ آهيون يا نہ؟" هن ڪاغذ پنهي هٿن ۾ جهليو ۽ چوڻ لڳي: "مان هن کي ڦاڙيان ٿي. جي مان توکي شاعريءَ کان زياده پياري آهيان تہ توکي شاعري ڇڏڻي پوندي! تو ۾ بيحد صلاحيتون آهن ۽ تون هڪ ڪامياب وڪيل ٿيندين." ائين چئي غزالہ نظم وارو ڪاغذ ڦاڙي ڇڏيو، ۽ مرڪي هن ڏانهن نهارڻ لڳي. هن جي چپن غزالہ جي مرڪ نہ ورائي.

"غزالہ تون ڀلي آهين." هن غزالہ جي اکين ۾ گهوريندي چيو، "تو غلط سوچيو تہ مان توکي چوندس!"

ان کي ڪي سال ٿي ويا. اڄ هو ساڳيو بيت ڳائي رهيو هو، جو غزالہ جي وڃڻ بعد هن جهونگاريو هو:

سؤ سِرن پائي، جي تند برابر توريان،
تہ اَنل اوڏانهين ٿئي، جيڏانهن پيچل پرائي!

"جي تند برابر توريان....، " هن چپن ۾ جهونگاريو، "جي تند برابر توريان.......". هو اٿيو ۽ تيز ڪائيندو ٽانگي جي تلاش ڪرڻ لڳو.

# چار ايڪڙ ٻني

رات جو پوئين پهر هو. ڪڪڙن دس تي هنيا. آڀ تي ڦڪي چانڊوڪي ائين ٿي لڳي ڄڻ خدا زمين تي نهاري مرڪي رهيو آهي. ساري ڪائنات تي خاموشي وسي رهي هئي. انسان ۽ ان جا هل هنگاما سانت جي گود ۾ ستا پيا هئا. قرآن ۾ انسان کي اشرف به چيو ويو آهي ته ظالم ۽ جاهل به. شايد رات جي وقت انسان اشرف آهي ۽ ڏينهن جي وقت ظالم ۽ جاهل. ڏينهن جي وقت هن جا جهيڙا ۽ جهڳڙا، ساڙ وير، غم غصو ۽ چڪتاڻ ڏسي ته هن جي فطرت کان نفرت اچي ويندي. پر رات جي وقت جڏهن هو ننڊ ۾ الوٽ هوندو آهي ۽ چانڊوڪي سندس منهن کي چمندي آهي تڏهن هن تي پيار اچي ويندو ته هي اهو آهي جنهن جي محنت خدا جي اڻ گهڙيل دنيا کي گهڙيو ۽ ٺاهيو آهي، جنهن هوا، باهه ۽ پاڻيءَ کي مٺ ۾ آندو آهي ۽ هاٿي هڏ هٿي، ڪنبڙاٽيون ڪوهي، سانت جي گود ۾ ستو پيو آهي. جنهن قدرت سان هو ڏينهن جو وڙهندو آهي، سا ڪيس لوليون ڏئي رهي آهي.

جنهن رات جي ڳالهه آهي، اها به اهڙي منڙي پياري رات هئي. شاهوءَ ننڊ ۾ پاسا ٿي بدلايا. سندس منهن تي معصوميت وسي رهي هئي. سفيد ريش، نوراني پنل چهرو. اوچتو ڪتي جي ڀؤنڪ تي هو ڇرڪي اٿيو. سندس رڳ رڳ ۾ آرس ڪر موڙڻ لڳو. ڏڪڻ جي هير ۾ سندس اکيون ٻوٽيون ٿي ويون. پر اڄ رات آواندا پيڄا هئا. سندس ۽ سندس وڏيري جي عزت جو سوال هيو. هن پنهنجي پٽن رمون ۽ جانوءَ کي ڏونداڙي اٿاريو جي سندس پرسان ڪتولن تي ستل هئا. اکيون مهٽيندي رمونءَ پنهنجي سيرانديءَ کان لوڙهه ڪڍي ۽ جانوءَ کهاڙي ۾ هٿ وڌو. ٽيئي موريءَ جو ٻنو ڏيئي هليا ۽ چوڏاري ڦري موٽي آيا.

”اچي پرهہ تي آهي.“ رمونءَ اڪيون مهٽينديندي چيو. ٽڏي هير ڪين ننڊ جي جهوليءَ ۾ ڇڪي رهي هئي. ٽيئي ٻہ چار جهوٽا کائي ليٽي پيا. شاهو پريو مڙس هو. رمون ڪرڙوڊ ۽ جانو ڳيرو. شاهو سوچي رهيو هو، ڪري خدا خير باقي اڄ لٽ ضرورت لڳندي. هن اڳ بہ گهڻائي جهيڙا ڪيا هئا. متا ڦاڙيا ۽ ڦاڙايا هئا. اڄا سندس ڪهاڙيءَ تان رت بہ نہ سڪي هئي. اها بہ رات هئي جڏهن هو شانيءَ سان روح ريجهائي رهيو هو. شاني جنهن جو بدن ڪنهن سنگتراش ٺاهيو هو. جنهن جي ڇاتيءَ تي ٻہ لسا گول پٿر هئا. شاني، جنهن جون چيريون اکيون اڃا بہ ڪيس گهوري رهيون هيون. جنهن جا ماسيرا ڳل ياد ڪري اڃا بہ سندس روح ۾ گلاب ٽڙي رهيا هئا. جنهن جا ڊولائتا انگ اڄ بہ سندس اکين اڳيان ڦري رهيا هئا. اي محبت تون سدا جوان آهين. تون هميشہ زندہ آهين. شاني اڃا زندہ هئي توڙي ڪيس ڪاري ڪري ماريو ويو هو. شاهوءَ کي ياد آيو تہ ڪيئن شاني سندس ڇاتيءَ سان ڪرڙيءَ وانگر چهٽي پئي هئي تہ ڪوئي تان بہ جوان لٿا، هڪڙي ڪهاڙيءَ سان شانيءَ جي سري لاهي ڇڏي ۽ ٻئي هن تي وار ڪيو تہ هي ٻانهن ڏئي ڌڪ بچائي اٿيو مس تہ ٻئي ڪونو ٽپي پڇي ويا.

هاءِ ڙي سنڌڙي. تو ۾ ڪيترا معصوم گنهگار ماريا ويا آهن، ڪيترا اٻوجهہ ڏوهي ڪنا ويا آهن! ان وقت شاهوءَ شاني ڏانهن ڏٺو هو تہ سندس لڱ لڱ ڪانڊارجي ويو هو. سري ڌار، ڌڙ ڌار، نہ انگل نہ ارڏايون، نہ ماٺا مهٽا، نہ ناز نخرا، نہ چرپر نہ سس پس، چڻ هوءَ بہ ڪا ڪٺ هئي، بسترو هئي، پٽ هئي..... ڪجهہ بہ نہ. گهڙي اڳي جا سندس هٿن مان مڇيءَ وانگر ٿي ڪسڪي وئي، سندس ڇاتيءَ سان ڪرڙيءَ وانگر ٿي چنبڙي پئي، سا ائين ساڪن ۽ خاموش پئي هئي جيئن چانڊوڪيءَ ۾ پٽ تي پاڇو. چڻ سندس روح نڪري ان چانڊوڪيءَ جي پاڇي ۾ ملي ويو هو ۽ نور جي لهرن ۾ لڙهندو دور وڃي رهيو هو. دور جتي تارن جي ڪٽ تي هن لاءِ بسترو وڇايل هو. جتي فرشتا لوليون ڏئي رهيا هئا.

شاهوءَ ٽڏو ساهہ پريو ۽ سندس ذهن ورانگ پري ڏهہ سال اڳتي وڌي ويو. هن کي ياد آيو تہ ڪيئن هو پهريون دفعو چوريءَ لاءِ نڪتو هو، ان وقت چڻ ساري ڪائنات دم روڪي بيٺي هئي. چڻ ستارا اکيون ڇنڀي ڏسي

رهيا هئا. لوڙهو ٽپي هن مينهن ڇوڙي مس تہ پاڳيو جاڳي پيو هو ۽ ڪيس هڪل ڏئي اک تي پيند ٺڪاءُ ڪرايو هو. شاهوءَ اک کي ائين مهٽيو ڄڻ اڃا تائين اها ڏکي ٿي. هن پاسو ورايو تہ ڪيس ياد آيو تہ وڏيري ڪيس ڀي چوريءَ تي گهرايو جا هن نہ ڪئي هئي. وڏيري ڪيس پونڳو باسيو هو، پوندو ڏنو هو، چٽ ملائي هئي، چپاٽ هنئي هئي، پڳ لاٿي هئي، ڏاڙهي پٽي هئي، پر هن چوري ڪئي هجي تہ سلي. نيٺ وڏيري هن کي پوليس ۾ ڏنو هو ۽ هن ٻهريون دفعو ڪورٽ ڏٺي هئي، جتي قانون ئي قانون هو، انصاف ڪونہ هو. "اهو وڏيرو، اها پوليس، اهو قانون، سڀ هڪ وڏي سازش آهي." هن سوچيو، "اها ڄاڻڻ جنهن ۾ اسان جي هڏي هڏي پيسجي ٿي وڃي تہ هو دنيا کي چون ٿا تہ اسان هن کي چڙي ڇانڊي، اڃو اجرو ڪري ڪڍيو آهي."

اڄ انهيءَ وڏيري جي لاءِ هو سر ڏيئي رهيو هو. شاهوءَ مٿي نهاريو ٿڌو نيرو آسمان خدا جي پيشانيءَ جيان ٿي لڳو. هڪ هلڪي ڪڪري چنڊ جي مٿان اچي هٽي وئي. شاهوءَ ائين محسوس ڪيو ڄڻ چنڊ مٿانئس اوچتو نگاهہ وجهي تعجب مان ڏسي رهيو هو. هن منهن ورائي رمونءَ ڏانهن ڏٺو. شايد هو بہ ائين محسوس ڪري رهيو هو. رمونءَ ڪڪريءَ ڏانهن نهاري دل ۾ سوچيو تہ، "بادل ٺهي ٺهي هليا ٿا وڃن. برسات جي بوند بہ نہ پئي آهي. پر سال بيگاري ڏنيءَ ڪنيءَ تي وهي. هيل سڪ ٻڌ آهي. اڳي ئي پاٽي ٿورو وري جڙئي ماڇيءَ وارا سندس موريءَ جا آواندا پيچي پنهنجي ٻنيءَ ڏانهن پاٽي لاڙڻ جا دڙڪا ڏيئي رهيا هئا."

رمونءَ چار ايڪڙ ٻني ڪئي هئي. ان تي سندس زندگيءَ جو دارومدار هو. ان ۾ هن پنهنجو پگهر پوکيو هو. سلن سان گڏ سندس آسون اميدون اسري رهيون هيون. ڇا بہ ٿئي پر آوانڊا پيچڻ ڪونہ ڏيندو. سندس ڌيءَ کي ڪيترن ڏينهن کان تيئڙ تپ هو. سندس زال جو ڳهہ ڳنو، چوڙي ٻانهين سڀ خرچ ۾ ڳري ويو هو. فصل لهندو تہ ڪيس چار پئسا ٿيندا ۽ ڌيءَ جي دوا ڪرائيندو.

اوچتو سندس دل ۾ وهم جاڳيو تہ سندس نياڻي نظيران مري ويندي. سندس دل گائون مائون ٿيڻ لڳي. سندس هانوَ کي اچل آئي ۽ ڳوڙها سندس

اکين ۾ تري آيا. خدا ڪيس سالن ڪان پوءِ نياڻيءَ سان نوازيو هو. ننڍڙو ڳڍيءَ جهڙو پار. گهر جي سونهن، پيءُ ماءُ جي ورونهن. افسوس صد افسوس، اهو ابهم دوا دارونءَ جي خرچ نہ هئڻ ڪري مري ويندو. ڪيئي طبيب ڪيئي دوائون. پر هن وٽ پئسو ڪونہ هو جو اهي خريد ڪري. شايد انسان جي زندگيءَ ڪان پئسو وڏيڪ قيمتي آهي. شايد طبيب چتائڻ لاءِ نہ ڪمائڻ لاءِ آهن. شايد دوا شفا لاءِ نہ پر بها لاءِ آهي. پئسي نہ هئڻ ڪري موت سندس جهوليءَ مان نياڻي ڪسي رهيو هو. اي موت ذرا ترس. جي پئسو نہ آهي تہ مون وٽ نہ آهي. هن نياڻيءَ. هن ابهم جو تہ ان ۾ ڏوهہ نہ آهي. هن کي ڪهڙي خبر تہ مان جنهن وٽ ڄمنديس سو سڃو هوندو، پينگيو هوندو، ڏينهن رات پگهر جو پورهيو ڪندو هوندو تہ بہ چار پئسا بچائي نہ سگهندو هوندو. پڌين ٿو اي موت. انهيءَ اٻوجهہ ابهم کي ڇا معلوم تہ هوءَ ڄمندي تہ تهہ سيارو هوندو، پارا پوندا هوندا. ڏند ڏڪندا هوندا. لڱ لڱ ۾ ٿڙڪڻي هوندي ۽ سندس ڪنگال پيءُ وٽ پئسو نہ هوندو جو هو ڪمبل وٺي. هن کي ڪهڙي خبر تہ هيءَ دنيا پئسي جو چڪر آهي. پئسو انهن وٽ آهي جي پيٽ ڪڍي، طول وهاڻن تي ٽيڪ ڏئي ويهن ٿا. پر جن جي رونبو ڪري چيلهہ چبي ٿي وئي آهي تن جي لاءِ پئسو نہ آهي. تن جي لاءِ محنت ۽ مشقت آهي، بک ۽ ڏک آهي، مرض ۽ موت آهي. رمونءَ منيون پڪوڙيندي پڪو ارادو ڪيو تہ آوانڊا پڄڻ نہ ڏيندس، پوءِ سر وڃي تہ وڃي. آوانڊا پڄندا تہ فصل سوڪ ٿي ويندو، ڪيس پئسو نہ ٿيندو ۽ سندس نياڻي تيئڙ تپ وگهي مري ويندي. هن کي جڙئي ماڇي وارن تي سخت ڪاوڙ آئي ۽ کهاڙيءَ ۾ هٿ وڌائين. جڙيو ماڇي هو. پر جڙيو ماڇي تہ هن جو لنگوٽيو يار هو. ننڍي هوندي هو گڏ ٻڪريون چارڻ ويندا هئا. جڙيو ڪنڊيءَ جي وڻ تي چڙهي سگر ڇاٽيندو هو تہ ٻنهين جون ٻڪريون چرنديون هيون ۽ هو سڃين ڪوڏين جهڙا ڏند ڪڍي رمونءَ کي چوندو هو، ”اسان تہ نوريئڙي وانگر وڻ تي چڙهي ٿا وڃون. تون ڇا چڙهندين. ٻليءَ وانگر ٿو تڙ وٽ ٻيهي تڪين.“ جڙيو ۽ هو گڏ بيگاريءَ ۾ ترندا هئا، پلهاڙو ڪيڏندا هئا. رمون نڙ وڄائيندو هو تہ جڙيو ڪن تي هٿ رکي ڪافي ڳائيندو هو:

منهنجا گهوڙي سوار- تنهنجي ڇهبڪ ڪئي هان ڇري

تنهنجي ڇهبڪ ڪئي هان چري
الا وڃان ٿي مري
ڪڏهين ايندين وري- منهن جا پرڏيهي يار
تنهنجي ڇهبڪ ڪئي هان چري- منهنجا.....

اهو راڳ اڄ به رمونءَ جي ڪنن ۾ ٻُري رهيو هو. اهو راڳ ٻڌي رمونءَ کي ڪيترو نه جڙئي تي پيار ايندو هو! اڄ اهو جڙيو سندس رت پيئڻ لاءِ تيار هو. اڄ اهو جڙيو سندس آوانڌا پچڻ ايندو. ڪهاڙيون هلنديون. رت وهندي. دوستي زخمي ٿي لڇندي. انسان ڪهڙو نه ذليل آهي. پنهنجي سڌن کي پوري ڪرڻ لاءِ ڪيترو نه ڪڏو ٿو ٿي وڃي. هاءِ رمونءَ کي ڪهڙي خبر ته جڙئي کي به چار ايڪڙ ٻني هئي. هن کي ڪهڙي خبر ته موريءَ ۾ پاڻي گهٽ پڄو هو. هن جو به ٻئي وقت اڌ ان وڏيرو ڪٽي ويندو هو. هن جو دارو مدار به انهن ان ڪڻن تي هو. هن کي ڇا معلوم ته موريءَ جي مهڙ تان سڄو پاڻي وڏيرو الله بخش ٿي ڪٽي ويو.

وڏيرو الله بخش لکها جريب ٻنيءَ جو مالڪ هو. سڀ ڪاموراڪڙا هن وٽ ايندا هئا ۽ ڪانئس رسائي وٺندا هئا. رشوت جو نالو رسائي آهي. رشوت بيشڪ رسائي آهي. انسان جي انسان تائين رسائي، سڀ رسائي رشوت رستي ٿي سگهي ٿي. غريب هارين جو رت پيڙي وڏيرو الله بخش هر سال زڪوات ڪيندو هو ۽ خدا تائين رسائي ڪندو هو. ۽ ماڻهن کي مرڪي چوندو هو ته منهنجو نالو ئي الله بخش آهي ۽ مولوي ثناءُالله کيس ٽيڪو ڏيندو هو. اي الله، تنهنجي بخشش ايتري سستي ته نه هوندي. اي ثناءُالله، شايد تنهنجو الله رشوت به وٺندو آهي؟

رمونءَ کي ديرندو ڏسي جانو چرڪ پري اٿيو. جانو انهيءَ جهيڙي جي بلڪل خلاف هو. هن جڙئي جي ڌيءَ نازيءَ سان ياراڻي رکي هئي. جهونجهڪڙي مهل نازي دلو کڻي کوهه تي ايندي هئي ۽ واٽ تي لون جي اوٽ ۾ جانوءَ سان روح رهاڻ ڪندي هئي. گهڙي ڪٿن سان نازيءَ جي چيلهه بيد جي لڪڻ وانگر مڙي ويندي هئي ۽ جانو جهونگاريندو هو:
جيڪو چيلهه تي چار گهڙيون تنهنجي
مان تنهن گهڙي تان گهوريس وو

مان تنهنجي جدائيءَ جهوريس وو
جيڪو چيلهه تي چار گهڙيون تنهنجي
الا چيلهه تي چار گهڙيون تنهنجي

ستارن جي چانو ۾ اهي پيار جون گهڙيون جانوءَ کي زندگيءَ جيان پياريون لڳنديون هيون. هن دنيا جي ڌرتيءَ ۾ جنهن کي گهڙي پل پيار جي ڇايا ملي اهو ڪهڙو نہ خوش نصيب آهي. جانوءَ کي نازيءَ جو خيال آيو. سندس ڇهہ ڇڄي پيا. هو ڪيئن پنهنجي محبوبڙي جي ميار ڪٽي، سندس پيءَ تي هٿ هلائي. پر چوندا آهن تہ رت راڻي آهي. جانوءَ جي ياءُ ۽ پيءُ تي ٻري ايندي تہ هو ڪيئن مات ڪري ويهندو. شل چار ايڪڙ ٻني ئي غرق ٿئي. جانوءَ دل ۾ چيو، پر ربيج لاءِ پاڻي پورو ڪونہ هو، ٻني تَرِ چا ۾ ٿيندي.

پرهہ ٻاڪون ڪڍيون. اوچتو ڪوڏر جو ڪڙڪو ٿيو. جانو ٽپ ڏيئي اٿيو، ”نہ ويندءُ.“ رمونءَ هڪل ڪئي. ۽ تيئي ڪهاڙيون ۽ لوڙهيون ڪٺي ڊوڙيا ”ماريو نہ ڇڏيو“ جون رڙيون سناٽو چيرينديون ويون. ڏسندي ڏسندي ماس جا ڳڀل اڏامڻ لڳا. رت جون سيرون وهي ڇڙيون ۽ ٻہ جوان ڌرتيءَ تي ڪري پيا. هو پاڻيءَ تي وڙهي رهيا هئا. هر ڪو چوي تہ منهنجي چار ايڪڙ ٻني آباد ٿئي. هي چار ايڪڙ زمين مون لاءِ آهي. هيءَ منهنجي زمين...... ۽ زمين چئي رهي هئي تہ، ”مان ڪنهن جي ٻہ نہ آهيان. توهان سڀ منهنجا آهيو. گهڙيءَ ڪان پوءِ توهان سڀني جا لاش منهنجي آغوش ۾ دفنائبا.“

# رولو

رياض ڪيس ڀهريون ڀيرو ڪلفٽن تي ڏٺو هو. سندس وار هوا ۾ ٿي لهرايا ۽ هوءَ هڪ جل پريءَ جئن ڇولين ۾ اڏامندي ٿي وئي. سندس فراڪ آلو ٿي سندس ڇاتيءَ سان چهٽي پيو هو ۽ ان مان ٻه ڇهنب وارا ڪوڏ ڇڻ سمنڊ ۾ ٽٻي ڏيڻ لاءِ آتا ٿي نظر آيا. سندس ڦڪيري ڪاري رنگ جا تارا ڪڏهن ڪڏهن رياض تي ڪپي ٿي ويا ۽ پوءِ سمنڊ جي اٿاهه لهرين ۾ گجيءَ ڏانهن ڦري ٿي ويا. هر هر هن پنهنجي سونهري وارن تي هٿ ڦيري سينڌ ٿي ٺاهي. رياض ڏٺو ته هن جا وار ڪجهه سونهري، ڪجهه اڇا هئا. پر پريان غضب جي ڪشش ٿي ڪيائون. هن کي سمنڊ تي پوئين پهر جي ڦڪي چانڊوڪي ياد آئي ۽ جا ڪيفيت هن جي دل تي ان وقت ڇانئجي وئي هئي، سا هينئر به پنهنجو رنگ ڇمائي رهي هئي. ”هوءَ ڪير، مان ڪير!“ رياض دل ۾ چيو، ”ڪو ته سبب آهي جو ٻه اجنبي هڪٻئي کي ڏسي ڇڻ صدين جي گهري واقفيت محسوس ڪن ٿا! ايتريون ڇوڪريون ڇڏي، جو مان هن جي ڀنيان آيو آهيان، آخر ڇو؟ ڪو ته سبب آهي. هن جو نماڻو، اداس حسن ايتري ڪشش ٿو ڪري!“

ڇهين مهيني ڪان پوءِ هن ڪيس روهڙيءَ ۾ هڪڙي سنت جي آستان تي ڏٺو. وقت جو سمنڊ ڇوليون ماريندو ٿو رهي. ڪيئي لهريون سطح تي اڇي، ٻه ٽي پل لهرائي، چانڊوڪيءَ کي ڇميون ڏئي، وڃي ترو ولڻ ٿيون. ته مٿان تهه آهن انساني ذهن جا، بي نشان، بي انداز، بي انت. رياض جي دل ۾ به هڪ هلڪي هلڪي ياد جي لهر آئي. ”مون هن کي ڪٿي ڏٺو ته آهي! هي سونهري وار، هي ڦڪا ڪارا تارا، هي اڀوجهه اداس چهرو!“ هن ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر ڪيس ياد نه آيو. ڀريان گيڙوءَ رتي چولي ۾ جوڳي سلفي

چڪي رهيو هو. دونهون هوا ۾ ائين وٽ کائيندو ٿي ويو جيئن رياض جي دماغ ۾ خيال. هو هڪ سيلاني هو، هڪ ادبي رولو. ڪڏهن ڏس ته شاهه جي پٽ تي ڪلام ڳائيندو، جهوليندو نظر ايندو؛ ڪڏهن گنجي ٽڪر ٽي ڪنهن خيال ۾ سونجهيندو نظر ايندو، ڇڻ ڪنهن پارس جي ڳولا ۾ نڪتو آهي. ڪڏهن ٿاٽي بولا خان ۾ ڪنهن ماهيڙياڻيءَ کان مکڻ وٺندو ڏسبو ۽ آڏين اکين سان سندس حسن، پريل ڇاتيءَ، گلابي ڳلن جو نظارو به ڏسندو رهندو. ڪڏهن عمرڪوٽ ۾ مومل جي ماڙيءَ تي ويهي، لهندي سج جي گهري گهري شفق ڪي رات جي انڌيري ۾ گم ٿيندو ڏسندو نظر ايندو هو؛ ڪڏهن پراڻي سوٽ ۾ منگهي پير کان لاهوت- لامڪان پيو ويندو، گهنبذدار وار بنا ڏنگ جي سندس منهن تي پيا پوندا ۽ هو اهي هٿ سان هٽائي هلندو رهندو. ۽ ڪڏهن فريئر هال ۾ راڻي وڪٽوريا جي بوتي وٽ ڪنهن پارسياڻيءَ سان منيون منيون ڳالهيون ڪندو، ڪيس مغربي موسيقيءَ تي ٽيڪا ٽپڻي ڪري پنهنجيلائيندو نظر ايندو. هو چوندو هو زندگي هڪ سفر آهي، هڪ بي منزل، لاپتي سفر. ۽ هو هڪ اڻ ٿڪ لامقصد مسافر!

اڄ هو سنت جي درشن لاءِ آيو هو، ان لاءِ نه ته هن جو درويشن ۾ اعتقاد هو. پر ان لاءِ جو هن کي سنڌ جي شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ، جاءِ جاءِ، دائري دائري، چونڪ چونڪ، ڪنڊ ڪڙڇ سان محبت هئي. اڌوراڻي پئنٽ سان هو تڏي تي ليٽيو، پٽي جي پيڙي پي رهيو هو ۽ سوچي رهيو هو ته مون هن اداس اکين کي ڪٿي ته ڏٺو آهي! ۽ ٿي موالي پنگ گهوٽي رهيا هئا. گهرڙ گهوٽ گهرڙ گهوٽ جو آواز سندس خيال کي تيز ڪري رهيو هو. اوچتو آواز بيهجي ويو ۽ هڪ مواليءَ اٿي مٽ مان لوٽي ڀري. رياض جو خيال پنگ جي ڪونڊي ڏانهن ڇڪجي ويو. ٻه ڇٽا صافو جهلي وينا هئا ۽ هڪ مٿان پنگ وجهندو ٿي ويو. هن جي ذهن ۾ به ائين ڇهن مهينن جا خيال ڇٽي رهياهئا، پر هڪ جهوني ياد نه ٿي لڌي. دونهين ۾ ڪاري ٿيل ڇت، پٽين جي جهوني کهڳل جنهن مان ٻهه جا ڪک ڇٽي رهيا هئا، ميرانجهڙا تڏا، پٽين تي سنت جون ٻه ميريون تصويرون، دروازن مٿان لوهي شيخن تي ڪوريئڙن جا گهاٽا ڄار، سڀ هڪ خاص تصوير ڪڍي رهيا هئا. سنڌ جي جهوني، پٽي، وهمي تهذيب جي تصويرَ . ايتري ۾ ڪوئي پنگ جي جمني ڪٽي آيو ۽ چوڻ لڳس،

"بابو، بابا جي آستان جي امرت- توهان به پيئو." هن پهريون ته خيال ڪيو ته وني پيئانس پر پوءِ ارادو ڦيرائي ڪنڌ ڌوڻي چيائينس ته "مان نه پيئندو آهيان."

"بابا اٿيو آهي." ڪنهن اچي چيو ۽ پوءِ سڀ اٿي ٻئي ڪمري ۾ وڃڻ لڳا. رياض به ٻيڙي ڦٽي ڪري، پيرين اگهاڙو اچي قطار ۾ بيٺو. اتفاقاً سندس سامهون اهي اداس اکيون هيون. ناسي فراڪ، سونهري وار، اداس اکيون. هن ڪان ساهيڙيءَ ٿي پڇيو ته "توکي ڪهڙو ڪم آهي." هن آهستي جواب ڏنو، "بس ڪوئي ته آهي." ۽ هُن جون غمگين اکيون وڌيڪ غمگين ٿي ويون. رياض سمجهي ويو ته هوءَ انگريزي پڙهيل هئي. هن نظر ڊورائي ته چوڌاري سڀ ننڍا يا پڙي واريون نظر آيس. رڳو هيءَ ۽ ٻي ڇوڪري جنهن ڪانئس سوال پڇيو تنهن کي فراڪ پيو هو. پر ٻين جيئن هيءَ به هٿ جوڙي بيٺي هئي. سندس منهن تي بي انت اداسائي هئي. هن جا شفق رنگ وارا چڻ ان اداسائي کي وڌيڪ گهرو ۽ گنڀير بڻائي رهيا هئا. سنت ٻن قطارن جي وچ ۾ ڦري رهيو هو ۽ الائي ڇا جو ڇا جپي رهيو هئو. شرڌالو وايائيون سندس پير چمي رهيون هيون. گهڙيءَ مان گهٽيل باسي هوا ٿي آئي. پر رياض صرف انهن اکين جي گهرائيءَ ۾ گم هو. بي انت گهرائي. قطبي ساگر جي تهه مٿان لهرين جيئن گهري! ساڌ ٻيلي جي مور جي آواز جيئن اداس! روهڙيءَ جي کجورين مٿان چانڊوڪيءَ جيئن اداس! نمن جي چونڪ ۾ پوئين پهر جي بوءِ جيئن اداس! هن اهڙيون اداس، خوبصورت اکيون، اهڙا اداس، خوبصورت وار ڪٿي نه ڏٺا هئا. رياض خودبخود جهونگارڻ لڳو، "گهرا گهرا ڪارا نيڻ، جادو لائي ويا جيءَ ۾." هن ڪنڌ ورائي ڏٺو ته ٻه ٽي ڇوڪرا ٻيا به انهن اداس اکين کي تڪي رهيا هئا. هڪڙي کي اڇي پتلون، اڇي قميص، سونا بٽڻ ۽ هٿ ۾ پنڇي پيئي هئي. هي ڪيس ائين ڏسي رهيو هو جيئن ٻلي ڏسي شيشي جي برنيءَ ۾ مڇيءَ کي. ٻئي کي زين جو سوٽ، ڦڪل رنگ جي ٽاءِ ۽ خاڪي قميص پيئي هئي ۽ ڪيس آڏين اکين سان ڏسي رهيو هو. جڏهن هن سان اکيون ٿي مليس تڏهن پاڻ ڪري ٿي ڪنڌ جهڪايائين.

رياض مرڪي وري انهن اداس اکين ڏانهن ڏٺو. جيئن سرءُ جي چانڊنيءَ جو پوئين پهر ۾ سوجهرو اداس ٿيندو آهي، جيئن سياري ۾ شام جو اس جا

پويان تڙڪا اداس لڳندا آهن. جيئن مائي درياھ ۾ سکر براج جي پٽين جو پاڇو اداس لڳندو آهي. جيئن منڇر تي ساٽيءَ کان وچڙيل پکي اداس لڳندو آهي ۽ بندوقن جي آواز کان خوف ۽ هراس ۾ ان کي ڳوليندو آهي. تيئن رياض کي لڳي ٿي انهن اکين جي اداسائي!

رياض ڪيئي ڇهڪندڙ چهرا ڏٺا هئا. ڪيئي ڪلٽا مک کيس ياد آيا. ٽر ۾ ترائيءَ تي هن هڪ نوجوان ڇوڪريءَ کي گهاگهر ڪٽائي هئي. جڏهن هن چيلھ تي گهاگهر رکي هئي، تہ سندس ڇاتي جڻ گهگهريءَ مان ڦاٽڻ لڳي هئي. هن جو انگ انگ ڊولاٽتو هو. رنگ اڇو نہ هوس تہ پوءِ ڇا! چينيءَ جي ڪوپ کي پنهنجي سونهن آهي پر جڏهن ڪنير لسا لسا پيالا چڪيءَ تي چاڙهيندو آهي تڏهن انهن جي پني بوءِ ۽ سانوري رنگ مان اهو لطف ايندو آهي جو شايد ئي چينيءَ جي ڪوپ مان اچي! ڪجهہ پنڌ هلي هن ساهيڙين سان ٺهڪ ڏنو هو، بي پرواھ آزاد، ابوجهہ ٺهڪ. جڻ سڄيءَ ڪائنات هڪ پل لاءِ جل ترنگ هلايو ۽ چوڌاري واريءَ جون بي انداز پٽون جهومي اٿيون، ڪانڊيرا پنهنجا پيلا گل لهرائڻ لڳا. صاف نيلي آسمان مرڪي ڏنو.

پراڻي سکر ۾ ٻارهينءَ جي ميلي تي هن شاھ خير الدين جي آستان جي پنئين دروازي وٽ هڪ عورت کي ڏاڙهي مرد سان ڳالهائيندو ڏٺو هو. لکي لکي محبت ڪرڻ ۾ مزو آهي، سو کُلي کلائي پيار ۾ اصل ڪونهي. بدناميءَ جو خوف ملاقات جي لطف کي جڻ چار چنڊ ٿو لڳائي ڇڏي. کهڙو نہ منو هو ان عورت جو آواز! جئن وايولن جو آواز! ڇيندڙ، منو، سيسرات اپاريندڙ! جڻ خوشي سندس آواز سان لڪ- ڇپ ڪيڏي رهي هئي. هر هر هيڏانهن هوڏانهن ڏسي، پنهنجي دوست جي قميص جو بٽڻ ڦيرائيندي، هن کهڙيون نہ مٺيون مٺيون ڳالهيون ٿي ڪيون.

هن کي هڪ ٻي بہ ڳالهہ ياد آئي. هن کان هڪ ٻڪرار درخواست لکائي هئي. ڳالهيون ڪندي، هن ڪانئس پڇيو هو تہ "ڪڏهن عشقڙو بہ ڪيو اٿئي." ٻڪرار، جو سندس ڪلاڪ ڪن ۾ گهرو واقف ٿي ويو هو تنهن چيو تہ "سائين اهڙو ڏيکاريانءِ، جو عمر ڀر نہ وسرئي،" ۽ پوءِ رات جو رياض کي ڪبڙ جي وڻ پنيان بيهاري، ٻڪرار دڙي تي بيهي بين وڄائي هئي. بين جو آواز رات جي سناٽي کي چيريندو ڪوهين دور نڪري ويو. چوطرف

اوندهہ هئي، پوري اماس. تارا هڪبئي سان اشارا ڪري رهيا هئا ۽ انسان جي اڙبنگائيءَ تي مرڪي رهيا هئا. ٿڌي ٿڌي هوا بدن ۾ سياٽو وجهي رهي هئي. ڏهہ پندرهن منٽ مس گذريا تہ هن پريان هڪ ڇوڪري ڏٺي، جا وڏيون وڪون ڪٽيندي، سهڪندي ٿي آئي ۽ پن چٽن قدمن تان ڊڪ ڀري اچي ٻڪرار جي ڇاتيءَ سان لڳي. ڪيتري نہ جانباز هئي محبت هن جي! ڪوئي ڇٽ ڪين ڏسي ها تہ منٽ ۾ ڪارو ڪاري ڪري ٻنهي جون سسيون ڪهاڙيءَ جي هڪ ڌڪ سان اڏائي ڇڏي ها. رياض ڪراچي ڪاليج جي لئبرري ۾ لکي لکي محبت تينديي هزار بار ڏٺي هئي. پر هيءَ محبت بي مثال هئي. هڪ اڻ پڙهيل ڇٽيءَ جي محبت! ڪو سر جو سانگو نہ ڪيائين. بين جي مڌر آواز تي بيتاب ٿي هرڻيءَ جيان ڇالون مارنيدي آئي. سر جي سٽ هئي. نہ رڳو مٽ مائٽ، پاڙي اوڙي، ڏيٺ ويٺ جي گلا جو گهانگهو ڀاڻٿو هوس، پر هن ساهہ تان آهہ ڪنئي هئي. ڪهاڙيءَ جي چمڪندڙ ڌار جو خيال نہ ڪري، هُوءَ پرينءَ جي بين جي آواز تي ڀنيوريءَ جيئن اڏري آئي. موت ۽ محبت تارازيءَ جي پڙ ۾ هئا ۽ هن سودو قبوليو هو.

اچڻ سان هن پرينءَ کي ڀڏايو تہ سندس سوٽ ڪيس ذري گهٽ ڏٺو هو ۽ پوءِ ٿهڪ ڏنائين ڇڻ ٻن ڪهاڙين جي ڌارن ٽڪري آواز ڪيو، ڇڻ سانوڻي بادل گجيا- ڪهڙي نہ بي خوف محبت. جاهل خوشي!

رياض ڪيئي ڪلٽيون، ڇلوليون ڇوڪريون ڏٺيون هيون، ڪيئي ڪاليجي ڇوڪريون جن محبوب جي تقرير ٻڌي يا ڪيس ٽينس ۾ راند ڪٽندو ڏسي، خوشيءَ مان تاڙيون وڄايون هيون، پر انهن سيني جي خوشيءَ ۾ ايتري ڪشش نہ هئي جيتري هن جي غم ۾. انهن جي ٽهڪ ۾ ايتري سنگيت سمايل نہ هئي جيتري هن جي ڦڪيءَ غمگين مرڪ ۾. انهن جي چلولائيءَ ۾ ايترو حسن نہ هو جيترو هن جي گنڀيرتا ۾. رياض سوچيو تہ غم کي پنهنجي ليکي سونهن آهي. غم خوشيءَ کان وڌيڪ سهڻو آهي، لڙڪ مرڪ کان وڌيڪ پيارو آهي. هو شاعر نہ هو جو ان تي ٻہ ٽي شعر لکي وجي، هو ڪلاڪار نہ هو جو ان تي ٻہ ٽي تصويرون چٽي يا بيت جوڙي. پر هن جي دل هڪ شاعر يا ڪلاڪار جي دل کان زيادهہ گهري ۽ وسيع هئي. هن جي جذبات ۾ شعر جو درياهہ ڀيٽيل هو، هن جي خيالات ۾ ڪيئي تصويرون

چتجي چڪيون هيون، ڪيئي بت گهڙجي چڪا هئا. پر هن جهڙو مٺو شعر، هن جهڙي سهڻي تصوير، هن جهڙو من- موهڻو بت، رياض اڳي ڪڏهن نه ڏٺو هو. اي حسن جا غم، توتي ساري دنيا جي خوشي قربان آهي، اي غم جي ديوي تنهنجي سڏ ڪي اڳيان اندر ديوتا جي محفل جي سڄي سنگيت تڇ آهي.

رياض ڏٺو ته هو بوٽ پائي وڃي رهيا هئا. هو به ٿي منٺ ترسي هُن جي پٺيان هلڻ لڳو ۽ تڪڙا تڪڙا قدم کڻي، درياهه جي ڪناري تي پهتو. هو ٻيڙيءَ تي پهچي چڪا هئا، ۽ جيستائين هي پهچي ٿي پهچي تيستائين ٻيڙي هلي چڪي هئي. ڪناري تي پهچي هن ٻيڙيءَ ڏانهن حسرت ڀري نگاهه اڇلي. شام ٿي چڪي هئي. سج جو سونهري گولو آهستي آهستي پاڻيءَ ۾ ڍرڪندو ٿي ويو. سونهري لهرون ڪناري ڪان مٺيون وٺي غائب ٿي ويون. رياض محسوس ڪيو ته ڄڻ هڪ ٻيڄڙ تارو آسمان تان ٽپي ٻئي تاري جي پاسي ۾ شعاع ڪندو غائب ٿي ويو، ڄڻ بهار جي هير ۾ هڪ شاخ نمي آئي ۽ ٻيءَ شاخ سان ٻڪلي ملي جدا ٿي ويئي، ڄڻ زندهه پير تان هڪ لهر هلي ۽ ساڏ ٻيلي جي ڏاڪڻ جا پير چهي هلي وئي. به غير واقف اکيون مليون ۽ هڪٻئي کي مبهم پيام پهچائي جدا ٿي ويون. هوءَ ٻيڙيءَ تي وڃي رهي هئي، هڪ جل پريءَ جيئن. اوچتو رياض کي ياد آيو ته هن ڪيس ڪلفٽن تي ڏٺو هو!

# شرابي

هو پيئندو هو تہ جيئندو هو نہ تہ سندس زندگي موت جئن خاموش هوندي هئي. زندگي! هن ڪيئي ڀيرا خيال ڪيو هو تہ آدمي ڇائو ڄاو؟ صرف انهيءَ لاءِ تہ مصيبت، مرض، ۽ موت جو شڪار ٿئي؟ آدمي تہ ڇڏ پر هيءَ ڪائنات وجود ۾ ڇو آئي؟ هي گل صرف انهيءَ لاءِ پيدا ٿيا تہ شاخ تي ڄمي، ٽٽي ڦاٽي، مرجهائجي وڃن؟ هي ڏينهن رات، هي واچ مينهن، هي چنڊ تارا، هي سڄو مانداڻ، هي سڄو ڪتراڳ ڇا لاءِ؟ ان لاءِ تہ ڏينهن جي روشني رات جي اوندهہ ۾ گم ٿي وڃي. چنڊ تي گرهڻ ڇانئجي وڃي، تارا ٽٽي لاٿون ڪندا ڪنهن گمنام انڌيري ۾ غائب ٿي وڃن؟ خيال ڪندي ڪندي هو شراب جو پيالو ڀريندو هو ۽ هٿ مٿي ڪري چوندو هو، "جنهن دئيت هيءَ دنيا پيدا ڪئي تنهن جي نالي،" ۽ پوءِ ڍڪيت ڏيئي پي ويندو هو. شراب خاني خراب! پر شراب ڪان وڌيڪ هيءَ سڄي دنيا خراب هئي. هيءَ بي انصافي، بدصورتي ۽ بدانتظاميءَ جي دنيا! شراب سندس جان ۾ عجيب جوش پيدا ڪندو هو. هو اٿي جهومندو هو، ڳائيندو هو، سيٽيون وڄائيندو هو. هوش ۾ ڪيس شاعرن ڪان نفرت هئي. جي لفظن جي بازيگريءَ ۾ عمر وڃائي ڪڍيون هٿن، تن سان محبت ڪيئن هوندي ! شاعر! اهي خود فريب مداري! پر جڏهن هو پيئندو هو تڏهن ڪيس راڳ مان بيحد لطف ايندو هو. سندس روم روم ۾ راڳ جي لهر ڊوڙي ويندي هئي، سندس انگ انگ بحر وزن تي هلندو هو.

هوش ۾ هن کي مصورن لاءِ ڌڪار هئي. ڀلا ڇا رکيو آهي شفق جي رنگ ۾! اسپتال ۾ نرس نمونيا جي مريضن جي ڇاتيءَ تي پلستر رکندي آهي، سونهري پلستر! شفق جو رنگ ان پلستر جي رنگ ڪان ڇا ۾ بهتر آهي! ڇا لاءِ اهي بيوقوف ڪلاڪار ڪلاڪن جا ڪلاڪ آسمان جي گهراين کي

تڪي، ڪاغذ تي رنگ ٿڦي، پنهنجا احساس پيا چٽين! پر جڏهن شراب جي چُڪي چاڙهيندو هو تڏهن سندس دل ٿيندي هئي تہ وڃي سمنڊ جي ڪناري تي ڊوڙون پايان، سج جي پوئين رنگ جي جهلڪ ڇني وٺان، ڇولين جي جواني ۽ مستي ڪسي وٺان، جهولان، لهرايان ۽ ناچ ڪريان.

هو چوندو هو تہ دنيا جا وڏا ماڻهو سڀ بيوقوف آهن. عام ماڻهو ڪانئن محنت ڪرائي سندن ساراهہ ٿا ڪن. ڪهڙا نہ سياڻا آهن اهي عام ماڻهو! پاڻ اصل محنت نہ ٿا ڪن پر ٻئي ڪي سندس محنت لاءِ ساراهن ٿا تہ جيئن هو سڄي عمر سندن خدمت ۾ ڳهندو رهي. اهي سياستدان، شاعر، فنڪار سڀ احمق آهن. سيني کي عام ماڻهن ساراهي ڪاٺ جو اُلو بڻايو آهي. هو سياڻو هو ۽ ان ڪري ٻہ هن وڏي ماڻهوءَ ٿيڻ جي تمنا نہ ڪئي هئي. ڪري ٻہ ڇو؟ ڀلا خواب ۽ حقيقت ۾ تفاوت ئي ڪهڙو آهي! شراب جي مدهوشيءَ ۾ هو پاڻ کي دنيا جو وڏي ۾ وڏو ماڻهو سمجهندو هو. بنا محنت جي وڏو ماڻهو. دنيا جو پهريون سياڻو وڏو ماڻهو! جڏهن خمار لهي ويندو هوس تڏهن ڪيس سڄيءَ حالت تي ڪوبہ افسوس نہ ٿيندو هو. زندگي ٻہ تہ هڪ خمار آهي، اها وڏ ماڻهپ ٻہ تہ هڪ خمار جي لهر آهي. موت کان پوءِ ڇڻ تہ ڪوئي وڏو ماڻهو ٿيو ئي نہ هو. انساني بدن مادي جو ٺهيل آهي ۽ مادي سان ملي ويندو. پوءِ ڪيئن پتو پوندو تہ هيءُ مادي جو جزو منهنجي بدن جي جوڙجڪ ۾ ڪم آندو ويو ۽ هي ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جي.

هو پيئندو هو ۽ جيئندو هو. هوش ۾ ڪيس عورتن کان نفرت هوندي هئي. ڀلا ڇا رکيو آهي عورت جي ڇاتيءَ ۾؟ ٻہ چربيءَ جا ڳوڙها ڏسي، ماڻهو اُلو بڻجي وڃي! عورتون، اهي بيوقوفيءَ، بڪواس، بيهودگيءَ جا نمونا. ڳهڙيءَ ۾ سياڻي ۾ سياڻي ماڻهوءَ جو سر جهڪائي ڇڏن!

هُن حياتيءَ ۾ هڪ ڀيرو عشق ڪيو هو. اونهاري جا ڏينهن هئا، سندس محبوبڙيءَ کي ڏينهن جو ننڊ اچي وئي هئي. هونءَ تہ هوءَ ڪيس ڏاڍي سهڻي لڳندي هئي. سندس سنهڙا چپ، باداميءَ جهڙيون اکيون ۽ انهن تي ڪجل جون ليڪون، هن کي آپي مان ڪڍي ڇڏينديون هيون. پر اڄ هوءَ بي خبر ستي پئي هئي. سندس وات کليو پيو هو، جنهن تي مکيون ويٺيون هيون. سندس اکين ۾ پيليون چپيون هيون. گرميءَ ۾ سندس ڪڇن مان پگهر وهي

سندس گهگهريءَ کي خراب ڪري رهيو هو. هن جي سونهن جي احساس کي اهڙو تہ ڌڪ آيو، جو وري ڪڏهن بہ هن ڪنهن عورت سان محبت نہ ڪئي. پر جڏهن هو نشي ۾ هوندو هو تڏهن سڌو ڪنهن طوائف جي گهر ويندو هو. جنهن جا ناز نخرا، هار سينگار هن کي ايترو تہ وڻندا هئا، جو ڪيسي ۾ جيڪي بہ رپيا پيا هوندا هئس سي هو انهيءَ کي ڏيئي ڇڏيندو هو.

هو چوندو هو تہ زندگي مون کي فريب ڏيئي رهي آهي ۽ مان زندگي کي فريب ڏيئي رهيو آهيان. مان ”هاٿي“ مان ڇاٿان! ”ڪالهہ“ پورو ٿي چڪو، ”سڀاڻي“ اڃا آيو ناهي. پر جي شراب پي مان انهيءَ ”هاڻي“ جي وجود کي مٽائي سگهيس، تہ ڇڻ مون زندگيءَ جي سڄي ڍنگ کي ڍاهي وڌو، قدرت جي سڄي ڪارسازيءَ کي شڪست ڏيئي ڇڏي. هو چوندو هو تہ اهو شريف آدمي نہ آهي جنهن حياتيءَ ۾ آپگهات جو خيال نہ ڪيو آهي. هو خود شراب پي؛ روز ”اڄ“ جي زندگيءَ جو خاتمو ڪندو هو.

هو چوندو هو...... وڏيڪ ڇا ٻڌايان. مطلب تہ هو گهڻو ڪي چوندو هو ۽ جيڪي چوندو هو ان تي هلندو هو. ڪيس ڪوبہ ڪم ڪار نہ هوندو هو. ٿوري گهڻي پيدائش، جا سندس پيءُ جي ڇڏيل ملڪيت مان ٿيندي هيس، اها شراب جي خريديءَ ۾ وڃائيندو هو. ماڻهو سندس گلا ڪندا هئا، هو ماڻهن جي گلا ڪندو هو. پاڙي وارا ڪيس گاريون ڏيندا هئا، هو پاڙي وارن کي گاريون ڏيندو هو. حياتي ڪيس ڌوڪو ڏيندي هئي، هو حياتيءَ کي ڌوڪو ڏيندو هو.

هر هڪ انسان پنهنجي محدود دنيا جو مرڪز آهي. ڪهڙو بہ ڪاٺو ڪوجهو، ٽُنڊو منڊو هجي تہ بہ پنهنجي زندگيءَ جي ناٽڪ جو هيرو آهي. پر هن جي ننڍڙيءَ دنيا ۾ ڪجهہ بہ نہ هو، سواءِ شراب جي بوتل جي. شراب سندس جگر، جان، جيري ۾ رسي وسي چڪو هو. سندس حياتيءَ ۾ جو خال هوندو هو ان کي هو شراب سان پريندو هو. ٽپائيءَ تي لٽون رکي سگريٽ دُکائيندو هو ۽ سگريٽ جي دونهين جيئن سڄيءَ دنيا کي ور وڪڙ ڪائيندو ڏسندو هو. هڪ ڏينهن هو ائين سگريٽ ڇڪي رهيو هو ۽ پنهنجي بي معنيٰ حياتيءَ تي سوچي رهيو هو. سوچڻ کان ڪيس نفرت هئي پر جيترو وڏيڪ هو سوچ کان نٽائيندو هو اوتروئي وڏيڪ سوچيندو هو. هن جو خيال هو تہ

انسان وڏو ڪمبخت ساهوارو آهي. حيوان، جنهن کي ڪابه سوچ سمجهه ناهي، انهيءَ کان بهتر آهي.

"مياٺو." "مياٺو." هن هڪ ننڍڙو ٻليءَ جو پونگڙو ٽپائيءَ هيٺان ڏٺو. هن هٿ وڌائي ان کي ڪنيو ۽ ٽپائيءَ تي رکيائينس. هو جڏهن به شراب پي گوشت ۽ ڊبل روٽي کائيندو هو تڏهن اهو ٻلڙو ٽپائيءَ هيٺان اچي "مياٺو" "مياٺو" ڪندو هو، پر هن ڪڏهن به ڌانهس ڌيان نه ڏنو هو. جيئن هو گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ تي هري ويو هو. تيئن اها "مياٺو "مياٺو" به سندس خيالات ۾ دخل نه ڏيندي هئي. پر اڄ هن جو ڌيان ان ڌانهن اوچتو ڇڪجي ويو ۽ هو ان کي ٽپائيءَ تي رکي، هٿ گهمائڻ لڳو ۽ ڊبل روٽي گوشت ۾ ٻوڙي کيس کارائڻ لڳو. هن کي انهيءَ ننڍڙي جانور کي هٿ گهمائڻ مان جا خوشي ٿي رهي هئي، سا شايد هن کي هن مهل تائين ڪڏهن به نه ٿي هئي.

روز هو انهيءَ ٻليءَ جي ٻچي کي گوشت کارائڻ لڳو. اُن جي ڪير لاءِ هڪ تسري به جدا ڪري رکيائين. جڏهن به کيس هوش هوندو هو تڏهن ان ٻليءَ جي ٻچي سان راند ڪندو هو. هن به ٿي ڪينهون آتايا هئا، جي ان جي اڳيان ڦٽي ڪندو هو ۽ ان کي ڪينهن تي پنهنجا ننڍڙا، نرم گدين وارا پير رکندو ڏسي خوش ٿيندو هو. ڪائنس دنيا جو بي معنيٰ وجود سماج جي بيهودگي، انسان ذات جي ڪميڻائي وسري ويندي هئي. هيئنر پنهن جي دل ۾ نفرت جي ڪڙي جذبي بجاءِ منو منو لطف محسوس ڪرڻ لڳو. هن ٻليءَ جي ٻچي جي ڳچيءَ ۾ گهنگهرو ٻڌا ۽ انهن جي ڇم ڇم مان ايترو مزو ايندو هوس جو سندس روح نچڻ لڳندو هو.

هاڻي هو جيئندو هو ۽ پيئندو هو. هن جي جيئڻ جو دارومدار شراب تي نه هو. سندس زندگيءَ جي خال کي به شيون پري رهيون هيون. شراب جي بوتل ۽ ٻليءَ جو ٻچو. اهو ننڍڙو خوبصورت جانور سندس زندگيءَ ۾ معنيٰ پيدا ڪري رهيو هو. هو اڳي کان گهٽ وقت هوش ۾ رهڻ لڳو ۽ اهو سمورو وقت هو انهيءَ بي سمجهه حيوان کي پيار ڪرڻ ۾ گذاريندو هو. آهستي آهستي هو شراب جو واهپو گهٽائيندو ويو. هڪ بوتل، چار پيگ، ٻه پيگ، هڪ پيگ...... ان ريت هن پنهنجي عادت کي ڪيتري قدر مٽائي ڇڏيو. هاڻي کيس شعر، فن، حسن، محبت، دوستيءَ سان به دلچسپي ٿيڻ لڳي هئي.

هن پهرين دوستي مون سان رکي. هڪ رات سندس ڪنڌ ڪيي وئي هئي، سو خيال ڪيائين تہ ٻليءَ جي ٻچي کي ڦڪو ڪير ڪيڻ پياريان. اڄي منهنجو در ڪڙڪايايائين. منهنجي زال در وجي لاٿو تہ الاجي ڪير ههڙو ڪمهلو آيو آهي! هن کي ڏسي وائڙي ٿي وئي ۽ اچي مون کي چيائين تہ هي چنڊال هن مهل چو آيو آهي؟ جيستائين مان وجان ٿي وجان تيستائين هو اندر گهڙي آيو ۽ چيائين، "معاف ڪجو، مون کي توري ڪنڌ ڪيي." مون کي هن جي حال تي تعجب بہ آيو ۽ ڪل بہ. پر هن جون ڳالهيون ٻڌي مون کي هن سان همدردي هوندي هئي. سو هن کي ڪنڌ ڏيندي مون چيو "ٻيو بہ ڪجھ ڪيي؟"

"نہ، مهرباني. مون کي پنهنجو تہ خيال ڪونهي، مان تہ ڦڪو پي سگهندو آهيان، پر هن معصوم حيوان کي ڦڪي ڪير پيارڻ تي دل نہ ٿي، سو توهان وٽ لنگهي آيس. تڪليف معاف ڪجو" هن چيو.

مون کي اها ڳالھہ ٻڌي تعجب لڳو. پوءِ مان هن جو دوست ٿي ويس.

هو هاٿي سڌري رهيو هو. شراب گهٽو چڏي ڏنو هئائين. زندگي ناهڻ جا ويچار ڪندو هو. ماڻهن کان نفرت نہ ڪندو هو. پر مون کي هن جي انهيءَ ٻليءَ جي ٻچي سان ايتري محبت نہ وڻندي هئي. مون چاهيو ٿي تہ هو ماڻهن جهڙو ٿئي ۽ اهي چريائيءَ جون ڳالهيون ڇڏي ڏئي.

ڪلھہ هو مون وٽ آيو ۽ چيائين تہ "اياز! بوتل تپائيءَ تي رکي آيو آهيان. منجهس پوئيون پيگ بچيو آهي. اڄ مان اهو پوئيون پيگ پي ان بوتل کي ٽحي ٽني ڪندس ۽ وري شراب نہ پيئندس. تون مون سان هل تہ مان تنهنجي منهن تي انجام ڪريان."

مان يڪدم هن سان ڪنڌجي آيس ۽ اچا اندر گڙياسين مس تہ هن رڙ ڪئي. هو زمين تي ڏسي رهيو هو. بوتل فرش تي ٽڪريون ٽڪريون ٿي پئي هئي ۽ ٻليءَ جو ٻچو رتو رت ڦٿڪي رهيو هو. آن ساڀد تپائيءَ کي ڌوڏيو هو جنهن تان بوتل ڪري پئي هئي ۽ اُن کي شيشي جون ٽڪريون لڳيون هيون. هن ٻليءَ جي ٻچي کي ڪنيو ۽ کيسي مان رومال ڪڍي رت اگهيائينس. بہ ٽي ڏينهن هن دوا ڪرايس پر زخم روز بروز وڌندا ويا ۽ ڳوڙها ٽيندا ويس نيٺ ٽن ڏينهن کان پوءِ اهو ٻليءَ جو پونگڙو مري ويو. سندس بدن تي زخم هئا، ڳاڙها انگوري شراب جهڙا.

# نظيران

دريءَ جي ڀڳل شيشي مان تڏي هوا تي آئي. رکي رکي عبدالغفور جي بدن ۾ سيائو پئجي تي ويو. لوئي، جا واري سان کٻيءَ ٻانهن تان لهي تي ويس تنهن جو پلئه ڪلهي تي اچلائي، ۽ عينڪ جا نڪ تان واري سان کسڪي تي ويس، سا هٿ سان متي ڪري، اکين تي ڪپائي، هو لکڻ ۾ محو تي تي ويو. ”اج جهڙو سيءُ ته سڄيءَ عمر ۾ نه پيو آهي.“ هن مس ڪپڙيءَ ۾ ڏسندي چيو. جنهن مان مس ڪپي چڪي هئي. وڪيل جي منشيگيري ڪئي کيس ٻائيتاليهه سال ٿيا هئا. اهڙيون هن ڪيئي درخواستون لکيون هيون. قلم رکي، هن تڪل آگريون ڊگهيريون. عريضيون لکي لکي، کيس ڪاپي ڪري ڪري، سندس هٿن جون رڳون به نيريون ٿي ويون هيون. نيري نيري رڳ، جڻ فائونٽين پين جي رهڙ ۾ ڪنهن مس ٻري هئي. سندس هٿ جي سڏين هڏين تي وراڪا ڪائيندي تي وئي. ڪنهن وقت انهن هٿن تي ماس چڙهيل هو. ڊولائتا. ڳورا هٿ!

هن کي ياد آيو ته ڪيئن نظيران کي چپاٽ هنئين هئائين. جا ڪجهه وقت ته رسي ويئي هئي ۽ پوءِ روئي چيو هئائين ته ”نڏڪي ڏسي ٿو مارين، رضا الله جي!“ اج ڪيترو نه کيس نظيران تي رحم ٿي آيو. ويچاريءَ پيءُ جي ته سانپر ۾ شڪل ئي نه ڏٺي هئي. ماءُ به سندس شاديءَ کان سال پوءِ مري وئي. انسان جي دل ۾ ڪيڏي نه محبت ٿي ٿئي! پيءُ ماءُ سان، مٽ مائٽ سان، ڏيٺ ويٺ سان. پاڙي اوڙي سان! پر نظيران جي محبت ايتري ئي محدود هئي جيتري گهري. هن جو دنيا ۾ غفور کان سواءِ ڪوبه نه هو. هو سندس سوٽ به هو گهوٽ به هو. محبت، ايتري انڌي محبت، جو هوءَ غفور

ڪان اڳ ڪائيندي بہ نہ هئي. توڙي ہہ ہہ رات جا وڃي وڃن، ۽ هي وري ٻي ٻي ٻجين تائين ٻنگ جي جمني پئي، وڏيري ڪريم بخش جي اوطاق ۾ تاس کيڏندو هو.

هڪڙي ٻيري ٻڳت تي ٿي وڃي ويس. ٻڳت بہ ڪو ڳاتو ٿي! ڪات هو ڪات! پويون سهڻيءَ جو بيت تہ اهڙو هنيائين! ابوءِ! چي، "ٻگها جي ٻيٽن جا. ڪلها تن ڏناس!" سڀ زارو زار ٿي رنا. ڄڻ ڪنهن جگري دوست جو جنازو سامهون ٿي وين. غفور بہ قميص جي پاند سان ڳوڙها اگهندو گهر آيو. پر گهر جي چائنٺ ٽپيو تہ ڄڻ ورق وري ويا. "نظيران، او نظيران" هن ڪڙڪي سان سڏيو. جواب ايندو نہ ڏسي، هو ڇڪي ڏانهن ويو. ڏٺائين تہ ڪير جو لوٽو اڏنڌو پيو هو ۽ زمين تي ڪير هاريو پيو هو. سمجهائين تہ اهي ٻليءَ جا ڪم هوندا. پوءِ تہ سندس غصي جي حد نہ رهي. پر ڪري چپاٽ هنيائين نظيران کي، جا ڪٽ جي هڪ پاسي تي مٽيءَ ننڊ ۾ ستي پيئي هئي. ويچاري ڏڪ ڪائي ڇرڪ ڀري اٿي، ويتر جو هن رڙ ڪيس "چنڊي اجان رات مس ٿي آهي تہ ڦوڪون ٿي ڏنئي." تہ اڳو پوءِ حوصلا ئي خطا ٿي ويس. اها رات ڪيس اج بہ ياد ٿي آئي. ڪهڙي نہ غريب هئي نظيران! ويچاريءَ بہ سال بہ جواني نہ ماڻي. ڏس تہ سهين پنهنجي شيءِ جو ڪو قدر نہ ٿو ڪري! مفت ۾ ملي هئي سو مارون سهي سهي، چپ ٻيڪوڙي، اکيون اگهي اگهي مري ويئي. ٻچاڙيءَ جو ٻار بہ مئو جائس. مٽيءَ مٽيءَ جي نشاني بہ نہ رهي.

عبدالغفور ڪپڙيءَ ۾ پاٽي وجهي، ان کي هٿ ۾ ڦيرايو. جٺن پاسن لڳل مس پاٽيءَ سان ملي وڃي. نب کي ٺهن تي سڌو ڪري وري هو لکڻ وينو. اڃا اڌ پنو مس لکيو هئائين تہ ڏيئي مان وٽ جون پويون ڇيپون نڪرڻ لڳيون. هن ڪاغذ رکي تيل جي شيشي ڳولي. ايتري ۾ ڏيئو بہ پڙڪا ڏيئي، وسامي ويو. عبدالغفور ڪٽ سان ٽاپو ڪائي، گوڏي کي هٿ سان وٺي ويهي رهيو. "جيئن سئيءَ جو ڏاڳو وڌو تيئن وڏيڪ ڳنڍيون، جيئن عمر وڌي تيئن وڏيڪ مونجهارو." هن سوچيو. "خير، مان ايڏو وڏو تہ نہ آهيان. تہ بہ پريا پنجي ويا آهن، سڄي عمر نہ ماٽيو نہ چوڙيو. ويچاريءَ نظيران ڪيئي ٻيرا تہ چيو هو تہ سونيون چوڙيون گهڙائي ڏينم. پر ان وقت بچت ڪٿي هئي، عاج جي ٻانهينءَ ۾ تہ ڄڻ اک ئي نہ ٻڌيس. چي، "اڄ نوان فيشن آهن، اڄ عاج

عيب آهي.” هن مٿيءَ نظيران تي خار ڪاڏي. سندس خار ۾ اُها غضب ناڪي نـہ هئي، تنهنڪري چڙ چڙبي. هن کي ياد آيو تـہ ڪيئن اطلس جي سٿڻ ۾ تـہ ڇڻ پري لڳي رهي هئي. مٿان وري زريءَ سان ڳچيءَ پريل چولو. هن ائين محسوس ڪيو ڄڻ نظيران سان شب برات جو پينگهي ۾ تي لڏيو. جهرمر جهرمر ڏيئا هوا ۾ ٻري رهيا هئا ۽ اجوڪي ڏيئي جئن وسامي نـہ ٿي ويا. اڄ رات ڪنهن نـہ ڪنهن وقت، هي دلن جو سڀ پاٽي ڪير ٿي ويندو؛ هن ڀنهي سوچيو هو ۽ دلو پاسي ۾ رکي، هڪبئي سان رهائيون ڪرڻ وينا هئا تـہ اتي ئي ننڊ اچي ويئي هين. ڪيس آياد آيو تـہ ڪئن آسمان ۾ ڇڙ تارا ڏسي ڪيس نظيران ٿي چيو تـہ: ”انهن کي شيطان ڊيڪائي پيو آهي.“ ۽ هن انهيءَ رات خواب لڌو هو، هڪ ڀيانڪ، ڪنبائيندڙ خواب، جنهن ۾ هڪ چمڪندڙ ڏاڙهيءَ وارو ڀوت ڪيس ڊيڪائي پيو هو. هڪ ڀيري وري هن ڪٽانڊي ۾ ڪاري ٻلي ڏٺي هئي. چوندا آهن تـہ: ”ڏائڻ ڪڏهن ڪاري ٻلي ٿي ايندي ۽ ڪير جهڙي اچي شيءِ ڏسي ماٺهو ٿي پوندي آهي.“

هن پريان ماٺهو ڏٺو جو هيڏانهن ڇُريو پريو ٿي. ڀوءَ ۾ اڪيون ڦاڙي وري ڏٺائين. منٺ ڪان ڀوءِ ڪيس ڪپڙو هوا ۾ اڏامندو نظر آيو. ”سٿڻ آ.“ هن جي ڦڪيءَ ڪل سرد فضا ۾ ڪنجهي جو آواز پيدا ڪيو، ۽ ڪيس وري اطلس جي سٿڻ ياد آئي، نظيران جي لسي لسي، نرم نرم، ملايم اطلس جي سٿڻ، سندس بدن ۾ وري جواني ائين ڊوڙڻ لڳي جيئن مٿان ڇت ۾ ڪوئا ڊوڙي رهيا هئا. هن کي پاڻ تي خار آيا تـہ ڇو نظيران کي ماريندو هو. هن ائين محسوس ڪيو ڄڻ نظيران جي وارن تي هٿ ڦيري رهيو هو ۽ ڪيس پرڇايائين ٿي. ڪيس ياد آيو تـہ نظيران جا وار، جي چيلهہ ڪان ٻـہ هيٺ پوندا هئس، سي ڪيئن ويم ۾ ڪمزوريءَ سبب ڇڻي ويا هئس. سونهن بـہ ڪنهبو ڇتڪو آهي. هن جي بدن ۾ ڏرڙي ايري ويئي.

سونهن، نظيران بيشڪ سهڻي هئي. سندس سڄي ڇپ جي پرسان ڪارو تر ڪهڙو نـہ سهڻو لڳندو هو! ڳلن [illegible] تي ماتا جا [illegible] [illegible] اهي [illegible] نشا داغ غضب جي ڪشش پيدا ڪندا هئس. نظيران ڪهڙي نـہ چڱي هئي.

هڪ ڀيري نظيران ميٽ ۾ ڏهي وجهي، وارن جو ڇيڙهہ لاهڻ لاءِ اهو

سجو متي کي ٿڦيو هو. هن کيس ڏٺو هو ته چڻ ڪراهت وٺي وئي هيس. پر جڏهن وهنجي سهنجي هوءَ گلاب جو گل ٿي آئي هئي ته ڪهڙي نه ٿي وڻي. سندس ڳلن جو زيتوني رنگ چڻ ٽڙي پيو هو. نظيران جي سونهن ته ٺهي، پر سپاءُ ته ڏس! ويچاري ٻه سڏ ڪا پري، نڪ سٺڪي، ڪم ڪار ۾ لڳي ويندي هئي. اڄ جون زالون اهڙيون ڪٿي آهن؟ زبان اٿن ڪلهن تي. شڪل وري ڪهڙي اٿن. نظيران جي جتيءَ برابر به نه ٿينديون . هن جهڙي پري پري، ڇهنب دار ڇاتي اڄ تر ۾ ئي نظر نه ٿي اچي. غفور جي رت ۾ ماڪوڙيون ڊوڙڻ لڳيون. هن خيال ڪيو ته جي اڄ نظيران هجي ها ته وڪيل صاحب جي ٻه گهوڙيءَ گاڏيءَ تي وٺي، لڪ ڇپ ۾ سئنيما ڏيکاري اچانس ها. ڪنهن کي خبر ٿوروئي پوي ها. هن کي تيون ڏينهن وارو ڪيل ياد آيو، جنهن ۾ هيرو پنهنجي محبوبه کي گهوڙي تي ڪڻي ٿي ويو. کيس اوچتو ياد آيو ته ڪئن نندي هوندي هو گهوڙو ٿيندو هو ۽ سندس سوٽ نظيران چمڪي ڪٺي، کيس هڪليندي هئي. ننڍي هوندي جون عجيب ڳالهيون آهن. غفور من ئي من ۾ جهونگاريو، ”جهونا ٿيا جهاز، سٽ نه جهلين سڙهه جي.“ کيس ياد آيو ته ڪيئن نه ڪاغذ جي ٻيڙي ٺاهي، هو ۽ نظيران گندي پاڻيءَ جي موريءَ ۾ هلائيندا هئا.

هڪڙي ٻيري مک ماري، ڏاڪي ۾ ٻڌي، ڏينهوءَ جي اڳيان رکي هئائون ۽ ڏينهو ان کي جهٽي ڏاڪي سوڌو اڏاميو پئي، چڻ ننڍڙو هوائي جهاز ٿي لڳو. اوچتو کيس اها مورت ياد آئي جا هن نبو حجم جي دڪان ۾ ڏٺي هئي جنهن ۾ هوائي جهاز کي هيٺان هڪ سپاهي بندوق هٿي رهيو هو.

اهي سپاهي وڙهن ڇو ٿا. هن خيال ڪيو. جنگ ٻه وڏي چريائي آهي. هن اخبار ۾ پڙهيو هو ته چينائي پاڻ ۾ وڙهي رهيا آهن. هڪ گهر ۾ رهي، پاڻي پاڻ ۾ وڙهن، ان ڪان وڌيڪ ته چريائي ٻي دنيا ۾ ڳولي به نه لڀي. پر ساڳي وقت هو به ته هڪ گهر ۾ رهي نظيران سان وڙهندو هو. غفور لڄي ٿي سوچيو. ”هاڻي جيڪڏهن نظيران هجي ته جيڪر اصل نه مارياڻس. اصل نه. هاڻي ته مون هزار رپيا ميڙيا آهن، جيڪر سونيون چوڙيون گهڙائي ڏيانس ها، راضي نه ٿئي ها ته جهومڪيون ٻه گهڙائي ڏيانس ها، سٺ رپيا ٽڪيڪ لڳندا. ڪا وڏي ڳالهه نه آهي.“ هن ڏٺو ته نظيران آئيني اڳيان جهومڪيون

پائي رهي هئي. ”ڏس تہ سهين.“ نظيران چيو، ”ڪٿن جا سوراخ ئي چڻ پورجي ويا آهن.“ سونيون جهومڪيون سندس اکين اڳيان ائين تجلا ڏيڻ لڳيون چڻ انڌاري رات جو اوچتو جهڙ لهي وڃي ۽ تارا ٽمڪندا نظر اچن. هن اتي اڳٿ مان چاٻيون چوڙي پنهنجي پيتيءَ مان سو سو جا ڏهہ نوٽ ڪڍيا. اوندهہ ۾ بہ هو انهن تي بادشاهہ جي تصوير چڱيءَ طرح ڏسي رهيو هو. هن سوچيو تہ ٻيو پلا ڇا وٺان. هن خيال ڪيو. ”سؤ چوڙين تي، سٺ جهومڪين تي، اهڙا ڪي ٽين سوين جا ڪپڙا- اطلس جي نرم سٿڻ، چڻ سندس بدن سان گسرائيندي هڪ مٺي خارش پيدا ڪندي وئي. برقعو بہ ريشمي سبائيندو مانس، هن ڪاري ملائيءَ جو برقعو ڪيئي پيرا نوجوان عورتن کي پائيندي ڏٺو هو. ڪيتري نہ ڪشش هئي ان ۾. لٺي جو برقعو تہ چڻ بدوين جو تنبو ٿي لڳو. ”نظيران“ هن ڪجهہ ڏاڍيان چيو. ”ماما، مان آهيان عذرا،“ سندس پاڙيسري صابو ڪاسائيءَ جي ڌيءَ عذرا چيو، جا دروازو پٽي اندر آئي هئي ۽ غفور جي اٿ ويهہ کي حيرت ۾ ڏسي رهي هئي.

هن چيو، ”ماما، ابا کي ڏاڍو بخار ٿي پيو آهي. امان سڏيوَ ٿي.“

چانڊوڪيءَ جي روشني، جا پٽيل دروازي مان اندر ٿي آئي تنهن ۾ عذرا جي ملائي رنگ اطلس جي سٿڻ ۽ نوڙي چمڪي رهي هئي. ”اطلس جي سٿڻ، نوڙيءَ جي چمڪي،“ غفور دروازو ڏيندي وحشين جيئن جهونگاريو ۽ عذرا جي وارن تي هٿ گهمائڻ لڳو. چار پنج منٽ هو ائين بيٺو عذرا تي هٿ گهمائي رهيو هو.“ اڃي جوان ٿي آهي،“ هن سوچيو. ”يارهين ورهين جي ٿي آهي، باقي ڪو سال ڏيڍ. هاٿي ٿو پٽس ڪان سگهہ گهران. وٺندو چار پنج سؤ.“ هن جي وارن تان هٿ لاهي، عذرا جي نوڙيءَ تي آندو. نوڙيءَ جي چمڪي تان سندس هٿ ڦرندو، عذرا جي اطلس جي سٿڻ تان گسرندو؛ اچي پنهنجي سٿر تي لڳس. اطلس جي سٿڻ، نرم نرم، لسي لسي، ملايم اطلس جي سٿڻ!

# سفيد وحشي

أس ۾ واري چمڪي رهي هئي. پريان ساحل تي چڻ چانديءَ جو پڙچ وڇايو پيو هو. ڇوليون ڪناري تي اچي واريءَ سان ملي ٿي ويون ۽ سندن رنگ چڻ پگهريل سون جي جهلڪ ڏئي رهيو هو. دور آسمان ۽ سمنڊ نيري آسمان ۾ ملي ٿي ويا. صديق ڪناري تي ٻيڙي جهلي. سنهي ڄار ۾ سفيد مڇيون ڦٿڪي رهيون هيون ۽ سج جي روشنيءَ ۾ چلڪيون ٿي. ٻن چئن ڪڳن يا سرمائن ۾ ساهه هيو باقي ٻيون سڀ اڌ ميون ٿي ويون هيون. وڏيون، وڪري جهڙيون مڇيون چونڊي صديق ڪاريءَ ۾ رکندو ويو ۽ باقي ننڍڙيون، ڪچيون مڇيون ڪناري تي ڦٽي ڪندو هو. ڪاري ڪپڙي سان ڍڪي هن سگريٽ دکايو. سندس نگاهه پهريان جهاز جي چمنيءَ ۾ هئي. جنهن مان دونهون نڪري رهيو هو. ڪلفٽن تان ڪياماڙيءَ جا جهاز چڳيءَ طرح ڏيکاربا آهن. هن کي جهاز ۾ خلاصيءَ جي حياتي نه وڻندي هئي، جيتوڻيڪ هن جا ٻئي پائر اتي ڪم ڪندا هئا. سندس طبيعت آزاد ۽ تنهائي پسند هئي. ڪيئي ڀيرا هن چاهيو هو ته روشن مينار ۾ ٻتي ڏيکارڻ جي نوڪري ڪريان. شام جو جڏهن سج ڏيري ڏيري سمنڊ ۾ غائب ٿي ويندو هو ۽ شفق جو سونهري رنگ پاڻيءَ جي نيرَ سان ملي هڪ عجيب سمو پيدا ڪندو هو، تڏهن هن جي دل ۾ ڪيئي امنگ اٿندا هئا. سمنڊ جي گهرائيءَ جيئن، بي انت، اونها! ان وقت هو پنهنجي دل ۾ هڪ خال محسوس ڪندوهو، سندس احساسن کي هڪ بي معنيٰ ڪتڪتائي بيتاب ڪري ڇڏيندي هئي.

اڄ به هو ائين ٻيڙيءَ تي لت رکي، پريان پاڻي ۾ ٽڪريون ڏسي رهيو هو. هن سگريٽ جو دونهون نڪ مان ڪيندي چرڪ ڀريو. خيالات جي رَوءَ ۾ هن کي پتو ئي نه پيو هو ته سامهون گلان مڇيون، جي هن ڦٽي ڪيون

هيون، سي ميڙي رهي هئي ۽ ڳائي رهي هئي. جيئن نہ لنگر ٻيڙيءَ مان اڇلبو آهي ۽ وچي واريءَ ۾ کپندو آهي تيئن اڄ گلان سندس دل ۾ کپي وئي. هن اڳ ۾ بہ ڪيئي ڀيرا کيس ڏٺو هو پر اڄ الاجي ڇو هن جو چهرو ائين غير معمولي طرح چمڪي رهيو هو. هن جا وار هوا ۾ لهرائي، غضب جي ڪشش ڪري رهيا هئا. هوءَ هڪ ننڍڙيءَ سرمايءَ جئن ٽي لڳي- سهڻي، سنهڙي، لچڪي، چلڪڻي! گلان هڪ وار آڏيءَ اک سان هن کي ڏٺو ۽ پوءِ مڇين ميڙڻ ۾ محو ٿي وئي. هن جو پيءُ ڪلفٽن تي ريسٽارنٽ ۾رسان ڪوڏ وڪڻندو هو ۽ هو رهندا بہ مير بحرن جي ويڙهي ۾ هئا. روز هوءَ ڪناري تان مڇيون ميڙڻ ايندي هئي، جي هو ڏينهن رات تري چانورن سان ڪائيندا هئا. هميشہ وانگر هوءَ اڄ بہ آئي هئي ۽ پنهنجي ليءِ ۾ جهوڳاريائين بہ ٿي ۽ مڇيون بہ ميڙيائين ٿي. صديق ٻيڙيءَ مان چار ڪيڊي گلان کي چيو، ”گلان هي چار تہ پٽاراءِ.“ گلان ڪاري رکي، چار کي ٻن ڪنڊن کان جهليو ۽ پوءِ ٻنهي آهستي نوڙي ڌرتي تي چار پٽاريو. ۽ پوءِ هوءَ ڪاري کڻي وڃڻ لڳي. صديق کيس ٻانهن کان جهلي چيو، ”گلان ڪيڏانهن؟“ گلان پهريون تہ هڪي ٻڪي ٿي وئي پر پوءِ جهٽڪي سان ٻانهن ڇڏائي وڃڻ لڳي.

ٻئي ڏينهن هن سنيون سنيون مڇيون گلان لاءِ رکيون. گلان کي ايندو ڏسي هن اهي مڇيون ڪناري تي ڦٽيون ڪري ڇڏيون. گلان ايڏيون وڏيون مڇيون ڏسي پهريون تہ عجب ۾ پئجي وئي پر پوءِ صديق ڏانهن ڏسي مرڪي. اڄ صديق کيس ڪجهہ نہ چيو. چوي بہ ڇو؟ مڇي خودبخود چار جي ويجهو اچي رهي هئي.

روز بروز صديق جي گلان سان دوستي وڌندي وئي. پهريون مرڪ پوءِ چرچو پوءِ ڳل تي هلڪي ٿڦ، پوءِ ڪتڪتائي، پوءِ..... هاڻي هو پنهنجي زندگيءَ ۾ خال محسوس نہ ڪندو هو. منجهس اڳين اٻاڻڪائي ۽ اڪيلائي نہ رهي هئي. هو ڪناري تي چار لاءِ نوڙي وٽيندي خيال ڪندو هو تہ گلان سان شادي ڪندس، ٻار ٿيندا، انهن کي ونجهہ هلائڻ، چار ڳنڍڻ، ترڻ تڙڳڻ سيکاريندس، انهن لاءِ ٽڪريءَ تان ڪيئي ڪوڏ، سپيون، ناد ميڙي ايندس ۽ ائين هيءَ زندگي، هيءُ ٻيڙي جو پور، سک سانت سان گذري ويندو. گلان هينئر سندس روح ۾ رمي چڪي هئي.

ڪڏهن ڪڏهن هو شام جو گلان کي پيڙيءَ تي سير ڪرائيندو هو. سڙهه چاڙهي، پوءِ پيڙيءَ کي هوا جي رخ تي ڇڏيندو هو ۽ پاڻ گلان جي سامهون ويهي ڳائيندو هو.

”پرين ويا پرڏيهه، اسان جا پرين ويا پرڏيهه!“

منهنجو پرين تہ منهنجي سامهون ويٺو آهي، هو دل ۾ ويچاريندوهو، پر الائي ڇو، گلان جي ويجهڙائيءَ ۾ بہ ڪيس دوري نظر ايندي هئي. سج ٽڪريءَ پٺيان ڇپي ويندو هو ۽ سون رنگ آڪاس ۾ ٽڪريءَ جي چوٽي هڪ بخشيل روح جئن ڏيکاري ڏيندي هئي. سامونڊي پکهن جا ولر پر ڦڙڪائيندا دور نڪري ويندا هئا. دور، شفق جي هن پار، جتي صديون انسان جي بوءِ بہ نہ آئي هئي، جتي نہ ميلاپ هيو نہ وڇوڙو. نہ ويجهڙائي نہ دوري. نہ صديق نہ گلان. جتي صرف وحدت هئي، نيري نيري يڪرنگي! اوندهہ آس پاس ڇائنجي ويندي هئي، پاڻي گهاٽو نيرو ٿي ويندو هو ۽ شفق جي پوئين سرخ ليڪ ڪارنهہ جي تهن ۾ گم ٿي ويندي هئي. هو سڙهہ ڦيرائي ڪناري جو رخ ڪندو هو. گلان پيڙيءَ جي هڪ پاسي ٻانهن هيٺ ورائي لپ ۾ پاڻي ڪندي هئي. لپ! لپ! پاڻي هن جي ٻانهن سان لڳي ڇلڪو ڪائيندو هو ۽ هوءَ ٿهڪ ڏيئي ڦيهنگن ڪان منهن پري ڪندي هئي. صديق سڪان کي هٿ ڪان وٺي، پيڙيءَ جي مهاڙيءَ تي پير رکي، اوندهہ جي بي انت گهرائيءَ ۾ گهوري ڏسندو هو. سمنڊ جو منٿو، ٿڌو شور سندس بدن ۾ سيسراٽ اپاريندو هو، سڄي ڪائنات طلسماتي ٿي ويندي هئي. آسمان ۾ ستارن جي جڳ- مڳ پريان منهوڙي وٺ بتين جي جهرمر، ماحول تي ڄڻ جادوءَ جو چار وڇائي ڇڏيندي هئي.پاڻيءَ ۾ تارن جو عڪس لهرائيندو هو ۽ هو ڀانئيندو هو تہ ڄڻ آسمان سمنڊ ۾ ٻڏي ويو آهي، ڄڻ سندس [illegible] عرش تي هلي رهي آهي. گلان هڪ فرشتو آهي ڪنهن ڏورانيهن ڏيهہ جو. [illegible] فر[illegible]س جي ٻارنهن دريءَ جي حور!

[illegible] همي[illegible] [illegible] ڪناري تي [illegible] [illegible] رهيو هو تہ هن [illegible] پريان ٽڪريءَ کي ڪنهن ٻم سان اڏائي ڇڏيو. [illegible] زندگيءَ ۾ اڳي ڪڏهن بہ اهڙا دهشت انگيز ٺڪاءَ نہ ٻڌا هئا. هو اڃان انهن تي غور ڪري رهيو هو، تہ پري ريسٽارنٽ جي طرف شور ٻڌائين ڄڻ تہ ڪو

وڏو فساد ٿيو هو. تعجب وچان هو چار اتي ڦتوڪري ريسٽارنٽ طرف ويو. اُت ڏهہ گورا سولجر هندستانين کي گاريون ڏئي رهيا هئا. ۽ هندستاني گونگا، گم سم ٿي، هنن ڏانهن ڏسي رهيا هئا. هن ريسٽارنٽ جي نوڪر کان پڇيو تہ "ڇا آهي؟" جنهن کيس ٻڌايو تہ: "گورا سولجر هندستاني خلاصين سان وڙهيا هئا ۽ "هندستان" جهاز کي باهہ لڳائي هئائون." صديق جون وايون بتال ٿي ويون. هن جا ٻہ يائر "هندستان" تي نوڪري ڪندا هئا. "پوءِ ڇا ٿيو؟" ڪندو، هو نوڪر کي ٻانهن کان وٺي ڌنڌاڙڻ لڳو. پر نوڪر گوڙ سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو ۽ هن ڏانهن ڪن نہ ڏنائين. صديق تڪڙو تڪڙو موٽي آيو ۽ مڇيءَ جي ڪاري ڪٽي وڃي گهر رکيائين ۽ پنهنجي اڌوراٿي سائيڪل تي چڙهي شهر ڏانهن هليو. ڪچهري روڊ تي ڪيترا ڪاليجي ڇوڪرا ڏٺائين، جي جهنڊا کڻي "انقلاب زنده باد،" "هندستان آزاد" جا نعرا هڻي رهيا هئا.هن سائيڪل تان لهي هڪ ڇوڪري کان ابهري آواز ۾ پڇيو، "هندستان جهاز جو ڇا ٿيو؟ منهنجو ڀاءُ بہ اتي خلاصي هو." ڇوڪرا سندس ڇوڏاري مڙي ويا ۽ هڪڙو چوڻ لڳو تہ "اهي گورا، اهي سفيد وحشي اسانجي زندگيءَ کي تڇ پيا سمجهن. هو سمجهن ٿا تہ اسان ذليل آهيون، غلام آهيون، ڪارا آهيون....."جوش ۾ سندس ڳل ڦوڪجي ويا ۽ هو وڌيڪ ڪجهہ چئي نہ سگهيو.

صديق ڪجهہ سمجهي نہ سگهيو. هن کي تہ پنهنجي ڀاءُ جي خبر وٺڻي هئي. هو سائيڪل تي چڙهيو ۽ بولٽن مارڪيٽ ۾ آيو جتان کيس خبر ملي تہ ڪياماڙيءَ ڏانهن دڳ بند هو. هن کي اتي سڄو احوال معلوم ٿيو تہ ڪيئن بحري ٻيڙي وارن پنهنجون گهرجون پيش ڪيون هيون ۽ اضافي جي بدران کين گولين جو شڪار ڪيو ويو هو. هو سائيڪل تي چڙهي موٽي رهيو هو، تہ صالح کي منگهٗ ڦلي وٺندو ڏٺائين ۽ هٿندل ڦيرائي آيو انهيءَ وٽ. صالح هن کي ڏسي اچي ڦتو. چي: "هي انگريز ڏاڍا ظالم آهن. ڪو انسان تي ڪهڪاءُ نہ ٿو اچين." ۽ پوءِ روئڻ هارڪي جوش ۾ اچي کيس ٻڌايائين تہ سندس ڀاءُ بہ زخمي ٿي پيو هو. صالح، صديق جي ڀاءُ جو سالو هو ۽ ان ڪري ٻنان نيرن جي صبح جو ئي پڳو هو تہ خبر رکي اچان.

صالح؛ صديق کي ٻڌايو تہ عيد گاهہ ميدان تي انهيءَ انذير جي

برخلاف ميٽنگ هئي. صديق کيس سائيڪل جي پنيان ڪنيون ۽ پوءِ ٻئي آيا عيدگاهه ميدان تي. ميدان تي گوڙ گهمسان لڳو پيو هو. هو اڳتي وڌيا ته سندن اکين ۾ خوبخود تاهه تاهه ڳوڙها اچڻ لڳا. پوليس ٽيئر گئس ٽي هلائي. پر ماڻهو جڻ انجام ڪري آيا هئا ته مرڻو آهي پر ورڻو ناهي. جڏهن گئس هلڻ بند پئي ٿي، تڏهن ڪنهن تقرير ٿي شروع ڪئي، ۽ سڀ ماڻهو ان کي ٻڌڻ لاءِ ٿي پيا. ڪجهه وقت کان پوءِ صديق سمجهيو ته معاملو ڇا هو. ليڊر وچ ۾ بيهي تقرير ڪري رهيو هو، "اسين هندستاني پنهنجا جائز حق گهرون ته اسان کي گوليءَ سان اڏايو ٿو وڃي. اسين، جي ظلم ۽ بي انصافيءَ خلاف آواز اٿاريون ته اسان کي ٽيئر گئس هلائي ڇڙوڇڙ ڪيو ٿو وڃي! آخر هي انگريز، هي سفيد وحشي، ڪيسين هندستاني عوام جو خون وهائيندا. ڪيسين....."

وري ٽيئر گئس هلي ۽ ماڻهو ٽڙڻ پکڙن لڳا.

"سفيد وحشي!" اهو لفظ صديق جي منجهيل دماغ ۾ گونجڻ لڳو. "هي انگريز هي گورا صاحب! هي وڏا آفيسر سڀ سفيد وحشي!" شام تائين هو انهيءَ ڪشمڪش ۾ ٻيٺو رهيو. هن اهڙو بغاوتي نظارو ڪڏهن به نه ڏٺو هو. هندو مسلمان سڀ جوش ۾ هئا. سڀ پنهنجي پائرن جو خون ڏيندو ڏسي انقلاب لاءِ ڪڙا ٿي ويا هئا. گهڙو ڀرجي نيٺ وهي!

ڏينهن ٻرئي مهل هو سائيڪل تي چڙهي گهر وريو. هر ڪنهن چونڪ تي گورا سولجر بندوق ڪلهي تي کڻي بيٺا هئا. هو جيئن پوءِ تيئن پئڊل تي وڌيڪ زور ٿي ڏيندو ويو. فريئر هال، پل، ڪلفٽن...... ڏهن منٽن ۾ هو گهر پهچي ويو.

کيس اڄ خيال آيو ته گلان اڄ ميچي ڪنئي الاجي نه ڪنئي! هن اڄ چڱي وڏي سرمائي ڦاسائي هئي، سو کيسي مان چاقو ڪڍي انهيءَ جو اڌ ڪيائين ۽ سڌو آيو گلان جي در وٽ. اندر گاسليٽ جي بتي ٻري رهي هئي. ڪجهه گوڙ آيو ۽ هو ڇرڪ ڀري پوئتي هٽيو. در جي پرسان سيخن سان دري هئي ۽ هن ان مان اندر نظر ڊوڙائي. هن جي دماغ کي چڪر آيو. اندر ٻه گورا سولجر بيٺا هئا. هڪڙي گلان کي ٻانهن کان جهليو هو ۽ سندس منهن چمي رهيو هو. "فائيو رپيز، ناٽ مور" (يعني پنج رپيا وڌيڪ نه). گلان جو پيءُ ٽٽل

قتل اردوءَ ۾ چئي رهيو هو، ”نهين صاحب! پانچ نهين دس- سب دس دي جاتي هين.“ (نہ صاحب! پنج نہ ڏهہ. سڀ ڏهہ ڏئي ويندا آهن.)

”سفيد وحشي! اسان جي زندگيءَ، غيرت، محبت جا خوني! سفيد وحشي!! سفيد وحشي!!!

سفيد.... سفيد......،“ صديق جو مغز ڦري ويو. هن صدريءَ جي کيسي مان چاقو ڪڍي کوليو، ۽ در کي لت هڻي، اندر ڊوڪي آيو. هڪ، ٻيو، ٽيون! ٽئين ڌڪ سان سولجر ڌرتيءَ تي ڪري، آدم خور مڇيءَ جيان ڦٿڪڻ لڳو.

ڪالهہ صديق کي خون جي جرم هيٺ جنم ٽيپ جي سزا ملي هئي. هن کي جهاز جي حياتيءَ کان نفرت هئي، پر هو اڄ مجبور ٿي پنج ڇهہ ڏينهن ان تي سفر ڪري رهيو هو، دور هڪ قيد جي ڪوٺڙيءَ ڏانهن، جتي هن کي زندگيءَ جا باقي ڏينهن محنت ۽ اڪيلائيءَ ۾ ڪاٽڻا هئا. هو تنهائي پسند هو ۽ هينئر سچي عمر ڪيس تن- تنها ڪاٽڻي هئي، هن انسانيت، انصاف جي خوني دنيا کان دور! دور جتي نہ گلان هئي نہ ان جو پيار نہ ان جي بيوفائي! ”ڇا گلان سچ پچ بيوفا آهي؟“ هن ڪيئي ڀيرا جيل ۾ ان تي خيال ڪيو هو. جڏهن هوءَ ڪيس پوئينءَ مهل جهاز تي ملڻ آئي، تڏهن هن جي دل ۾آيو تہ جيڪر هٿڪڙيون هڻي گلان جو مغز ڦاڙي وجهي. پر گلان جي اکين مان ڳوڙها وهندا ڏسي، هن جي دل رحم سان ڀرجي آئي، غيرت جو ڪوڙو جذبو هار کائي ويو. سچ بہ گلان جو ان ۾ ڪهڙو ڏوهہ هو. سندس پيءُ ڪوڏ وڪڻندو هو جنهن مان چار پنج آنا مس ڪمائي ٿيندي هيس. پوءِ ڇئين پنجين آني مان ٽي ڀاتي ڪيئن پلجندا! هن ضرور گلان کي انهيءَ پيشي لاءِ مجبور ڪيو هوندو.

رات جا ڪارا ڀاڇولا پاڻيءَ تي حڪومت ڄمائي ويا هئا. ڪڏهن ڪڏهن لائيٽ هائوس مان روشني پاڻيءَ تي اٿين پئجي رهي هئي جيئن هن جي دل ۾ پيچي وڃڻ جو ناممڪن خيال مصنوعي جوت جڳائي گم ٿي ٿي ويو ۽ پوءِ اونهي انڌاري پاڻيءَ جهڙي اٿاهہ ڀيانڪ مايوسي ڇڏي ٿي ويو. ڊيڪ تان ڪل جو آواز آيو. ۽ پوءِ ڪجهہ انگريزي لفظ. ”سفيد وحشي!“ صديق ڏند ڀڪوڙيندي چيو ۽ ٽڏ کان بدن لڪائڻ لڳو.

# واچ جا ڪانٽا

سگريٽ جي دونهين مان ڇلا ٺاهيندي نظير سوچي رهيو هو ته آخر هن زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي؟ صبح کان شام تائين محنت ٿو ڪريان، نه فرصت آهي نه فرحت. سارو ڏينهن ٽائيپ جي ٽڪ ٽڪ ۾ گذري ٿو وڃي. صرف منجهند جو ڪلاڪ ڪن ريسٽارنٽ ۾ چانهه جو ڪوپ پي، سنگتي ساٿيءَ سان ڳالهائي ٻولهائي، وري وڃين ٿو ڪرسيءَ تي ويهان ۽ دفتر جا ڪاغذ اٿلايان. هر روز هو ائين سوچيندو هو ۽سندس خيال سگريٽ جي دونهين وانگر وٽ ڪائيندو، سندس دل کي جلائيندو غائب ٿي ويندو هو. سندس خوش خلقي ۽ رلڻي ملڻي سڀاءَ ڪري سيڪريٽريٽ جا سڀ ڪلارڪ ساڻس چڱيءَ طرح پيش ايندا هئا. هي هو به فراخدل، دوستن کي چانهه پاڻيءَ جي صلاح ڪندي ڪڏهن به نه ڪيٻائيندو هو. سندس پگهار ڪٽي ٩٠ رپيا هئي، تڏهن به ڏيک ويک اميراڻو هوس. ماءُ پيءُ جو تنگ حال به ڪڏهن ڪڏهن ڪيس ستائيندو هو. پر هو ڪري ئي ڇا ٿي سگهيو! بچت ڪري به ته ڪيئن! سگريٽ نه ڇڪي، هفتي ۾ ٻه ٽيرا سئنيما تي نه وڃي، چانهه نه پيئي، بس جو ڀاڙو نه ڏئي، ڪڏهن ڪڏهن ايمليءَ لاءِ سوکڙي نه وٺي اچي! نوي رپيا آخر ڪٽي پورا ٿي، ڪٽي پورا ٿيندا. دنيا ۾ ٻه شيون هيون جن سان سندس بيحد محبت هئي ۽ ٻئي سندس اندر کي جلائينديون هيون. هڪ سگريٽ ۽ ٻي ايملي. ايملي ڪرستان هئي ۽ سيڪريٽريٽ ۾ ڪلارڪ هئي. ٻنهي جي ٽيبل پرسان هئي. هر آرتوار تي هو ايمليءَ سان ڪلفٽن تي ويندو هو ۽ شام جو انگريزي پڪچر تي.

اڄ هو سگريٽ ڇڪيندي سوچي رهيو هو ته آخر هيءَ زندگي ڪٿي پهچائيندي. زندگي! هو زندگيءَ جو تصور ڪندو هو ته سندس اکين اڳيان

هڪ ريل هلي ايندي هئي، جا ويرانيءَ ۾ هلندي هجي. نه ڊرائيور، نه اسٽيشن، صرف ٻه مسافر. هو ۽ ايملي. نه آئندي ۾ اميد ۽ نه ماضيءَ لاءِ محبت. هو حال جي چال تي هلندو هو. "ڪيڏانهن"، يا "ڇا لاءِ" ان جو ڪيس نه پتو هو نه پرواهه. انهيءَ سوچ ۾ هو ته پريان ايملي مرڪندي آئي ۽ هن ٻيري کي چانهه ۽ پيسٽري آڻڻ لاءِ چيو.

"سڀاڻي آرتوار آهي"، ايملي‌ءَ چيو ۽ اڃان جملو ئي پورو نه ڪيائين ته نظير چيس ته "منهنجي سائيڪل کي پنڇر ٿي پيو آهي سو تون ٻاءَ کان سائيڪل وٺجان ته ٻيئي ان تي چڙهي هلنداسين."

ڇهين بجي صبح جو نظير ۽ ايملي ڪلفٽن تي وڃي رهيا هئا. ايملي سائيڪل تي اڳيان نظير جي ٻانهن ۾ ويٺي هئي. سندس وار هوا ۾ ڦڙڪندي، سندس سانوري ڇهري کي زيب ڏيئي رهياهئا. پريان افق تي نيري آسمان ۾ ڦڪي روشنيءَ جي لهر ڇانئجي ويئي. نظير ايمليءَ جي منهن ڏانهن ڏٺو. هن کي ساڳي معصوميت، ساڳي تازگي، ساڳيو سانورو رنگ نظر آيو. ڪلفٽن تي پهچي، نظير واچ ۾ وقت ڏٺو. ساڍا ڇهه لڳا هئا. ايمليءَ پنهنجي واچ نظير کي سوکڙي ڏني هئي، جئن هو جڏهن به وقت ڏسي ته ڪيس حياتيءَ جي منٽ منٽ ۾ ياد ڪري.

آسمان جي نيري گهرائي پاڻيءَ جي نيري لس ليٽ سان ملي، هڪ عجيب سمو پيداڪري رهي هئي. هوا جي گهم منهن کي ڇنو ڪري رهي هئي. ايمليءَ جو فراڪ تيز هوا ۾ سندس بدن سان چهٽي پيو ۽ هوءَ هڪ جل پري ٿي لڳي. سائيڪل رکي، نظير جرسي پاتي ۽ ايمليءَ مٿيون فراڪ لاهي ڇڏيو. ٻيئي هٿ هٿ ۾ ڏيئي، لهرن ۾ اڏامندا ويا. ٻه فطرت جا جزا، ٻه سپيون، دنيا جي دک درد کان پري، پورهئي ۽ پگهار جي مسئلي کان دور، ٻه روح اسم جسم کان آزاد. ناهه نوهه کان آجا. رسم رواج کان بي نياز! ڪڏهن ڪڏهن پنهي جي مٿان ڇولي ٿي اچي ويئي ته ايملي نظير کي چنبڙي ٿي پيئي ۽ هو محسوس ڪري رهيو هو ته هوءَ سندس ساهه ۾ سمائجي رهي هئي. ٻنهي جي هستي گڏ گهولبي ٿي ويئي، ڄڻ هو رت ماس جا انسان نه هئا، پر ٻه فرشتا. بي موت، معصوم، آزاد.

"ايملي." نظير ڪيس جذبات سان ڌهيل آواز ۾ چيو: "اسان کي زندگي

شايد اڄوڪي ڏينهن لاءِ عطا ٿي هئي."

امنگن ايمليءَ جو آواز سندس گلي ۾ روڪي ڇڏيو ۽ هن نظير جي ڪلهي تي پنهنجو ڪنڌ ڪٽي رکيو.

جڏهن موٽي رهيا هئا تڏهن نظير واچ ۾ وقت ڏٺو. پورن ٻارهن تي ڀيئي سيون هڪٻئي جي مٿان اچي ويون هيون. نظير واچ ايمليءَ کي ڏيکاري چيو: "ڪيتري نہ ڪانٽن ۾ سڪ آهي! سڄو ڏينهن هڪٻئي جي پٺيان ڦرندا ٿا رهن ۽ نيٺ اچي ملن ٿا!" سندس شرارت ڀريءَ نظر ۾ محبت جا سوين پيغام هئا. ٻنهي رستي تي فيصلو ڪيو تہ هفتي کن ۾ سول مئريج ڪنداسين. محبت جو مذهب الڳ آهي، ان ۾ ڪرستان يا مسلمان جو ڪو تفاوت نہ آهي. نظير پنهنجي منڊي لاهي ايمليءَ جي ڇيچ ۾ پاتي.

صبح جو نظير ڪلب ۾ چانهہ بہ پي رهيو هو ۽ مستقبل لاءِ هوائي قلعا بہ اڏي رهيو هو. ايمليءَ بہ سؤ کن رپيا ڪمائيندي ۽ هو بہ. ٻنهي جي حياتي سکي گذرندي. سندس دل ۾ خيال آيو تہ ايمليءَ کي نوڪري نہ ڪرايان، پر پوءِ ٻنهي جي نوي روپئي ۾ پورت ڪيئن پوندي!! پردي وغيرهہ کي تہ هو اڳيئي سورهين صديءَ جي بيوقوفي سمجهندو هو. سو هن ايمليءَ جي نوڪري نہ ڪرڻ جو خيال لاهي ڇڏيو. رستي ۾ بہ هو پنهنجي تصور ۾ گم هو. ايمليءَ لاءِ ويڊنگ ڪيڪ ڪهڙيءَ بيڪريءَ تان وٺان؟ ڪلب بہ تہ ڇڏڻي پوندي. ڪراچيءَ ۾ جوءِ ڪان اول تہ جاءِ جو خيال ضروري آهي. سعيد منزل ۾ شايد ڪمرو ملي وڃي.

آفيس ۾ بہ ڪلارڪ سندس منهن ڏانهن ڏسي مرڪي رهيا هئا ۽ هڪٻئي ۾ سس پس ڪري رهيا هئا "اڄ ڪنهن جي آسري ۾ آهي." نظير هونءَ تہ ٻاهران اڳي ڪان بہ چست ٿي لڳو پر جڏهن آئيندي لاءِ ٿي پهہ پچايائين تڏهن ڪجهہ وائڙو ٿي لڳو. ايملي اڄ نہ آئي آهي. هو واري سان سندس ٽيبل ڏانهن ڏسي رهيو هو. ڪالهوڪي ٿَڪ ڪري بخار تہ نہ ٿي پيس! تڏهن ڇو نہ آئي؟ اچي ويندي. هو واري سان واچ ڏسي رهيو هو ۽ ڪيس ياد ڪري رهيو هو. ساڍا نوَ، ڏهہ، ڏهہ- پنڌرهن، ڏهہ- ويهہ. جيئن پوءِ تيئن هو ٿوري وقت ڪان پوءِ واچ تڪي رهيو هو. سندس خوشيءَ تي ڇڙ ٻاڇائون پئجي ويو. هو وهمي تہ نہ هو، پر اڄ الاجي اهڙي بيچيني! "نظير

بابو ڪذر هئي!" آفيس جي در تان ٽپاليءَ پڇيو. نظير اٿي در وٽ ويو ۽ هن ڪيس تار ڏني. جيئن نہ رستي تي ڪوئي خيال ۾ هجي ۽ اوچتو بجليءَ جو ٿنيو لڪاءِ ٿي وڃيس، اهڙي حالت ٿي نظير جي. سندس پيءُ وفات ڪري ويو هو. نظير جو پيءُ غريب درزي هو ۽ سارو ڏينهن پورهيو ڪري ٻار ٻچا پاليندو هو. سندن گهر ۾ ٻيو ڪو مرد ماڻهو ڪونہ هو. ماءُ، ڀيڻ، ننڍو ڀاءُ. انهن کي ڪير پاليندو؟ ڪيس پيءُ جي موت جو تہ افسوس ڪونہ ٿيو، پر پنهنجي ڀاتين جي آئيندي سندس اکين اڳيان انڌارو آڻي ڇڏيو. هن يڪدم چار ڏينهن موڪل ورتي ۽ آفيس مان نڪتو تہ سامان ناهي سکر وڃان. رستي تي ايمليءَ جو خيال آيس. هڪ دل چيس تہ ڪيس وڃڻ جو اطلاع نہ ڏئي. ٻيءَ دل چيس تہ متان انتظار ٿي پويس، متان هڪ جو ٻيو سمجهي، متان...... ان "متان" جي خاتمي لاءِ هن فيصلو ڪيو تہ ايمليءَ کي تار ڏيڪاري ٿو اچان. فريئر روڊ تان هو بس ۾ چڙهيو. ڪنڊيڪٽر پڇي رهيو هوس تہ ڪٿان جي ٽڪيٽ گهرجيئي تہ هو چئي رهيو هو سکر جي! پر ڪنڊيڪٽر سمجهيو تہ هو چئي ٿو صدر جي سو ڪيس اها ٽڪيٽ ڏنائين.

سوين خيال سندس دماغ ۾ آيا ويا ٿي. جيئن ڏينڀوءَ جي ڏنگ مهل ڪڏهن ڪڏهن ساري بدن تي چاپاڪو ٿي پوندو آهي ۽ هڪ جاءِ تان ڪنهي ٻيءَ جاءِ تي ڪنهبو آهي، تئين ان تار سندس خيالات ۾ اٿل پٿل پيدا ڪري ڇڏي هئي. هڪ خيال آيس ٿي ۽ ان جو حل ئي نہ ٿي ڳوليائين تہ ٻيو خيال ٿي آيس. ڪڏهن قسمت تي افسوس ٿي ڪيائين، ڪڏهن خدا کي گاريون ٿي ڏنائين، ڪڏهن سوچيائين ٿي تہ ڳوٺ وڃان ئي نہ. منهنجو ڇا، جو ماءُ ڀيڻ جي ڪري سڄي زندگي عذاب ۾ وجهان. ڪڏهن اشتراڪين سان وڃي ٿي شامل ٿيو ۽ مفلسي تڙي ڪڍڻ لاءِ انقلاب زنده آباد جا نعرا ٿي هنيائين صدر ۾ لهي، هن واچ ۾ وقت ڏٺو. ٻارهن ۾ هڪ منٽ پيو هو. اجان ڪانٽا هڪٻئي مٿان ڪين آيا هئا. ترام جي پٽيءَ تان رستي جي ٻئي پاسي وڃي رهيو هو تہ ٺا! سولجر بازار جي ترام اچي سانس ٽڪرائي. هو ڪري پيو، سندس مٿي مان رت وهي رهيو هو. سندس واچ ڀڄي پيئي ۽ ان مان هڪ ڪانٽو گم هو. ان وقت ٺاور ٻارنهن گهنٽن جا ٺڪاءُ هنيا.

# پاڙيسري

خانو حجم سئلون ۾ وار ڪٽي رهيو هو تہ سامهون نئشنل گارڊ پريڊ ڪندا لنگهيا. ”چپ راست، چپ راست، چپ راست، چپ چپ، چپ راست چپ راست...“ خاڪي وردين ۾ سگهڙ نوجوان، پگهر ۾ شل، بي پرواهہ، خنڪيءَ ڀريا، مضبوط! ڪرسيءَ تي وينل سيٺ شامداس منهن ڦيرائي رستي ڏانهن ڏٺو. سندس منهن تي هراس، بيوسيءَ ۽ نفرت جا احساس اڀري رهيا هئا. ”خانو، اهو اڳ ۾ چنڊ تاري جي جهنڊي سان ڪير آهي.“ هن هيسيل آواز ۾ پڇيو.

”اهو سالار خان محمد آهي. لوهارڪو ڪم ڪندو آهي.“

”خانو.“ سيٺ منجهس اعتبار رکندي پڇيو، ”اهي سالار ڇا ٿا چون. ڦشاد (فساد) ڀشاد تہ نہ ڪندا؟“

خانو هو تہ مسلم ليگي ۽ دل ۾ اسلام جي عروج جا جذبا هئس، پر گراهڪن سان هميشہ خوش خلقيءَ ۽ لحاظ سان هلندو هو؛ سو چيائين تہ ”سيٺ فساد ڇو ڪندا؟ هي تہ صرف ورزش ڪري رهيا آهن.“

”پر ڀيلي ورجش (ورزش) تہ راما مورتي يا واحد بخش جي آکاڙي ۾ ڪن ني؟ هتي رستي تي ڇو اها چپ راش (راست) چپ راش لڳائي اٿائون. مان تہ شيائي جوڌپور وچي رهيو آهيان. ٻار ٻچا ۽ جال (زال) ٻال سڀ وني ٿو وڃان.“

خانو ٻن چئن ڏينهن کان اها ساڳي ڳالهہ ٻڌي رهيو هو. هن ڪيئي. گهمرا. ”الوحيد“ ۽ ”سنسار سماچار“ ۾ بنگال ۽ بهار جي دردناڪ واقعن جا دل ڏاريندڙ احوال پڙهيا هئا. جتي انسانيت کي ڪچليو ويو هو. ڀاءُ ڀاءُ جي خون سان هولي کيڏي هئي. زالن جي عصمت لٽي ويئي هئي ۽ ٻارن جي

معصوميت کي موت جي گود ۾ ليٽايو ويو هو. هن سرحد، لاهور، بمبئيءَ ۾ فساد جا روح ڪڙا ڪندڙ فوٽا ڏٺا هئا. سندس دل ۾ ڪيئي گهمرا خيال آيو هو تہ هندن بهار جي مسلمانن سان نسورو ظلم ڪيو آهي، اسان جي هم مذهب ڀائرن جي رت سان راند ڪئي آهي، پردا نشين زالن جي بي حرمتي ڪئي اٿائون.

”پر ڇا، ڀيءَ جون ڪان پوءِ سچ پچ فساد ٿيندو؟“ خانوءَ پاڪي هلائيندي سوچيو، ”ڇا اسان بهاري مسلمانن جي خون جو بدلو وٺنداسين؟ مثال طور مان هن سيٺ جو پاڪيءَ سان گلو لاهي ڇڏيندس؟“ اهو خيال ايندي ئي خانوءَ جي بدن ۾ ڏرڙي اُڀري ويئي.

خانو هو تہ حجم، پر شام جو جڏهن پامپيچ جي پئنٽ پائي اچي لکيدر تي بيهندو هو تہ ڪيس ڪوئي حجم نہ سمجهندو هو. شڪارپور جا ڪيترائي ڪاليجي ڇوڪرا هن سان دوستيءَ جا خواهان هوندا هئا، ڇوتہ خانوءَ جي دوڪان ۾ هميشہ سنڌ جي سڀني ڪاليجن جون ميگزينون، اردو ۽ هنديءَ جا ٻہ چار رسالا، اشوڪ ڪمار ۽ پرٿوي راج جا فوٽا رکيا هوندا هئا ۽ خانو انهن تي ائين بحث ڪندو هو ڄڻ تہ سئنيما ۽ ساهتيہ جي ڳالهين تي هو سند هو. خانوءَ جي دوڪان تي ڪيترائي فئنسي پائوڊر ۽ تيل بہ رکيا هوندا هئا. جن تي هرڪجي ڪيئي اسڪولي ڇوڪرا خانوءَ سان واقفيت رکندا هئا. خانوءَ جي دوستي پڙهيل ڳڙهيل ڪاليجين سان هئي يا تہ انهن اڻ پڙهيل مسلمانن ۽ هندو سيٺين جي ٻارن سان جي پئنٽ پائيندا هئا. سئنيما جي ادڪارن تي بحث ڪندا هئا ۽ شيل شڪار جا شوقين هئا.

ٻہ ٽي ساميوادي بہ سندس سئلون تي ايندا هئا پر اهي هميشہ پاڻ ۾ بحث ڪندا هئا ۽ خانوءَ ڏانهن گهٽو ڌيان نہ ڏيندا هئا. ڪالهہ بہ هو ڏاڙهي ڪوڙائڻ آيا هئا ۽ پاڻ ۾ بحث ٿي ڪيائون تہ ”سنڌ سنڌين جي آهي. اڄ اسان سنڌين جي قوميت ۽ علحدي شخصيت خطري ۾ آهي. هي پنجابي، بهاري، گجراتي اسان جي تهذيب، ٻوليءَ، واپار، زمين کي ڳڙڪائڻ ٿا چاهين. اسان جو فرض آهي تہ ان وڌندڙ وبا کي اتي نهوڙيون. سنڌ جي ساريءَ ڪانگريس تي گجراتين جو قبضو آهي ۽ سنڌ جا مسلم ليگي ليڊر تہ بهارين ۽ پنجابين لاءِ لنگر کولي ويٺا آهن، پوءِ ڀلي تہ سنڌي عوام بک مري تہ مري.“

انهن مان هڪ، جو هندو ٿي ڏٺو، تنهن چيو تہ ”مان اُڏيپور ۽ جئپور جي هندن سان گڏ رهڻ بدران سنڌي مسلمان ڀائرن جي هٿان مرڻ وڌيڪ ٿو پسند ڪريان. منهنجون هن ديس سان روح جون ڳنڍيون آهن. هتي جي ڪنڊ ڪڙڇ، رستو رستو، آس گس، ٻٽ باغيچا منهنجي روح ۾ رمي ويا آهن. منهنجي هستي سنڌ کان سواءِ موت برابر آهي.“

خانوءَ هن کان اڳ ۾ اهڙو ڀيو فراخدل هندو نہ ڏٺو هو ۽ هو ڪيس ڏاڍيءَ دلچسپيءَ سان ٻڌي رهيو هو. هن جوش ۾ اچي هڪ عجيب لفظ چيو، ”جئہ سنڌ.“ خانوءَ ”جئہ هند“ جو نعرو تہ ٻڌو هو پر ان مان ڪيس هندو ڀٽي جي بوءِ ايندي هئي ۽ محسوس ڪندو هو ڄڻ ڪيس ڪنهن پاڪيءَ جو ٺڪو ڏنو. پر اڄ ”جئہ سنڌ“ لفظ ۾ ڄڻ پاڻيءَ جي ڦوهاري ۽ خوشبودار تيل جو اثر هو، جنهن سندس دماغ کي معطر ڪري ڇڏيو.

اڄ هن کي خيال آيو تہ جي سنڌ ۾ فساد ٿئي تہ مان جيڪر ڇا ڪريان؟ ڇا، هن سيٺ جو گلو ڪپي ڇڏيان؟ سيٺ جو پٽ پهرئين سال ۾ شڪارپور ڪاليج ۾ پڙهندو هو ۽ خانوءَ وٽ وار ڪٽائڻ ايندو هو. هڪ ڀيري نوروزيءَ جي ميلي تي هو سنڌ واهہ تي مليا هئا ۽ خانوءَ کي پاڻ سان ويهاريو هئائون. چوڌاري ڇهل پهل لڳي پيئي هئي. واهہ ڏنيءَ ڪنيءَ تي وهيو. پل وٽ پاڻي اُڇلون کائي دل ۾ اُمنگ پيدا ڪري رهيو هو. خانوءَ ڪن تي هٿ رکي ڏوهيڙا چيا. ”چولي واري نينگري....“ فضا ۾ ڄڻ مستي ۽ محبت ڦهلجي ويئي هئي. هندو مسلم جو تفاوت نہ رهيو هو ۽ سڀ گڏجي راڳ جي مڌ پي رهيا هئا. ڪڏهن توريون، جي ترڻ لاءِ ڪنيون هئائون، تن تي ڪنهن آگرين سان سريلو آواز ٿي ڪيو تہ دل ۾ عجيب ڪتڪتايون ٿي ٿيون. پوءِ هو پاڻيءَ ۾ لات پيا هئا ۽ گڏجي انب ٿي چوسيائون.

”درياهہ، جو وهي رهيو هو سو تہ اسان ٻنهي لاءِ ساڳيو هو.“ خانوءَ سوچيو، ”ائين تہ نہ هو تہ پاڻيءَ هندوءَ کي ٻوڙيو ٿي ۽ مسلمان کي تاريو ٿي. مٿان اونهاري جو سج ٻنهي تي تاءُ ڪري رهيو هو ۽ ٻنهي تتي مٽي کي ٺارڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ ٽٻيون ٿي هنيون. ائين تہ نہ هو تہ سج مسلمان مٿان چانو ٿي ڪئي ۽ هندوءَ کي پنهنجي تکيءَ اُس ۾ جلايائين ٿي؟ جڏهن اهي قدرت جا عنصر اسان ۾ مت ڀيد نہ ٿا رکن تہ انهن جو خلقيندڙ ڪيئن رکندو هوندو ۽

خلقيندڙ نہ رکندو هوندو تہ خلقت ڪيئن رکي؟" خانوءَ جو دماغ جڻ ڪنهن اردو رسالي جو پنو ٿي پيو. هن جيڪي ڪتاب پڙهيا هئا، اهي جڻ سندس سوچ تي زور ڇمائي پنهنجو ادبي رنگ ڏيکاري رهيا هئا ۽ هو سوچي رهيو هو تہ، "مون جن سان ڪاڏو پيتو آهي ۽ اٿيو ويٺو آهيان تن جو يا تن جي پيءُ ماءُ جو گلو ڪيئن ڪپيندس؟"

خانو شاهي باغ ۾ پنهنجن هندو دوستن سان ڀڳت تي ويندو هو. جڏهن ڀڳت ڪن تي هٿ رکي شاهہ جو ڪلام ڳائيندو هو تہ "ٿڌي وسائج ٿر جي، مٿي مٺيءَ مٿانهہ- جي ڀويون ٿئي ڀساهہ، تہ بہ نجاهہُ مڙهہ ملير ۾."

تڏهن اها عجيب فضا پيدا ٿي ويندي هئي جو سندس دل چاهيندي هئي تہ اتي مران، انهي ڏکهي، ٿڌي بڙ جي درخت هيٺان! بڙ جا پتا منهنجي قبر تي ڦڙ ڦڙ ڪندا ڪرن ۽ بڙ جا ڏينو ڪري منهنجي قبر کي گل گل ڪري ڇڏين. شاهي باغ جي ٿڌي ٿڌي هوا منهنجي قبر کي بهاري ڏيئي، منهنجي قبر کي صفا ڪري، ۽ جڏهن ڀڳت ڳائي تڏهن ان جي ڏوهيڙي جون لهرون ۽ رابيل جي خوشبوءِ ملي منهنجي روح کي گد گد ڪن ۽ مان قبر ۾ بہ سر ڏوٺيان ڳايان، لهرايان. جي مون کي ملائڪ بهشت ۾ وٺي وڃن تہ اتان بہ جند ڇڏائي ڀڄي اچان ۽ ڀڳت جي آواز ۾ رانديون رمان. رابيل جي خوشبوءِ سان هٿ چراند ڪريان......

نہ رڳو خانوءَ پر سيني هندو مسلمان ٻڌندڙن جي دل ۾ اها خواهش، اهو جذبو قابو پائي ويندو هو. "هي هندو سنڌ ڇڏي ويندا؟ ڪيئن اهو مارئي جو ملڪ ڇڏيندي دل ٿيندن؟ ڪير اتي ڪين شاهہ جو ڪلام ٻڌائيندا؟"

خانوءَ ريڊئي ۾ گيت ٻڌا هئا تہ ڪيس اهڙي ڪراهت آئي هئي، جو يڪدم استيشن ڦيرائي هئائين. جڻ تہ جنن جي ٻولي هئي! "ڀلا مارواڙي يا مرهٽي ٻوليون ڪيئن اسان کي رس ڏينديون. جن مان صرف ٻاجهري ۽ سڪي ساڳ جي بوءِ پئي اچي. اسين سنڌي، ڪٽڪ جا هريل، شاهہ جي ڪلام جا مشتاق، سنڌ واهہ تي شيل ڪندڙ، ڪيئن سنڌ کان ٻاهر سڄي عمر بسر ڪنداسين؟"

خانوءَ کي ڪيئي اهڙا روزمرهہ جا واقعا ياد آيا، جڏهن هندو مسلم عوام جو روح ملي جلي ويو هو، ۽ جن سنڌ جي هڪ تهذيب، هڪ قوميت

جي گواهي ڏني هئي.

سچو ڏينهن خانوءَ جي دل ۾ جهيڙي، فساد، لڏپلاڻ جا خيال اچي رهيا هئا. سندس دماغ ڪٽر جي اليڪٽرڪ مشين وانگر ڪم ڪري رهيو هو.

شام جو خانو دڪان بند ڪري گهر وڃي رهيو هو تہ اسٽيشن ڏانهن ويندڙ بگين تي نظر پيس. شايد انهن مان هڪ ۾ هندو ڪٽنب اهڙا بہ هئا جي پنهنجي ڄمڻ مرڻ جي ديس کي الوداع ڪري وڃي رهيا هئا...... دور جتي نہ شاهہ هو، نہ سامي، نہ ساڌ ٻيلو، نہ زندهہ پير، نہ ڀڳت، نہ ملاڪڙو، نہ يارهينءَ جو ميلو، نہ چوڏس جو راڳ! دور هڪ اجنبي ديس ڏانهن، جتان جي زلدگي، ريتيون رسمون، اٺ ويهہ، خوراڪ پوشاڪ سڀ جدا هئا.

”پر......“ خانوءَ سوچيو، ”هتان لڏڻ جو خيال بہ تہ صرف ۽ تي سيٺيون ڪري سگهندا، جن کي اڏيپور ۽ جئپور ۾ ڪوٺيون آهن. جي مسافريءَ جوخرچ سهي سگهندا. پر هيءُ غريب منشي، هو ڪلارڪ، سنڌي اسڪولن جا ماستر، جي سندس دڪان ۾ ايندا هئا ۽ وارن جا چار آنا ڏيڻ ۾ ڪسڪندا هئا، سي ڪيئن اهي ڀاڙا ڀتا، خرچ پکا برداشت ڪندا؟ سيٺ تہ وڃي واپار ڪندو، پر منشي ڪيئن سنڌيءَ ۾ درخواست لکندو. سنڌي اسڪول جو ماستر ڪيئن سنڌي پڙهائيندو؟“

ٻئي ڏينهن صبح جو خانو نم جو ڏندڻ ڏيئي رهيو هو تہ سندس گهر وٽ هوڪو آيو، ”پلو اٿوَ پلو!“ خانوءَ جي زال مهاڻي کي سڏ ڪري ٻيهاريو ۽ ڪانئس پلو چڪائڻ لڳي، ”مون کي اڌ پلوگهرجي.“ خانوءَ جي زال چيو. ايتري ۾ ڀر واري گهر مان پيسوءَ ماءُ بہ نڪري آئي ۽ چيائين تہ ”ڀيڻ، اڌ توکي کپي تہ اڌ مان ٿي کڻي وٺانس. سچو پلو چڪائينس.“

جڏهن پنهي پلو اڌو اڌ ڪري کنيو، تڏهن پيسوءَ ماءُ چيس، ”ڀيڻ جيبل (زبيل)، چون ٿا تہ جد (ضد) وڏي ويا آهن ۽ مسلمان فساد ڪندا. مان تہ توهان وٽ اچي رهنديس.“

خانو، جو پرسان ڏندڻ ڏيئي رهيو هو تنهن کيس چرچي ۾ چيو تہ، ”مان تہ مسلم ليگي آهيان. جناح ٽوپي پائيندو آهيان. توکي تہ پوءُ ئي مون مان ڪرڻ کپي.“

”نہ ڀائو، چا ٿا چئو.“ پيسوءَ ماءُ ڪنڌ کي ڌوٽي، نٽ کي لوڏيندي

چيو، "لک کٽي مسلم ليگي ٿيوتہ بہ اسان لاءِ اهي ئي ڪانو (خانو) پائو آهيو. اسان کي ڪيئن ماريندؤ؟ توهان تہ چوندا آهيو پاڙو ابو امڙ آهي. اسان کي عيد تي قرٽيون ڏيندا آهيون، ٿڌڙيءَ جا لولا کائيندا آهيو. جڻ اهو بہ لحاج (لحاظ) نہ پوندؤ؟ پر جي ميس تہ گهوريس. توهان جي هٿان مرنديس ني!" ۽ پوءِ هن جهوني زماني جي ڪهاوت جي هڪ سٽ چئي، جا ماءُ، پاءُ پيڻ کي وڙهڻ وقت چوندي هئي. "مر مارن نندا پائڙا، سسيءَ ڏيندا لت."

جانوءَ جا جڻ ڪپاٽ ڪلي ويا." چا هيءَ عورت، جا سندس اجهو طلبي رهي هئي، تنهن کي هو ماريندو؟ هرگز نہ! هرگز نہ! اهڙو سنگدل ڪيئن ٿيندو؟ بهار ۾ هندن ڪٽي مسلمانن کي ماريو هو تہ بہ ان ۾ پيسوءَ ماءُ جو چا؟ هوءَ تہ ننڍي هوندي کان سندس پاڙي ۾ پلي، نپني هئي. ننهي ننڍي هوندي ساڳيءَ پير ۾ پٽر هٽي پير ڪيرايا هئا ۽ جهوليون پريون هيون. ننهي ساڳي پمپ تان پاڻي پريو هو ۽ هن ڪيئي گهمرا ڪيس گهاگهر ڪٽائي هئي ڪيئي پيرا خانوءَ جو لغڙ ڪاٽا ٽي هن جي ڪوٺي تي وڃي ڪريو هو تہ هن اهو ڪيس ڪٽي ڏنو هو. نہ رڳو ايترو پر جڏهن سندس زال زيبل کي پيٽ ٿيو هو، تڏهن پيسوءَ ماءُ ڪيس سگڙا ۽ پاڻي پڙهائي آڻي ڏنو هو. بهار ۾ مسلمان پائر تہ ماريا ويا پر ان ۾ پيسوءَ ماءُ جوڪهڙو ڏوهہ؟ ان کي چو ماريو وڃي؟ بيشڪ، بيشڪ هن صوفين جي سنڌڙيءَ ۾ فساد ڪڏهن نہ ٿيندا. ڪير اهڙو ظالم، سنگدل ٿيندو، جو پاڙي جو بچاءُ نہ ڪندو ۽ بيواهن جو گلو ڪاٽيندو؟" سندس ڪنن ۾ ڪنهن ساڳيو لفظ پٽڪيو، "جئہ سنڌ!" سندس من جو مونجهارو لهي ويو ۽ سندس دماغ جڻ ڪلين شيو (Clean Shave) ٿي ويو.

# هي شاعر

هن سڪل ڊبل روٽيءَ ڏانهن گهوري نهاريو. سنئينءَ سخت ميز تي سڪي ٺوٺ روٽي گويا ڪيس چيڙائي رهي هئي تہ "بکيا شاعر! ڏسين ڇا ٿو؟ ختم ڪر هي رهيل کهيل سلائيسون! رکيون سڪيون ٿي ڳڙڪائي وڃ! نڙيءَ مان نہ لنگهن تہ پاڻيءَ ڍڪ سان ڪاءِ! چانهہ جي ڪوپ لاءِ توکي ڇهہ پئسا تہ آهن ڪونہ." هو روٽيءَ ٽڪري کي چتائي ڏسي رهيو هو. گويا ڪيس اکين سان ٺي ڪائي ويندو! هيءَ روٽي، هيءَ ڪٽڪ، هي منع ٿيل ميوو جنهن سندس وڏي ڏاڏي کي بهشت مان تڙايو هو، سو اڃا تائين سندس اولاد کي پنيلائيندو، پتڪائيندو ٿو رهي! هن کي بک هئي. سندس آنڊا "ميائو، ميائو" ڪري رهيا هئا. سندس اکين مان خالي ڪُکيون نظر اچي رهيون هيون. هو هن وقت نہ شاعر هو، نہ اديب، نہ انسانَ هو فقط بکيو هو.

اڄ ڪيس ڪجهہ بہ ياد نہ هو. نہ اهي اجليون اجليون باکون جڏهن هو سائيڪل ڊوڙائيندو ڪلفٽن تي ويندو هو، تازيءَ هوا ۾ سندس ڦڦڙ ڦوڪجي ويندا هئا، دور افق ۾ آسمان جي نيري نيري رنگ تي ڳاڙهيون ريکون ترڪنديون ويندريون هيون ۽ پنل هوا ۾ سندس منهن جو رنگ تڙي پوندو هو! ان وقت هو فطرت جي گود ۾ جهوليندو ويندو هو، ڇو تہ ڪيس پڪ هوندي هئي تہ نيرن تيار رکي هوندي. اڄ ڪيس ڪجهہ بہ ياد نہ هو. نہ ٺي اهي جهڙالا ڏينهن. جڏهن ڪڪريون سڙهہ ڦهلائينديون هيون. جهڙ جي جهاڳ ۾ لڏندو پڏندو سڄ، ڪڏهن ڪڏهن ڪني ڪيندو هو تہ سڄي دنيا مرڪي اٿندي هئي ۽ هو ملير ۾ رلندو وتندو هو، ۽ ان وقت ڪيس پنهنجو وجود وسري ويندو هو. سندس زندگي شعر تي ويندي هئي، ۽ پہ تي گيت سندس روح مان ٽپڪي نڪرندا هئا ڇو تہ ڪيس بک جو خيال نہ هوندو هو. سندس ڪيسي

۾ ايترا پئسا هوندا هئا جو ٻڪ لڳڻ تي هو باغ ۾ پيپها وٺي ڪائي سگهي.

اڄ ڪيس ڪجهه به ياد نه هو. نه اهي سهاوڻيون شامون، نه دونهون دونهون دنيائون، نه نيريون نيريون ميٺايون ميرانجهڙيون فضائون، نه چوهيون چوليون، نه ڳاڄ، نه ڳجي، نه گهمر، نه گهنٽا! اڄ ڪيس ڪجهه به ياد نه هو. نه مرڪندڙ چپ، نه ڊرڪندڙ پنبڻيون، نه نيائيندڙ ڳالهيون نه لڄارا ڳل، نه لڪ چپ جون ملاقاتيون نه سس پس جون ٻاتيون، نه ٺهڪڙا نه ٽونڪون، نه سڏڙا نه سڏڪا! هونءَ هن انهن جا گيت ڳايا هئا. لفظ لفظ سويو هو. سٽ سٽ پوئي هئي. اڄ اهي موتي، اهي مالهائون، اهي گيت هن لاءِ ڪچيون ڪوڏيون هئا. نڪما، نحس آواز جن سندس وهي وهه ڪئي هئي. هن سريلا راڳ لکيا هئا جيئن پل ته هن لهسيل لڇيل دنيا، هن ڏکن-ڏڌي انسان، هن تتي- تنور جي هانو تي ٿڌو چندو پوي. پر ان جي بدلي ۾ ڪيس ڇا مليو هو؟ ٻڪ! ڇتي ٻڪ، آنڊا چيريندڙ ٻڪ! اڄ ڪيس صرف پنهنجي ٻڪ ياد هئي.

هن روٽي ميز تي رکي الماريءَ مان پنهنجو تازو شعر جو ڪتاب ڪڍيو. هن ان ڪتاب جو انتساب پنهنجي محبوبه جي نالي ڪيو هو. اهو نالوسندس روح ۾ رمي چڪو هو، هو ڪٿي به اهو نالو ٻڌندو هو ته ڇرڪ نڪري ويندو هوس سندس دل جي ساز تي ضرب لڳي ويندي هئي ۽ سوين گيت ڇڙي پوندا هئا.

"آءُ! منهنجي پري  
گهٽائون پنهنجي بي نشان رفتار سان اچي رهيون آهن!  
هي رم جهم جو عالم، ٿڌي ٿڌي، پني پني دنيا!  
هي جميل جميل ستارا، اپريل اپريل بادل!  
آءُ، منهنجي ننڍڙي پري!  
اڄ رات منهنجي دل چاهي ٿي ته تون به مون سان گڏ هجين."

پر اڄ پنهنجي محبوبه جو نالو پڙهي به، هو ماضيءَ ۾ ملياميٽ نه ٿيو. هن جي منهن تي نفرت هئي. "ڪيئن نه مون کي دم دلاسا ڏيندي رهي،" هن سوچيو، چوندي هئي ته "تنهنجي ذات تي دل ڏني اٿم. پر چاندي چاندي آهي شعر شعر آهي! سڪي کي سو سلام، صفحي تي لک لعنت! هوءَ ٺئي

ڪنهن سان شادي ڪري وئي، چو تہ هو زيادهہ پئسي وارو هو. خير وئي تہ گهوري! هينئر گهٽيئي اهڙيون ملي پونديون." هن انتساب وارو پنو ڦاڙي ٽڪريون ٽڪريون ڪيون ۽ روٽيءَ جي ٽڪر کي چڪ هنيو.

هن ٻيو صفحو ڦاڙيو. ان صفحي تي جو شعر هو سو هن روح جي رت سان لکيو هو.

هو نيٽي جيٽيءَ تي ترڻ ويو هو. شام جا پاڇاوان پاڻيءَ کي گهاٽو نيرو بڻائي رهيا هئا. هوا جا جهلڪا لهرين جي رواني‌ءَ ۾ تيزي آڻي رهيا هئا. وهڪ ۾ هڪ عجيب بيگانگي هئي. چولي چولي ڏاري هئي، پر ڏارا ۾ هڪبئي سان لڙهندي ٿي وئي. چوليون چو اچي مليون هيون، ڪيڏانهن وڃي رهيون هيون، ڇا لاءِ وڃي رهيون هيون، ان جو پتو نہ هو. صرف وهڪ نظر اچي رهي هئي، ٻيو اونهو، اٿاهہ پاڻي. هو تري ٻيٽ تي ويو. ٻگهن جو جوڙو هوا ۾ پر ڦڙڪائيندو لنگهيو. هن جي دل ۾ هڪ سيسرات اُڀريو. لفظ اکين اڳيان قطارون ڪري آيا، لڙڪ ڳلن تان ڳڙي، پاڻيءَ جي بي معنيٰ، بي مقصد وهڪ ۾ ملي ويا. اج هن انهيءَ شعر تي ٺهڪ ڏنو. ڪڙو، ڪجسو ٺهڪ، ۽ پنو ڦاڙي ڦٽي ڪيو. روٽيءَ ۾ چڪ هڻي، هن پاڻيءَ ڍُڪ پيتو.

ٽيون، چوٿون، پنجون، ڇهون..... غرض تہ سڄو ڪتاب ڦاڻي ويو. هو ڊبل روٽيءَ کي چڪ هڻي رڙڪيندو ڪتاب ڦاڙيندو ويو. سندس محبت نفرت، ڏک سک، پيار پڇتاوَ جا شعر. سندس زندگيءَ جوساز سامان، سندس روح جو سات سهارو ناس ٿيندو رهيو. هو ڊبل روٽيءَ کي زور سان چٻاڙي رهيو هو. گويا جڪ تي ڪاڏائين! پويون روٽيءَ ٽڪر ختم ٿي ويو ۽ هن جي ڪتاب جو آخرين صفحو ڦاٽي ويو. "بس وري شعر نہ لکندس،" هن قسم کنيو، "آهہ! هيءَ بک!..... پرمون جڻن ٻيا بہ تہ ڪيترائي بکيا آهن! ڇا، انهن جي بک جو سبب بہ شاعري آهي!..... هڪ بکيو ٻيو پيٽ ڀريو، هڪ سکُو سڙيو، ٻيو سکيو ستابو، هڪ مزدور ٻيو مالڪ! آخر ڪيسين سهبو؟ هي ظلم ستم، هي بک ڏک!" هن جذبات جي رؤ ۾ اچي قلم کنيو ۽ لکڻ لڳو.

"اي انسان! تون هن ڌرتيءَ تي ڪيسين ستم سهندين! سوين سج نڪتا، سوين چنڊ اُڀريا، پر انسانيت جو ستارو نہ چمڪيو! اي نادان!

ڪيسين اوندهہ ۾ ٿاڦوڙا هڻندين؟ آءُ تہ هن سماج کي بدلايون! آءُ تہ مان توکي اُن نئينءَ دنيا جا گيت ٻڌايان جڏهن انسان بکيو ڏکيو نہ رهندو. آءُ تہ مان توکي ان نئينءَ دنيا جا گيت ٻڌايان جڏهن محبت دولت تي نہ وڪامندي. آءُ تہ مان توکي ان دنيا جا گيت ٻڌايان جڏهن انسان جو دشمن انسان نہ پر قدرت هوندي...."

# مسافر مڪراني

چوڌاري ڪپهہ جون پوٽيون هيون ۽ عورتون انهن کي هٿن سان پچي رهيون هيون. مزدور مڪراني عورتون- سٽپيون ۽ سوٽ! وٽيل سٽيل ويٽيون، ڏتا مٽا منهن! پڪي چمڙي ڪڪا وار چڻ ٽامي جون مشينون ٿي لڳيون. ڪپهہ جهڙي نرم شيءِ سندنسخت هٿن ۾ نہ ٿي سونهين! پريان ڪپهہ جون ڳوٽيون پيون هيون ۽ انهن جي پرسان سندن ٻار ڪيڏي رهيا هئا. "مسافر! ابا مسافر! هيڏي تہ آءُ،" هڪڙيءَ عورت پوٽي اڏائيندي چيو. سندس پٽ،مسافر، لاٽون ڦيرائي رهيو هو ۽ جٽن ماءُ ڏانهن منهن ورايائين تئن مون تي نظر پيس. منهنجو سوٽ ۽ ٽاءِ ڏسي شايد ڪيس رونشو آيو ۽ هو لاٽون ڇڏي مون ڏانهن وڌي آيو. ٿوري دير مون ڏانهن تڪ ٻڌي ڏٺائين ۽ پوءِ نچڻ لڳو. "سالي بابو جي. او سالي بابوجي!" هن سُر سان ڳاتو ۽ ڦيري پاتي- مون کي ڏاڍي کل آئي. هو نچي رهيو هو يا ڪينهونءَ تي ٽپ ڪاڏا! پريل ٻت، ڦنڊيل ناسون، ڪنڊريل چڳون! سندس ناسي وار تہ گويا ان جون پوٽيون هئا. "او سالي بابوجي! او سالي بابوجي!" هن لانڊ لاتي ۽ جهمر هڻڻ لڳو. سيني جو ڌيان مون ڏانهن ڇڪجي ويو ۽ عورتون رئي جو پلئہ منهن کي ڏئي کلڻ لڳيون. هو "سالي بابوجي" چئي، تاڙي هڻي، چيلهہ موڙي، ڦيري پائي رهيو هو. مون کي غصي بجاءِ کل اچي رهي هئي. جڏهن هن جهمر هڻي پوري ڪئي، تڏهن وري مون ڏانهن تڪ ٻڌي ڏسڻ لڳو. هن سمجهيو تہ مان چڙي ويندس، پر مون کي سانت ۾ ڏسي هو هبڪي بيهي رهيو. مون ڪيسي مان آنو ڪڍي ڪيس ڏنو. هو ڪکو وکو ٿي ويو. مون ڪيس سلام ڪيو. هو وائڙو ٿي ويو. مون ڏانهس هٿ وڌايو. هو سن ۾ اچي ويو. مون کلي ڏنو، هن بہ کلي ڏنو. "سلام سالي بابوجي" چئي، هو ڪپهہ جي ڳوڻ پٺيان پچي ويو.

انهي ڪان پوءِ ننڍڙي مسافر سان منهنجي سنگت ٿي وئي. هر آچر تي مان ڪلفٽن تي ويندو هوس. ڪجهہ جو گدام بس اسٽان جي سامهون هو. جيسين بس اچي تيسين مان مسافر جو ناچ ڏسندو هوس ۽ وڃڻ مهل ڪيس آنو ڏئي ويندو هوس. مسافر جي عمر چار پنج سال هئي. منهن ماسيرو، چپ ٿلهيرا، رنگ سانورو، وار ڪڳوريا! انهن سان گڏ مون ڪي هن جي منهن تي هڪ عجيب مرڪ نظر ايندي هئي. گويا سندس انگ انگ مرڪندو هو. سندس اکيون چمڪي، پرون تاڻجي، ناسون ڦولارجي، چپ وسڪي ويندا هئا ۽ هو سراپا مرڪ ٿي ويندو هو. اها مرڪ هن جي ماحول تي فتح هئي. گدام جي هانو. ڪچوڪندڙ پوساڻ، پيٽ ۾ چتي بک، بت ۾ بڇان، پگهر جي هلڪي بوءِ چڪٽي مٽي، ماءُ جو داب دڙڪو، چڪيون چڙٻون! انهن سيني جي شڪست هئي اهو ناچ! انهن سيني تي فتح هئي اها مرڪ! سڀ ٻار سندس چوڌاري مڙي ويندا هئا ۽ هو پنهنجي طوطيلي زبان ۾ ڳائيندو هو:

رئـــــو وڏو امـــــــــان جو
طـــــــــرو وڏو ابــــــــــا جو
تـــئـــــو وڏو امــــــــان جو
چرو وڏو ابـــــــــــــــا جو
پـــيـــــٽ وڏو ســـــيـــــٽ جو
پـــيـــــٽ وڏو ســـــيـــــٽ جو

خبر نہ آهي تہ هن اهو راڳ ڪٿان سکيو. هر ٿڪ ٿڪ ڪان پوءِ هو تاڙي وڄائيندو هو، ۽ سڀ ٻار سندس پٺيان تاڙي وڄائيندا هئا.

تـئـو وڏو امـــان جو- تـڙاپ، تـڙاپ، تـڙاپ!
چرو وڏو ابـــا جو- تــڙاپ، تـــڙاپ، تـــڙاپ!
پيٽ وڏو سـيـٽ جو- تـڙاپ، تـڙاپ، تـڙاپ!

پوئين ٿڪ چئي، هو نينگ ڏيندو هو ۽ سندس منهن تي مرڪ ڦهلجي ويندي هئي. مٺي مٺي مرڪ مبهم مبهم. جهونجهڪڙي جي پهرين ريک، روحانيت جو چڊو رنگ ڇڻ خوشيءَ ليئو پاتو، ڇڻ معصوميت گهونگهٽ هٽايو. مٺي مٺي مرڪ، بي غم بي غم، آٽاسي، اڻ ڇاڻ!! نہ ڏکن ٻکن جو خيال، نہ ڏمر ڏاڍ تي خوض! هن جي زندگي ناچ هئي، راڳ هئي، مرڪ هئي. ننڍڙو ننڍڙو قد، ننڍڙا ننڍڙا نينگ، ننڍڙا ننڍڙا گيت! روز نئون ناچ ڪندو

هو، روز نوان گيت چوندو هو. مون کي سندس وار نهايت وڻندا هئا. گهنڊي گهنڊي، گهاٽا گهاٽا! جڏهن هن جي وارن تي جهڪي هٿ ڦيريندو هوس تڏهن مون کي ساريءَ انسان ذات جا ابهم نظر ايندا هئا. پيارا پيارا ٻار، قدرت جا منڙا منڙا ميوا! سندم دل درد سان ڀرجي ويندي هئي. هي ٻار جنهنجي ماءُ صبح کان ساجهيءَ تائين ڪپهه پچي رهي آهي، تنهن جي انگ تي لٽو نہ آهي! دل ۾ ايندو هو تہ پوٽي پوٽي اڏايان، ڳوٽي ڳوٽي جلايان. گدام ڦهلندو نظر ايندو هو، سندس حدون ساريءَ دنيا سان ملي ويندڙيون هيون. هيءَ ساري دنيا هڪ گدام آهي جنهن تي ڪپهہ جون پوٽيون پکڙيل آهن. بس هڪڙي چڻنگ، هڪڙي تيليءَ جي ضرورت آهي ۽ پوءِ ڇپيون چرڪنديون نظر ايندڙيون، دنيا جرڪندي نظر ايندي، انسانيت مرڪندي نظر ايندي. هڪڙي چڻنگ، فقط هڪڙي تيلي! اي انگ- اگهاڙو! اٿو، هيءَ دنيا. هي ڪپهہ جو گدام توهان جو آهي! اي پيٽ بکيؤ اٿو! هي دنيا، هي ڪڻڪ جو گدام توهان جو آهي! ان تي صرف ان جو حق آهي جو پچي ٿو، جو پوکي ٿو، جو پورهيو ڪري ٿو.

مسافر سان منهنجي سنگت سال کن هلي. اڳئين هفتي مان بس- اسٽان تي اڌ ڪلاڪ کن بيٺو هوس پر مسافر نہ آيو. مون گدام ۾ وڃي هن جي پڇا ڪئي. سندس ماءُ اکين مان لڙڪ اگهندي چيو، "بابو، مسافر کي تہ نمونيا ٿي پئي آهي. توهان جيَ آني آني مان هن تي رپيا ميڙيا هئا سي ڊاڪٽر جي فيءَ ۾ ڏناسين ۽ باقي جو رپيو ڏيڍ هو سو دوا تي لڳي ويو. پنجن ڏينهن کان مسافر بنا دوا جي هنڌ تي پيو آهي. اسان وٽ پيسو هجي تہ دوا دارون ڪريون! وينا الله جا رنگ ڏسون."

مان هن کي وٺي سڌو سندس گهر ويس. مسافر جا ڳل پيهي ويا هئا چڻ ربڙ جي ڪينهونءَ مان هوا نڪري وئي هئي. سندس منهن پيلو ٿي ويو هو.

هو مون کي ڏسي مرڪيو- ساڳي غير فاني مرڪ- مرض کي شڪست، موت تي فتح! نہ بيوسيءَ جو ڏيان، نہ بيماريءَ جو خيال، نہ دوا دارونءَ جي پرواهہ! مون سندس ڳل کي ٿڦڪائيندي چيو، "مسافر، مان آيو آهيان، مون کي راڳ نہ ٻڌائيندين؟" مسافر مرڪي رهيو هو. هن نبل هٿن سان تاڙي وڄائي ۽ جهيڻي آواز ۾ ڳايو:

تئو وڏو امان جو
چرو وڏو ابا جو
پيٽ وڏو سيٽ جو

پيٽ وڏو...... ڪئون، ڪئون، ڪئون، ڪـ..... ئون..... دم بيهجي ويو- مسافر ويندو رهيو.

# پنهل کان پوءِ

منهنجي روشني!

تو شراب جو ڪوزو منهنجي چپن تائين آندو، مون تو ڏانهن ڏٺو، تنهنجي اکڙين ۾ ڪيپ هو، الوٽ اربيليون اکڙيون! منهنجا هٿ ڏڪڻ لڳا. ڪوزو لڏيو لميو، ڇلڪيو ۽ ڪري ڇيهون ڇيهون ٿي ويو. شراب تنهنجي جهوليءَ ۾ هارجي ويو. مان هينئر تنهنجو پاند نپوڙي بوند بوند ڪري پي رهيو آهيان. پياس ئي نٿي ٻجهي! تون ڪيترو نه دور ٿي وئي آهين. تنهنجي دنيا ڪهڙي نه اجنبي ٿي وئي آهي. ڪڏهن ڪڏهن تنهنجي خبر ملندي آهي ته مون کي ماضيءَ جي وجود تي يقين نه ايندو آهي. تنهنجون يادگيريون ايندي آهن. جن مان منهنجو من سرڪيون ڀريندو آهي. پر اهي يادگيريون ته ننڍڙيون بوندون آهن ۽ اسان پراڻا پياڪ. ڳيت ۾ ڪيئي ڪوزا پي ويون. فقط يادگيريون ڇا ڪنديون!

توکي ياد آهي ته تو هڪڙي دفعي چيو هو ته "اسان جا جسم جدا ٿي سگهندا. روح جدا نه ٿيندا." پر مون کي خطرو آهي ته هينئر تنهنجو روح به مون کان جدا ٿي رهيو آهي. تون دور ٿي وئي آهين. جسماني طرح به، روحاني طرح به. اسان جون دليون ٻن ڪنارن وانگر آهن جن جي وچ ۾ وقت جو درياهه ڇوليون ماري رهيو آهي! اٿاهه، اونهو، بي انت! جنهن ۾ زندگيءَ جون ڪيئي پياريون گهڙيون لڙهي ويون. الاجي وري ملؤن يا نه ملؤن! توکي ياد آهي اها منهوڙي جي شام! شفق جا پاڇاوان ڇولين کي ڳراٽڙيون پائي رهيا هئا. تنهنجون ڇڳون تيز هوا ۾ ائين اڏامي رهيون هيون، گويا دور ٿي پکنديون ٿي ويون، ڪنهن دوهين دار ڪڪريءَ جي تلاش ۾. ٻه ڀورا پکيڙا دورشفق ڏانهن اڏامندا ٿي ويا. ڪنهن نامعلوم، نارس هستيءَ جي جستجوءَ

۾! هوا جي ڪنهن تيز جهونڪي انهن کي جدا ڪري ڇڏيو. پوءِ هو هڪٻئي جي تلاش ڪرڻ لڳا. پرڙا پتوڙيندا پتوڙيندا گم ٿي ويا. وري نہ مليا. تو چيو، "اي ڪاش! هي ٻئي جدا نہ ٿين ها ۽ ان نامعلوم نارس هستيءَ جي ڳولا ۾ محو هجن ها! هائي تہ هڪٻئي جي جستجو مان ئي فارغ نہ ٿيندا."

اڄ تون دور نڪري وئي آهين، نهايت دور. منهنجو روح ٽڪي ٽڪي ٿڪجي پيو آهي. خاموش ۽ اداس آهيان. نہ لوچان ٿو نہ لهان ٿو.

منهنجي روشني!

آخر تو مون کي ياد ڪيو. تون رڃ آهين، مان اڃ آهيان. مون عمر ڀر تنهنجي جستجو ڪئي آهي، پر آخر توکي احساس ٿيو تہ تنهنجو وجود منهنجي هستيءَ سان منسلڪ آهي.

تنهنجو خط پهتو. مون کي يقين هو تہ تون مون کي وساري نہ سگهندينءَ. منهنجي محبت تنهنجي ذهن جي ڪنهن ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڇُپي ڳائي رهي آهي. تون تعجب ۾ هئينءَ تہ اهو مٺو مٺو نغمو ڪٿان اچي رهيو آهي. تو انهيءَ کي وهم سمجهي لنوائي ڇڏيو. مگر اهو پيارو پيارو آواز تنهنجي تمنائن ۾ ڪتڪتايون ڪندو رهيو. نيٺ تو ڳولا ڪئي، پنهنجي روح جي ڇنڊڇاڻ ڪئي ۽ تو ڏٺو تہ اهو نغمو بلڪل جهونو هو. ان جا سُر هزارين دفعا تنهنجي سماعت سان لائون لهي چڪا هئا. فقط زندگيءَ جي شور و غل ۾ اهو ڪجهہ وقت توکي ٻڌڻ ۾ نہ آيو هو.

تنهنجي ۽ منهنجي وچ ۾ چار سال آهن. تون اهو وقت مون سان نہ ملي آهين. اي ڪاش مان وقت جي وجود کي مٽائي سگهان! اي ڪاش مان هڪڙيءَ ساعت کي سؤ سال بڻائي سگهان ۽ سؤ سالن کي هڪڙيءَ ساعت ۾ سمائي سگهان! چڱو، آءُ تہ ڪائنات جي نظام کي شڪست ڏيون. تون منهنجي گذريل زندگي جيءُ ۽ مان تنهنجي گذريل زندگي جيئان. جا جان وتن تي واردات گذري آهي سا هڪٻئي کي لکون. مون کي يقين آهي تہ تون خطن جو سلسلو بند نہ ڪندينءَ.

منهنجي روشني!

اسان جي زندگي نم جي درخت وانگر هئي، جنهن جي ڇانو ته نهايت پياري هئي پر ڦل ڪوڙو هو. اسان ان جي ٿڌيءَ ڇايا ۾ ويناسي پر ڦل نه چکيوسي. ڇئي سگهندينءَ ته اسان سياڻا هياسي يا اياڻا؟

چار سال اڳ جڏهن مون توکي آخري الوداع ڪئي ته منهنجا چپ ڦڙڪي رهيا هئا. مان اهو بدقسمت بيڪاري هوس جنهن پهڻيون چونڊيندي هيرو لڌو هو ۽ جيتوڻيڪ ان جي چمڪ سندم دل موهي ڇڏي هئي، ته به مون ان کي هار ۾ ان ڪري پوئي نه پاتو ته متان اهو سندم گلي ۾ بار ٿئي. هاءِ، مون ائين ڇو ڪيو! مان رلي رلي ڪناري تي پهتو هوس. هيٺان ٿڌو مٺو پاڻي وهي رهيو هو. پر مون ڪجهه سوچي گهڙو ڀڃي ڇڏيو. مون چيو ته بهتر ائين آهي ته پاڻيءَ جا ٻه ٻڪ پي في الحال پياس ٻجهايان. گهڙي جو بار ڪلهن تي ڪير کڻندو! مان پاڻي پي رمندو رهيس. راهه ۾ ڪيئي نهرون آيون پر پاڻي ڪارو نڪتو. پياس وڌندي رهي. جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ پياسو، وڌيڪ ماندو ٿيندو ويس! هاءِ مون گهڙو ڇو ڀڳو!

جڏهن مان توکي آخري بار الوداع ڪري ڪراچيءَ وڃي رهيو هوس ته رستي تي سارو وقت اهو سوال منهنجي ذهن کي وڇونءَ وانگر ڏنگي رهيو هو، ”مون ائين ڇو ڪيو؟“ گذريءَ زندگيءَ جا واقعات سئنيما جي تصويرن مثال منهنجي ذهن ۾ ڦري رهيا هئا ۽ مان سوچي رهيو هوس ته اسانجي دوستي ائين ختم ٿي وئي جيئن وچ مان ريل ڪٽجي وڃي!

مون کي ياد آيو ته توسان پهريون غائبانه دوستي ڪيئن ٿي هئي. شڪارپور ڪاليج جي لائبريريءَ ۾ مون ٽئگور جو ”گيتانجلي“ موٽايو ۽ انگريزي اخبار ”لٽرري سپليمينٽ“ ٿي پڙهي. اوچتو ڇوڪرن ۾ ڪجهه سس پس ٿي. مون نگاهه ڦيرائي ڏٺو ته تون ڪتاب وٺي رهي هئينءَ. تنهنجا ناسي مائل ڪارا وار تنهنجي ڪمر تائين لڙڪي رهيا هئا. ڪاليج ڪلئي ٻه ٽي مهينا ٿيا هئا جڏهن ڪان مان توکي ڏسندو رهندو هوس. نه ڄاڻان ڇو جڏهن مون توکي پهريون ڀيرو ڏٺو هو ته منهنجي دل ۾ عجيب و غريب خيال آيا هئا. مون ڀانيو هو ته تون مان صديون اڳي مليا آهيون. ماضيءَ جي ڪنهن مبهم ميرانجهڙيءَ دنيا ۾، جا ذهن جي تري ۾ لٽجي وئي آهي ۽ جنهن کي منهنجو حافظو هزار ڀيون هٿي به هٿ نه ڪري سگهيو آهي. مان اڄان تائين

محسوس ڪندو آهيان تہ گذريءَ زندگيءَ ۾ تون مان هرڻ ۽ هرڻي هياسي ۽ رڃ ۾ پاڻيءَ لاءِ رلندا رهياسين ۽ نيٺ ٿڪي ٽٽي ڪنهن درخت جي سائي ۾ ويهي هڪٻئي جي چپن مان پياس بجهائيسين. عقلي طرح مان تناسخ جو قائل نہ آهيان پر جذباتي طور مون کي تنهنجي محبت مجبور ڪيو تہ مان اها ڳالهہ مڃان تہ تون مان زندگيءَ جي دور دراز سفر ۾ ڪيئي منزلون اڳي ملي چڪا آهيون. جا روح جي ڇڪ مون توکي پهريون ڀيرو ڏسڻ سان محسوس ڪئي سان محض اتفاقي نہ هئي.

لائبرريءَ مان تون ڪتاب وٺي مس وئينءَ تہ لئبريرين مون کي سڏ ڪيو ۽ معنيٰ خيز نگاهن سان چيائين تہ "هن ڇوڪريءَ مون کان پڇيو پئي تہ "الف" جيڪي ڪتاب پڙهندو آهي، مون کي بہ اهي پڙهڻ لاءِ ڏيندو ڪر."

مون کي تعجب آهي تہ تو مون ۾ ايتري دلچسپي ڇو ٿي ورتي. شايد تو مون کي ڪاليج ۾ تقرير ڪندي ٻڌو هو. شايد ڪاليج جي پارليامينٽ ۾ ڀهرو وٺندي ڏٺو هو. شايد ٽرمينل امتحان ۾ مان اول آيو هوس. يا شايد جميل، جو تنهنجو همسايو هو ۽ منهنجو دوست هو ۽ جو مون سان تنهنجي ذهانت، خلوص ۽ شرافت جون ڳالهيون ڪندو هو، تنهن منهنجو غائبانہ تعارف ڪرايو هجي. پوءِ جڏهن اسان گهايل مائل ٿي وياسي تڏهن تو ٻڌايو هو تہ، "تو پهريون دفعو جڏهن مون کي غور سان ڏٺو هو تڏهن ڪلاس ۾ پروفيسر برطانوي شاعر ڪيٽس جي حسن جي نظرئي تي تقرير ڪري رهيو هو. هن مرد ۽ عورت جي جنسي تعلقات جي متعلق ڳالهيون ڪيون، جن ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي دلين ۾ ڪتڪتايون ڪيون ۽ هو کلڻ لڳا." تو چيو ٿي تہ، "ان وقت مان سنڌءِ بينچ جي پٺيان ويٺو هوس ۽ بلڪل خاموش هوس. گويا نہ مون پروفيسر جا شوخ جملا ٻڌا هئا ۽ نہ سڄي ڪلاس جا ٽهڪ! پنهنجي خيالات ۾ محو هوس، پنهنجي دنيا ۾ گم هوس، گويا منهنجو بدن بينچ تي هو باقي منهنجو سيلاني روح ڪائنات جي ٻئي ڪوني ۾ وڃي نڪتو هو."

اڃا تائين مون کي اها عادت آهي. يار دوست ويٺا هوندا آهن. ٽهڪ ۽ ٽهڪ لڳا پيا هوندا آهن. محفل رنگ ۾ هوندي آهي. ڪري ڪري شمع جي دونهين وانگر منهنجو روح اڏامندو آهي. منهنجو بدن هتي هوندو آهي ليڪن

ڪافي دير ٿي وئي هئي، سو مون توکي چيو. هاڻي مان هلان ٿو. تون هٽ بتي ڏاڪڻ وٽ جهلي بيٺينءَ ته جيئن مان آسانيءَ سان لهي وڃان. اڃا مان هڪ ٻه ڏاڪو لٿو هوس ته تو چيو ”بڌو ته.“ ۽ پوءِ مان ٻڌندو رهيس...... تون ڳالهائيندي رهينءَ. وقت اڏامندو ويو. محبت وقت تي فاتح آهي، وقت محبت تي فاتح ناهي، وارا ڌارا آهن. ان وقت، محبت وقت تي فاتح هئي. خبر نه ٿي پئي ته پل پهر ڪيئن اڏامندا ٿي ويا. تون اونداهيءَ رات ۾ هٽ بتيءَ سان ڪنهن ديو مالا جي حسين جادوگرياڻي ٿي لڳينءَ ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ جڏهن مان پنهنجي ڪافي. ”گهرا گهرا ڪارا نيڻ، جادو لائي ويا جيءَ ۾.“ چئي رهيو هوس ته اهو مينهوڳيءَ جو منظر اکين اڳيان ٿي ڦريو.

هينئر شام ٿي وئي آهي. برسات بيهجي وئي آهي. هر چيز پرسڪون آهي، هر شيءِ اداس اداس آهي. مون چيها پاليا آهن. سندن پر مينهن ۾ پچي ويا آهن ۽ هو جهولڻي تي لٽڪي رهيا آهن. انهن ننڍڙين منڙين جانين ۾ قربت ۽ محبت جو گهرو احساس آهي، نه ڪين ڪنهن ڪلي ڪيت ۾ ڪيل ڪوڏ جي پرواهه آهي نه پرواز جي حسرت! هو ائين ڏسي رهيا آهن ڄڻ گويا پڃري جون لوهي شيخون انهن ۽ آسمان جي وچ ۾ حائل نه آهن. اي ڪاش! تون مان به ٻه پکيئڙا هجون ها ۽ پنهنجو ننڍڙو پڃرو جوڙي ويهون ها. اي منهنجي حسين روشني! توسان گڏ پابندي هزار آزاديءَ کان بهتر آهي. هاءِ، مون ڇڙواڳي ڇو ٿي چاهي! هاءِ، مون تنهنجي زلفن جا زنجير پنهنجين ويٽين ۾ ڇو نه ٿي ويڙهي ڇڏيا.

توکي ياد آهي اها جنوريءَ جي رات!

ڪاليج جو مشاعرو ١١ بجي ختم ٿيو هو. اندر هال ۾ ته شعر و شاعريءَ جي ڏن ۾ هٿاسين ۽ سرديءَ جو احساس ئي نه ٿي ٿيو. ٻاهر نڪتاسين ته ولهه ٿي وسي. آسمان تي ستارا ڄمي ويا هئا. لڱ لڱ ۾ ڦرڪڻي هئي. تو ٽانگي جي ڳولا ڪرائي، ٽانگو نه مليو. سو تو مون کي چيو گهر تائين پيدل ڇڏي آءُ! سيءُ بدن ۾ سيرون ڪندو ٿي ويو. مون گرم مفلر پنهنجي ڳلي مان لاهي تنهنجي ڳلي ۾ وجهي ڇڏيو. نهايت پياري رات هئي اها! چانڊوڪي ۽ خاموشي گويا ٻه جاڙيون ڀينر هيون جي مدت بعد ڳلي ملي سڪ لاهي رهيون هيون. سڀ راهگير گويا سايا هئا. انسان نه هئا، روح هئا جسم نه هئا. هونءَ ته هر ڪنهن جي پنهنجي پنهنجي دنيا هئي، انسان ان

دنيا جو مرڪز هو ۽ ساري ڪائنات ان جي چوڌاري چڪر ۾ هئي، پر ان وقت انسان ۽ ڪائنات ٻه مختلف چيزون نه هئا. انسان ڪائنات هو، ڪائنات انسان هئي. تون به چانڊني رات جي نظاري کان ڪافي متاثر ٿي هئينءَ. چوڌاري سانت وسي رهي هئي. قدمن جي چاپ ڪنهن دور ديس جو آواز پئي معلوم ٿي. ان وقت مون چيو ته اي ڪاش! هيءَ راهه ڪڏهن به ختم نه ٿئي. هيءَ راهه ازل کي ابد سان ملائي، ۽ تون مون سان هلندي رهين ۽ چانڊني تنهنجي چهري کي چمندي رهي! رستي جي پرسان ڪاهي هئي ۽ ان ۾ ڪنول جا گل بيٺا هئا. چاندوڪيءَ ۾ ڪنول جا پتا نهايت پيارا ٿي لڳا. مون ڪڏهن ڪنول ٿي ڏٺا، ڪڏهن تنهنجا ڪومل ڳل! مون کي سنسڪرت جي شاعر وديا پتيءَ جو شعر ياد آيو. ”اي پرين، تون ته چور آهين! تنهنجي رخسارن اها ملائمت ڪٿان آندي؟ ڪنول جو گل توتي گواهه آهي، تنهنجي چهري اها چمڪ ڪٿان آندي؟ چنڊ توتي دانهين آهي، سياري جي سرد رات پڪاريو ٿي ته تو اهي دراز زلف ڪٿان آندا آهن!“ مون توڏانهن وري ڏٺو. مون کي به خوف ٿيو ته تو منهنجو به ته ڪجهه چورايو نه آهي! مون غريب شاعر وٽ هيو ئي ڇا؟ مون سيني تي هٿ لائي ڳوليو. واهه منڙي! تو ته مون کي به نه ڇڏيو. جا شيءِ مون مدت کان سيني ۾ سانيي رکي هئي سا تون ٽڳائي وئينءَ. تون فاتحانه انداز سان هلي رهي هئينءَ. مون فقير جو سارو سرمايو تنهنجي مٺ ۾ هو. ٻنهي کي يقين ٿي چڪو هو ته اسين هڪٻئي سان محبت ٿا ڪريون. جا ڳالهه زبان نه ٿي چئي سگهي، جو راز اکيون افشا نه ٿي ڪري سگهيون، سا ڳالهه ۽ سو راز چانڊني رات چئي وئي. تو به سمجهيو، مون به سمجهيو. نه تو ڪڇيو نه مون ڪڇيو. مون تنهنجي هٿ کي پنهنجي هٿ ۾ دٻائي چپن تائين آندو. تنهنجا گورا گورا هٿڙا مون کي نهايت وڻندا هئا. گويا مرجان مان ٺهيل هئا. ڪير ڄاڻي ته انهن هٿن جي ليڪن ۾ ڇا لکيل آهي!

جنهن وقت تنهنجي گهر پهتاسين ته ڪافي دير ٿي چڪي هئي. تو آهستي در کڙڪايو. تنهنجي ماءُ ڪڙو کولي پڇيو ته ”امان اڄ ته ڏاڍي دير ڪئي اٿئي!“ مون تي نظر پيس ته ويتر گهبرائجي وئي پرڪچيائين ڪجهه به نه. پوءِ تو ڪيس مشاعري متعلق ٻڌايو. مون موڪلايو ته تو چيو ته

منهنجي "مان" گم هوندي آهي. ڪنهن پراسرار اڻ ڄاتل عالم ۾، گرد و نواح کان بيخبر. گويا زندگيءَ جي شاهراهه تي گڏ هلندي هلندي اهڙو وراڪو ايندو آهي، جتي منهنجي جان منهنجي تن کي لنوائي کسڪي ويندي آهي. ڪيڏانهن؟ ڪنهن جي جستجوءَ ۾؟ ڇا معلوم! تو منهنجي انهيءَ ڪيفيت جو صحيح اندازو لڳايو ۽ منهنجي چهري ۾ معصوميت ڏسي تنهنجي دل ڇڪ کائي. ان وقت تنهنجي عمر سورنهن ورهيه هئي ۽ منهنجي عمر سترهن. تون عورت هئينءَ انهيءَ ڪري تنهنجي نشو و نما مون کان وڌيڪ ٿي چڪي هئي.

مان توڏانهن تنهنجي ڪهاڻي لکي رهيو آهيان. شايد تو ان کي وساري ڇڏيو هجي. هر انسان پنهنجي ماضيءَ جو جنازو ڪلهن تي کنيو ٿو گهمي. پر مون کي انديشو آهي ته تو ماضيءَ کي بلڪل دفنائي ڇڏيوآهي. مان گهڙيءَ پل لاءِ ان ماضيءَ کي زنده ٿو ڪريان. منهنجا خط تنهنجي ماضيءَ جي رنگين تصوير آهن، جا مون لڙڪن ۽ لهوءَ سان ناهي آهي. انهن ۾ منهنجي مصوريءَ جون آرائشون به شامل آهن، پر مون ڪوشش ڪئي آهي ته تنهنجا خد و خال برقرار رکان.

هن وقت بادل پرجي آيا آهن. اولهه کان گهٽائون جهومنديون اچن ٿيون. ساري ڪائنات سرمستيءَ ۽ خمار ۾ آهي. منهنجون اکيون به پرجي آيون آهن. هي تنهنجي ديس جا بادل، هي تنهنجي پار جون گهٽائون، ڪراچيءَ کان تنهنجي يني يني ياد ڪٺي آيون آهن. برسات پئجي رهي آهي، مان پايان ٿو ته ڪوئي ڪکر ۽ ڪڪري ورهين کان وڇڙيل هئا، اڄ انهن جي اتفاقي ملاقات ٿي آهي ۽ پئي هم آغوش ٿي رنا آهن. اي سائين، تون ڪيترو نه دور آهين! ايترو دور جيترو چنڊ! اي ڪاش، تون منهنجي اداس جهوپڙيءَ جو ڏيئو ٿي سگهين. ها! اي ڪاش، تنهنجي ڏيمي جوت منهنجي مستقبل جي اونده ۾ تمتمائي ها ۽ منهنجي حال جي رهنمائي ڪري ها! مون کي اهو ڏينهن ياد اچي رهيو آهي جڏهن تون ۽ مان تنهنجي گهر جي ڇت تي وينا هياسين ۽ ڪاليج جي ڇوڪرين، ڇوڪرن ۽ پروفيسرن متعلق ڳالهه ٻولهه ٿي ڪئيسون. ڪجهه وقت کان پوءِ موضوع بدلجي ويو ۽ شعر و ادب جي باري ۾ روح رهاڻ ڪئي سين. توکي خبر هئي ته مان شعر چوندو آهيان.

شايد مون سان تو ايترا تعلقات وڌايا ٿي ان ڪري هئا، جو مان شاعر هوس. تو فرمائش ڪئي تہ مان ڪوئي شعر ٻڌايان مون کي فطري گهٻراهٽ محسوس ٿي. ڇو تہ ان کان اڳي تو ڪڏهن بہ اهڙي فرمائش نہ ڪئي هئي. ان وقت بہ جهڙ هو ۽ سنهڙيون سنهڙيون ڪڪريون ڪپهہ جي پوٽين وانگر آسمان تي پکڙيل هيون. شفق جي سنهريءَ نيراڻ ۾ برساتي شام جو نهايت دلڪش منظر هو. گويا ساري ڪائنات ڪنوار ٿي لڳي. مون تو ڏانهن ڏسي گهٻرايو ۽ چيو تہ ٻن کي ڪوئي پنهنجو شعر تہ ياد ڪونہ آهي باقي شاهہ عبداللطيف جي هڪڙي سٽ دل تي تري آئي آهي:

"اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا."

اها سٽ چئي، مون توڏانهن ڏٺو. تنهنجا نرم ڳل آسمان جي سفيد ڪڪرين وانگر ٿي لڳا ۽ تنهنجي هلڪي پيلي پوتيءَ مان شفق جا ٽڏيرا شعاع نڪري رهيا هئا. گويا توبہ وسڻ جا ويس ڪيا هئا. ڪائنات جو ازلي حسن تنهنجي هستيءَ ۾ سمائجي ويو هو. مون پهريون دفعو محسوس ڪيو تہ تون منهنجي شاعريءَ جو روح آهين. منهنجا لفظ بينوا فقير هئا، جي جهولي جهلي پنندا رهيا هئا. اي حسن جي ملڪہ! تو انهن کي تاثير جي بي حساب دولت ڏئي ڇڏي! ان وقت برسات زور سان پوڻ لڳي، ساوڻ جا وسڪارا هئا ۽ سارا ڪپڙا پڄي ويا. تو ڳائڻ شروع ڪيو، بادل برسڻ آيا. تنهنجو سريلو آواز گويا ڪائنات جي دل ۾ ڇپي ويو. اوندهہ ساري عالم تي پر ڦهلائڻ لڳي. فطرت گهريءَ خاموشيءَ ۾ ٻپي هئي. تون ۽ مان هڪٻئي کي ساڪت ۽ خاموش ٿي ڏسي رهيا هئاسين. تنهنجين اکڙين ۾ اسرار هئا، نيري آسمان کان بہ گهرا! منهنجي دل ڇوليون ماري رهي هئي. مون محسوس ڪيو تہ تنهنجي ۽ منهنجي هستي پاڻ ۾ ملندي ٿي ويئي. گويا تون ۽ مان ٻہ برساتي بوندون هياسين ۽ هزارها ميل سفر طئي ڪري رات جو ڪنهن گلاب جي پتي تي ڪريا هئاسين ۽ ان وقت زندگي فقط رنگ و بو جو طلسم هئي. هاءِ! ڪنهن کي معلوم هو تہ انهن مان هڪڙي بوند ڇلڪي ڌرتيءَ ۾ جذب ٿي ويندي ۽ هڪڙي آفتاب جي تپش ۾ بادلن سان وڃي ملندي! بہ اجنبي، جن کي پنهنجي پنهنجي منزل معلوم نہ هئي، ڀٽڪندا ڀٽڪندا ڪنهن ڪڙيءَ تي ملي ويا ۽ ناگاهہ محسوس ڪيائون تہ اسين هڪٻئي جي منزل آهيون.

"سرديءَ ۾ آيا آهيون. ٿوري دير ويهو تہ لڳ سَيڪيون. سگريءَ ۾ ڪوئلا ٻري رهيا هئا. ڪمري ۾ گاسليٽ جي بتيءَ جي ڏيمي روشني هئي. بتيءَ تي ڪيترائي پتنگ ڪنيڙاٽيون ڪوهي رهيا هئا. تو شرارت سان چيو "هڪڙيءَ روشنيءَ تي ايترا پتنگ!"

منهنجي روشني، تُوکي ڪهڙي خبر تہ توتي ڪيترا پتنگ مڙندا! اگرن جي مڇ مان چڻگون اڏاٽيون ۽ اوندهہ جي سرد سيني ۾ پيهي ويون. تو ٻاهہ تي هٿ سيڪيندي ماٺ کي ڇانهہ ٺاهڻ لاءِ چيو ۽ اوچتو مون کان پڇيو تہ "بي. اي. پاس ڪرڻ کان پوءِ ڇا ڪندؤ؟" مون کي سوال نہ وڻيو.

ان وقت زندگي هينئر ۾ هتي هئي. تڏهن ۽ تتي جو تہ خيال ئي گناهہ هو. ڳالهہ لنوائڻ لاءِ مون جواب ڏنو، "جيڪا قسمت."

"تڏهن توهان قسمت ۾ بہ اعتبار ڪندا آهيو!" تو چيو.

مون وراڻيو تہ، "نہ، قسمت تہ انسان پاڻ ٿو ٺاهي. منهنجو مطلب هو تہ جڏهن وقت آيو تڏهن ڏٺو ويندو." اڄ جڏهن مان هي خط لکي رهيو آهيان ۽ حياتيءَ جون لاهيون چاڙهيون ڏسي، ٿڏيون ڪوسيون سهي چڪو آهيان تڏهن مون چڱيءَ طرح محسوس ڪيو آهي تہ قسمت آهي، تہ انسان ڪٺ پتلي آهي جنهن جي ڏوري ڪنهن ازلي بازيگر جي وس ۾ آهي جو ساري عالم جي نظام کي نچائي رهيو آهي. ساري زندگي شطرنج جي راند آهي جا ڪوئي اداس اجنبي کيڏي رهيو آهي. تون ۽ اسان مهرا آهيون.

خير، تون مطمئن هئينءَ تہ منهنجو مستقبل چمڪندو، انڪري منهنجي آئندهہ تعليم جي باري ۾ تو زياده سوال نہ ڪيا، ۽ وري اسان مشاعري جي ماحول ۽ ڪاليج جي زندگيءَ متعلق ڳالهيون ڪرڻ لڳاسين. ڳالهہ تي ڳالهہ نڪرندي آئي، وقت گذرندو ويو. نہ پنهنجي وجود جو احساس نہ آس پاس جي خبر! گويا اسان بہ بہ ڳالهيون هياسين، منڙيون منڙيون ڳالهيون، جي وقت جي پرن تي اڏامنديون ٿي ويون. مون توکي سرڪائي پنهنجي آغوش ۾ آندو، تنهنجا نرم ۽ گداز بازو منهنجي هٿن ۾ هئا، ٻاهہ جي توَ تي تنهنجا رخسار گرم ٿي ويا هئا ۽ جڏهن اهي منهنجي منهن سان لڳا تڏهن مون جا روحاني ڪيفيت ۽ گرمي محسوس ڪئي، سا ڪڏهن بہ وساري نہ سگهندس. جڻ تنهنجي رخسارن جي گرمي منهنجي نس نس کي محبت جو

پيغام ڏئي وئي. اگرن مان به ڇيبون نڪري ملي ويون ۽ ٻنهي مان هڪ وڏي ڇپي نچندي نڪتي. هاڻي جڏهن مان ماضيءَ جي رڪ ڪوٺي رهيو آهيان تڏهن ان ڇپيءَ جو سهسايل سيڪ ياد اچي رهيو آهي ۽ ساهه مان سيسراٽ پيا اڀرن! هاءِ، هيءَ محبت ڇا آهي؟

ساهه جا سائين،

هن رات جي تنهائيءَ ۾ تون دور هوندي به ڪيترو نه قريب آهين! گويا منهنجي پهلوءَ ۾ ويٺي، هن خط کي تعجب مان ڏسي رهي آهين. هيءَ تنهنجي تصوير آهي! توکي يقين نٿو اچي ته تون منهنجي مُوقلم کي ڏسي رهي آهين. مان اهو مصور آهيان جنهن زندگيءَ ۾ فقط هڪ ئي تصوير ڪڍي آهي ۽ مان اها مڪمل ڪندس. مان اها يقيناً مڪمل ڪندس.

• منهنجو تصور ۽ منهنجي تصوير! خدا ۽ ان جي تخليق! جنهن وقت ڪتيون ڪر موڙينديون آهن ۽ پوئين پهر جو ڪائنات ۾ روحاني راز وسندا آهن، منهنجو بي چين روح تنهنجي تلاش ڪندو آهي، اها تلاش ازل کان شروع ٿي آهي ابد تي ختم ٿيندي. شايد اها تلاش ڪڏهن به ختم نه ٿيندي، ڇوته ان ۾ منهنجي وجود جو راز مضمر آهي، مان خود تنهنجي تلاش آهيان. تنهنجي تلاش نه رهندي ته مان نه رهندس. بهتر آهي ته تون دور رهين، تون قريب آئينءَ ته تون ئي تون رهندينءَ. مان ڪير، مان ڪٿي! هن وقت ڏڪڻ جي هير لڳي رهي آهي، گويا ڪائنات ٿڌا ساهه ڀري رهي آهي. گذشته زندگيءَ جا دلفريب واقعا اکين اڳيان ترندا ٿا اچن. وقت منهنجي لاءِ بي معنيٰ لفظ آهي، وقت منهنجي لاءِ اهو بيٺل تلاءُ آهي جنهن جا ماضي ۽ مستقبل به ڪنارا آهن. انساني دل ڪشتي آهي، ڪڏهن هن پار ڪڏهن هُن پار! ماضي به حقيقت آهي. مستقبل به حقيقت آهي، فقط حال غير يقيني آهي، فريب آهي. جو ماضيءَ يا مستقبل ۾ رهيو سو زنده جاويد آهي، جو حال ۾ رهيو تنهن گويا خودڪشي ڪئي.

شاهه جو بيت: ”ڪنول پاڙون پاتار ۾ ڀنؤر ڀري آڪاس،“ اسان جي محبت جي بهترين تفسير آهي. تون ڪنول آهين، تو ۾ نرمي ۽ نزاڪت آهي، حسن ۽ ملائمت آهي. ليڪن تنهنجي زندگي حقيقت پرستي آهي. تنهنجون

پاڙون پاتار ۾ آهن. مان پؤنر آهيان. منهنجو خمير نغمي ۽ محبت مان ٺهيو آهي. تخيل پرستي منهنجي زندگي آهي. ڪنول سان پؤنري جي محبت ازلي آهي جيتوڻيڪ سندن فطرت هڪٻئي کان نرالي آهي. پؤنرو ڦرندو ۽ پرندو رهي ٿو، ڪنول مرڪندو رهي ٿو. انهن ۾ اها باهمي ڪشش ڇو آهي؟ انهن ۾ اها ازلي آشنائي ڪٿان آئي؟ منهنجا سائين، تون مون سان شڪايت ٿي ڪرين تہ مان توکي ڇو ڇڏي هليو ويس، ڪنول سان پؤنر جي ياري ڪيترو وقت هلندي آهي؟ اوهان ازدواجي زندگي چاهي، ان جو ساز و سامان چاهيو، اوهان چاهيو تہ بهترين مڪان هجي، ڪار هجي، چڱي نوڪري يا بزنس هجي، اوهان کي خوشيءَ کان وڌيڪ خوشحاليءَ جو خيال هو. عاشقيءَ کان وڌيڪ آرام پيارو هو. پؤنر سمجهي ويو تہ ڪنول جون پاڙون پاتار ۾ آهن، پؤنرو اڏامي ويو. هن جي زندگي ازلي نغمو آهي، آسماني سير آهي. هن جو زمين ۽ ان جي باشندن سان ڇا؟

تون دور رهي بہ منهنجي تخيل تي ڇانيل آهين! تنهنجو ماضي منهنجي فن سان وابستہ آهي. تنهنجي منهنجي ازلي آشنائي آهي. تنهنجي منهنجي جي ڳالهڙي حسن و عشق جو ابدي داستان آهي.

منهنجي چانڊوڪي، منهنجي روشني،

نئدي هوندي جا ساٿي بہ ڪهڙا نہ پيارا ٿا ٿين! انهن جي صحبت ۾ گويا ماضيءَ کي نئين زندگي ٿي ملي وڃي. زندگيءَ ۾ ايتريون تہ بي وفايون ۽ بي اعتنايون آهن، ايترا تہ ڏک ڏاڪڙا، ڪٺن ڪشالا آهن، جو ماڻهوءَ لاءِ سنگت ئي فقط آٿت آهي. مان تہ پانيان ٿو زندگيءَ دوستيءَ جي سهاري ٿي ٽڪي!

رات ج- سان براج تي ويٺو هوس. ج- اسان جو جهونو باهمي دوست آهي ۽ تازو ڪراچيءَ کان هتي آيو آهي. آسمانءَ جي نيري وسعت ۾ چنڊ پنهنجون منزلون طءِ ڪندو ٿي ويو. ستارا ڪيس تڪيندا رهيا. ٻن ستارن پاڻ ۾ سرگوشي ڪئي تہ هي تيز تيز ڪيڏانهن وڃي رهيو آهي، هن جي منزل ڪٿي آهي! اي ڪاش، هي اسان سان ترسي ها، هيءَ آسمان جي بي انتها بي انت گهرائي! ۽ هيءَ اڪيلائي! ۽ هي احساس تہ اها چانڊوڪي چار گهڙيون آهي! اي ڪاش، انهيءَ چنڊ کي اسان مجائي سگهون تہ هو اسان سان ترسي،

هيءَ پياري پياري رات وري نہ ايندي! ڄ- بہ چنڊ ڏانهن ڏسي شايد ساڳي ڳالهہ سوچي رهيو هو ۽ هن تولاءِ پڇيو، ”تازو ڪوئي خط آيو اٿيئي“، ۽ يڪدم سندس ياد ماضيءَ جي ڪوهيڙي ۾ هٿوراڙيون هڻڻ لڳي.

مون سنڌوءَ ۾ نهاريو. چنڊ جو عڪس پاڻيءَ ۾ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو هو، ٽڪرو ڪنهن لهر جي جهولي ۾ هو، ٽڪرو ڪنهن جي. جيئن منهنجي ۽ منهنجي دوست جي من ۾ تنهنجي گذشتہ زندگيءَ جي ياد! مون کي ياد آيون اهي راتيون جڏهن اسان سمنڊ جي ڪناري تي گهمڻ هلندا هئاسون، تون آب هوا جي تبديل لاءِ ڪراچيءَ وٺي هئينءَ ۽ اتي تو واپس اچڻ جو ارادو باوجود مخالفت، بدلائي ڇڏيو هو. مون کي جڏهن معلوم ٿيو تہ تون اتي ڪاليج ۾ داخل ٿي آهين تہ مون بہ تنهنجي وطن کي الوداع ڪئي. اڙي بانوري! ساريءَ دنيا ۾ منهنجي فقط تون ئي هم وطن آهين. جتي تون آهين، اتي منهنجو وطن. هينئر جڏهن تون دور آهين، مان پاڻ کي ديس ۾ پرديسي پيو سمجهان! ڪراچيءَ ۾ اسان شام جو تنهنجي گهر کان ڪياماڙيءَ واري رستي تي گهمندا هياسين. پهريون نيٽي جيٽي وٽ ترسندا هياسين. اتي هڪ پوڙهي مندر هو. شام جو ان جا گهنڊ ڪنهن ماورائي دنيا جي صدا معلوم ٿيندا هئا. گوتم ٻڌ جا حسين مجسما شام جي ڏنڌ ۾ عجيب روحاني اسرار جا ذخيرا لڳندا هئا. خود تنهنجي هستي هڪ حسين مجسمو لڳندي هئي. گويا ڪوئي روحاني راز پنهنجي حل جي جستجوءَ ۾ عالمِ وجود ۾ آيو هو. گويا ڪوئي ازلي پکيئڙو ڪائنات جي ڪنهن مبهم ڪنڊ مان اڏري آيو هو ۽ زندگيءَ جي حسين قفس ۾ ڦاسي ويو هو. تون آشنا هوندي بيگاني لڳندي هئينءَ، نزديڪ هوندي دور هوندي هئينءَ. مون کي ان وقت نهايت تعجب ايندو هو تہ هِن سطح تي تنهنجا خيالات ۽ اعمال بلڪل دنيوي انسانن جهڙا هوندا هئا. تون نهايت سمجهو هئينءَ.

مان اهو تضاد اڃا تائين سمجهي نہ سگهيو آهيان. تنهنجو زندگيءَ جو نظريو بلڪل دنيوي آهي. تون هر شيءَ کي نفع نقصان جي تارازيءَ ۾ توريندي آهين، تنهنجا اعمال ڳڻ ڳوت ۽ سوچ سمجهہ جو ثبوت ڏيندا آهن. ليڪن مون توکي جڏهن بہ فطرت جي نفيس جهولي ۾ ڏٺو آهي، تڏهن تون هڪ غير مرئي شيءَ لڳندي آهين، گويا تون شام جي رنگين لطافت آهين،

لهرين جي حسين راتي آهين، سرد هوا جي پياري خنڪي آهين. توکي ياد آهي اها شام جڏهن ڪياماڙيءَ جي قريب اسان هڪ ننڍل ڪشتي تي هلي ويٺا هئاسين. ڳالهين ڪندي مون محسوس ڪيو ته اها ڪشتي پاڻيءَ ۾ لڙهندي ٿي وئي، اڳتي اٿاهه پاڻي هو، ڇوهه، ڇر، ڇتيون ڇوليون- اڳتي، جتي ڪوئي پنهنجو پرائو نه هو، دنيا ۽ ان جا ڏک نه هئا، گذشته جو غم ۽ آئنده جو اونو نه هو، اڳتي جتي تون ۽ مان به انسان نه هياسين، ڪشتيءَ جا به سڙهه هياسين ۽ زندگي روان دوان هئي، ڪنهن نامعلوم ساحل جي تلاش ۾......

اهو ساحل ڪٿي آهي، اهو ساحل ڇا آهي، اهو ساحل اڃان تائين پيو مون کي اشارا ڪري، اڃان انهيءَ لاءِ منهنجي زندگيءَ جي ناوَ بي چين آهي. پر پياري، هينئر سڙهه فقط هڪڙو آهي ۽ ساحل دور، نهايت دور! اهڙيءَ طرح توسان راتيون گذري ويون. ڪيئي سال گذري ويا. اي ڪاش! مان چنڊ کي روڪي سگهان ها! اي ڪاش، هي چنڊ آسمان تان نه هٽي ها ۽ صبح نه ٿئي ها! اي ڪاش، هر چانڊوڪي رات، جا توسان گذري سا عمر دوام تي وڃي ها! هي چنڊ جو هينئر سڀ ڪجهه ڏسي رهيو آهي، سو ڇغلي هٽي رهيو آهي ته تون ڪراچيءَ ۾ ڪنهن ڇت تي محو خواب آهين. تو هن جهوني پرديسي دوست کي وساري ڇڏيو آهي، هن حسن پرست سودائيءَ کي جنهن کي تنهنجي محبت ڪنهن حسن مطلق جي تلاشيءَ ۾ ڀٽڪايو آهي.

اسانجي جهوني دوست تي هينئر غنودگي طاري آهي. دريا جي ٿڌي هير کيس پنهنجي آغوش ۾ لوليون ڏئي رهي آهي. هي انسان مون کي نهايت پيارو آهي، ڇو ته هن توسان محبت ڪئي آهي. هيءُ منهنجي دل جو درد سمجهي سگهندو، هيءُ ئي سمجهي سگهندو منهنجي بي معنيٰ بي چيني، منهنجي بلاوجه بيقراري. هيءُ رقيب منهنجو قريب آهي ڇو ته هن کي تو لاءِ قرب آهي!

منهنجي منڙي،

تو لکيو آهي ته تون مغرب جي سير و سياحت لاءِ وڃي رهي آهين. تنهنجي خط مان خود اعتماديءَ ۽ تنهنجو مستقبل جو درخشان تصور پيو بکي. تنهنجي زندگيءَ ۾ خوشي آهي يا نه، ڪم از ڪم خوشحالي ته بلڪل ظاهر آهي. هن دنيا ۾، هن فتح و شڪست جي بازگاهه ۾، تنهنجي جيت آهي. مان سوچيان ٿو ته مون هارايو آهي يا جيتيو آهي؟ شايد منهنجي زندگي

هار ۾ جيت کان بي نياز آهي! مان فقط تماشائي آهيان! آه! جهون جهون ڪيڏاري اچان تائين نہ سمجهي سگهيا تہ هن دنيا جي هر فتح شڪست آهي، هر شڪست فتح آهي! مان ٿوريءَ عمر ۾ زندگيءَ جون ڏڏيون ڪوسيون، هيٺاهيون مٿاهيون ڏسي چڪو آهيان. منهنجو روح بلڪل مطمئن آهي. هي ڏک سک، عزت ذلت پاڇا آهن، اڏامندڙ پکين جا وهندڙ پاڻيءَ تي پاڇا، جن جي ڪائي حقيقت نہ آهي. آه، انسان ڪيتري نہ عزم ۾ استقلال سان ڪوشش ٿو ڪري تہ مون کي اهميت ملي، اهميت، اهميت، اهميت، آخر ڇا آهي؟ گويا شرير ٻار رنگين خوبصورت پوپٽن پٺيان ڊوڙي ڊوڙي، سهڪي سهڪي، ڪين پڪڙي سندن پر چني وجهي! او پرين! اوهين پوپٽ پڪڙيندا رهو، اوهان جي زندگي صدا بهار هجي، اسين هن چمن جي رنگ و بو کي ئي بي حقيقت ٿا سمجهون. ايتري ڀڄ ڊوڙ، وٺ پڪڙ ڇا لاءِ؟

تنهنجون منهنجون راهون الڳ نڪتيون. تو منزل معيّن ڪئي ۽ ان جي تلاش ۾ نهايت دور نڪري وئينءَ. منهنجي لاءِ، تلاش ئي منهنجي منزل ٿي وئي. مان ڀٽڪندو رهيو آهيان تہ منهنجي منزل ڪٿي آهي؟ شايد ڪائي منزل نہ آهي. دنيا جي هر چيز وانگر منزل جو تصور بہ هڪ فريب آهي. زندگي لا انتها جستجو آهي، جستجو لا انتها زندگي آهي. ليڪن زندگي بہ فريب آهي، جستجو بہ فريب. لا انتها فريب! آه! مان هر فريب کان پڇندو رهيو آهيان تہ حقيقت ڇا آهي؟ اي ڪاش! تون مان هڪبئي جي منزل ٿيون ها، اي ڪاش بہ فريب ملي هڪ حقيقت ٿاهن ها! اي ڪاش، هيءَ چانڊوڪي رات ائين اڪيلي نہ گذري ها! تو پڇيو آهي تہ آخر مون کي ڇا کپي؟ چڪور کي چنڊ کان سواءِ ڇا کپي؟ چڪور جو اڏرندو رهندو آهي، ٽڙندو رهندو آهي، پهچي نہ پهچندو آهي پنهنجي محبوب کي! چنڊ، جو نهايت دور هوندو آهي، نهايت تڏو هوندو آهي! تون هجين، تنهنجي چانڊوڪي هجي! مون کي توکان ڪجهہ نہ کپي! مان هن گوشئہ زمين جو گمنام شاعر آهيان، شايد گمنام جيئندس، گمنام مرندس! مون کي پنهنجي تڙپ، پنهنجي محبت بخشي ڇڏ. اهي ڪسي، توکي ڇا هٿ ايندو. مون کي زندگيءَ ۾ موت جا حسين همسفر ملي پوندا!

منهنجي چانڊوڪي، منهنجي روشني، شب بخير!

منهنجي پرهه، منهنجي روشني!

تو لاءِ تنهنجي دور افتاده دوست جا سلام. اڄ خلاف معمول توکي هيءُ خط صبح جي وقت لکي رهيو آهيان. رات جو پويون پهر توسان گذريو. عجيب خواب هيو. جڏهن اکي کلي تہ دل نہ چاهيو تہ تو سان تار ٽٽي وڃي. ان ڪري توکي صبح سويري هي خط لکڻ ويٺو آهيان. مون خواب ۾ ڏٺو تہ منهنجي ڪلهن تي جي ٻہ فرشتا ڏينهن رات هوندا آهن، سي سير لاءِ نڪري ويا. رستي تي تنهنجي ڪلهن وارا ٻہ فرشتا انهن کي مليا. تنهنجن فرشتن منهنجن فرشتن کان پڇيو تہ: "اوهان جو انسان ڪيئن آهي؟" منهنجي فرشتن وراڻيو تہ "هو اوهان جي انسان لاءِ روئي رهيو آهي." پوءِ منهنجن فرشتن تنهنجن فرشتن کان پڇيو تہ، "اوهان جو انسان ڪيئن آهي؟" جنهن تي انهن جواب ڏنو تہ، "هو توهان جي انسان تي کلندو آهي." ان تي منهنجا فرشتا عبرت ۾ کلڻ لڳا ۽ تنهنجا فرشتا ندامت ۾ روئڻ لڳا. آهي نہ عجيب خواب؟ پر سائين، الائي ڇو، منهنجي دل چئي رهي آهي تہ گذريءَ رات اوهان بہ اهو ئي خواب ڏٺو هوندو.

هن وقت پرهہ جي ٿڌڙي هير لڳي رهي آهي ۽ دل ۾ تنهنجي تازي ياد شگفتہ ٿي رهي آهي. نہ معلوم ڇو بار بار عمر خيام جو شعر ياد پيو اچي.

"هينئر مان ۽ مئي ۽ مئفروش جي گهٽي
اي ساقي! هي صلاح جو وقت آهي؟
هن وقت حديثون ڇڏ، ۽ پيءُ ۽ پيئار"

اڄ واقعي وري دل ٿي آهي تہ پرهہ جو پيئان! پيئندو رهان، پيئندو رهان، جيستائين سج جي ڪشتي لالاڻ جي ليٽ ۾ ٻڏي وڃي ۽ شام ٿي وڃي! آهہ! هي بلورين جام! هيءُ اندر جي اُساٽ. اڄ ايتري ڇڪ آهي هن ڇنال ۾! جيتري اُساٽ تڏهن هئي جڏهن مون توکي هميشہ لاءِ ڇڏيو هو. پنهل کان پوءِ........

پنهل کان پوءِ........ ڏيندس باهہ ڀنڀور کي........

جڏهن تون وئينءَ تہ مون چاهيو تہ ساريءَ ڪائنات کي قلابازيون ڪارايان، ساري نظامِ دهر کي الٽ پلٽ ڪريان، ساري جڳ ۾ ڀنيٽ ٻاريان، عرش و فرش کي ڇپين ۾ ڇرڪايان، ڏيان باهہ ڀنڀور کي. آهستہ آهستہ وقت

پنهنجو چار وچائيندو ويو. اندر جا عقاب انهيءَ پر اٽڪندا ويا. پرزا ڦڙڪائي ڦڙڪائي، ساڻا ٿي، سانت پر اچي ويا. وقت جو تيز رفتار ڪاروان گذرندو ويو. سندس قدم ماضيءَ جا نشان مليا ميٽ ڪندا ويا. پنيور جلي ويو، شعلا وسامي ويا. پنهونءَ جا پيرا متجي ويا. سسئيءَ جا سڏڪا ڪنهن نه سڻيا. سنسان هوائن پر سيسراٽ گم ٿي ويا. منڙي،ماضيءَ کي ياد ڪري يقين ئي نه ٿو اچي ته هتان به ڪوئي ڪيچ جو قافلو گذريو هو. هزارن اميدن ۽ آرزوئن جو ڪاروان منزل انداز ٿيو هو. اج ته پنيور پر فقط رک ئي رک ٿي اڏامي. سسئيءَ جي روح جي رک، پنهونءَ جي پيار جي رک. پنهل ڪان پوءِ..... پنيور..... باهه...... رک.....

اج دل چاهي ٿي ته هي آلا آلا، هي شراب، ڳيتون ڪري پيئان. سرڪين مان سڪ نه ٿي لهي، جيئن منهنجو سينو سڙڻ لڳي، لڳن جي لهس ساهه کي سيڪ ڏئي ۽ تنهنجو تصور به چري پچري رک ٿي وڃي. سرد سرد رک جنهن پر نه چڻنگ نه چوچڙي نه سيڪ نه ساڙو. تنهنجي نفي منهنجو اثبات، تنهنجي نيستي منهنجي هستي، تنهنجي وجود جي فنا منهنجي نجات آهي. پرينهنءَ تون ڪنهن اجنبي ديس ڏانهن وڃي رهي آهين. نظرن کان به دور، دل کان به دور. وڄ، پلي وڄ، مان توکي وساري ڇڏيندس، پر الائي ڇو دل نه ٿي مڃي، دل چوي ٿي ته اجل جو بي پناهه سيلاب به توکي مون کي وڇوڙي نه سگهندو، لڙهندا لڙهندا هڪبئي کي چنبڙنداسين ۽ وچي ڪائنات جي ٻئي ڪپر تي ڪرنداسين.

تنهنجو

ازل جو آشنا، اياز

# مشير نامون

مون هن ڏانهن چتائي ڏٺو. گورو چٽو رنگ، ڪڪي ڇڊي ڏاڙهي، گهريون ڇيريون اکيون، لوڻا وار، ويڪري ڇاتي، سنهي سڊول هانءِ. ڄڻ هوبهو ابن مريم ٿي لڳو.

جهيڻي آواز ۾ چيائين: ”ڪيس جا ڪاغذ آندا اٿم.“

”ڏي ته ڏسان.“

هو قتل جي مقدمي ۾ ملزم هو. هن تي الزام هو ته هن پنهنجيءَ زال کي فقط سياهڪاري جي شبهي ۾ ماريو هو.

هن چيو ٿي ته اهو هنجو ڪيس ۾ ٻچاءُ هو، ته هن جي زال ڪاري هئي ۽ هن کي سياهه ڪاريءَ وقت ڪاري ڪري ماريو هئائين. مون ڪاغذ اٿلائي واردات جو مشير نامون ڪڍيو، جنهن ۾ ڪجهه هيٺين ريت لکيل هو:

”— واردات جهنگ ۾ لڳ ڳوٺ.... جي هئي. واردات جي چوڌاري ٻير، ڪيڙ، لوا ۽ ڪنڊيون هيون. ٻاهران بيهي جهنگ ۾ نظر ڪئيسين ته ڪجهه نظر نه آيو. واردات تي رت جو ڍبو هو جنهن جي پرسان سپاجهيءَ (ملزم جي زال) جو لاش پيو هو. لاش سورهن ورهين جي نينگريءَ جو هو، جنهن جو سر ڌڙ کان ڌار پيو هو. نينگريءَ کي ٻه چوٽيون هيون، جنجي وچ تي سينڌ نڪتل هئي. هنجي ڪنن ۾ چانديءَ جون مرڪيون، ڳچيءَ ۾ سوني ڌهري هئي، جا ڪهاڙيءَ جي ڌڪ لڳڻ ڪري ڇڇي پئي هئي. ڌڙ جي مٿئين اڌ تي ٻروچڪو گهگهو پيل هو، جنهن تي ڪاوا پيريل هئا. ڪنهن سبب ڪري گهگهو ڳچيءَ وٽان ڪافي ڦاٽل هو ۽ لاش جي ڇاتيءَ تي مينديءَ سان ٻٽايل گل نظر اچي رهيا هئا. ڌڙ جي هيٺئين اڌ تي ڳربيءَ جي سٿڻ پيل هئي.... چيو وڃي ٿو ته اها فوتڻ جي خون ٿيڻ کانپوءِ جوابدار ڪيس پارائي هئي. ٻانهن ۾

عاج جي ٻانهين، مُرن وٽ چانديءَ جون گجريون، سڄي هٿ جي ڏسٽي ۽ وچينءَ ۾ چانديءَ جا ويڙهه ۽ ڇيچ ۾ چانديءَ جي منڊي ۽ پيرن جي آڱرين ۾ نورا پيل هئا. لاش جي پرسان رت لڳل کهاڙي پئي هئي، جهن جي ڦر ۽ ڳن تي رت لڳل هو. ڌرتيءَ تي ٻن ماڻهن جا ڏڦ پيرا هئا، جي سڃاڻپ ۾ نٿي آيا...."

مشير نامون ختم ٿي ويو، پر منهنجون اکيون ان تي ڪنهن اڻ لکيل تحرير کي پڙهي رهيون هيون..... اهو رت ڪنهن انسان جو رت هو! اهو رت جو هاٿي مٽيءَ ۾ ملي ويو آهي جنهنجو ثبوت فقط ڳاڙهي ڌرتي، کهاڙي ۽ مشير نامي جون ٻه سٽون آهن، سو ڪنهن وقت هڪ گرم ۽ گداز جسم ۾ تمنا بڻجي، لڳ لاڳاپا لاهي، سيڻ ويڻ، چڱيءَ مٽيءَ کان منهن موڙي، آڏيءَ رات اٿيو هو. جنهن وقت ڪتين ٿي ڪر موڙيا، جنهن وقت پٽائي سر "راڻو" لکندو هو ۽ لکندي ڇپندي، سڪندي سيڏائيندي ڏکڻ جي واءُ ۾ ڪنڊين ۽ لون جي سرڙاٽ کي ازلي سڏ سمجهيو هئائين. اها ٿي ته رت جي ڌارا آهي، جا چانڊوڪيءَ ۾ ڊوڙندي، ڳائيندي آهي. "سرتيون جي مون وسهو، ننڊ نه هيريو نيڻ، جوين ٻه- تي ڏينهڙا!" اها ڪيڏانهن ويئي؟ ڇا اها فقط واردات تي ڪجهه ڳاڙها نشان ۽ مشير نامي جون ٻه چار سٽون ئي هئي!

"مشير نامو پڙهيئي؟" ابن مريم جهڙي انسان پڇيو.

"هون" مون ڇرڪي چيو، ۽ بيخيالي سان ڪاغذ اٿلائڻ لڳس. منهنجي ذهن ۾ ڪنهن زور سان پڪاريو: هن عورت کي اهو سنگسار ڪري، جنهن نظر يا زبان سان ۽ خيال ۾ به سياهڪاري نه ڪئي آهي! مون رڙ ڪري جواب ڏنو: جنهن نه ڪئي آهي انهيءَ کي به ڪهڙو حق آهي؟ هيءَ رت شبِ خيز آهي، پاڪيزه آهي. هر گناهه و ثواب کان بالاتر آهي! هيءَ رت عبادت آهي، ان تي هٿ کڻڻ جو ڪنهن کي به حق نه آهي. نه انسان کي نه فرشتي کي!"

"وڪيل صاحب...." ابن مريم جهڙو انسان مون سان ڳالهائي رهيو هو ۽ آءُ سوچي رهيو هوس ته "وڪالت منهنجي وس جي ڳالهه نه آهي...."

# موٽي آءُ......

منٽڙي......،

ڇا تون موٽي نہ ايندينءَ؟ تون منهنجي ساهہ جو سهارو آهين، منهنجي احساسات جو روح، منهنجي جذبات جي زندگي! تون منهنجي زندگيءَ کي بي معنيٰ ڪري بي سهاري ڇڏي ڏيندينءَ؟ تون دولت جي چائنٽ تي سر جهڪائيندينءَ تہ عيش عشرت جي تصور ۾ منهنجي آدرش جي بغاوت مري ويندي! مون کي تو تي رحم اچي رهيو آهي. توکان نفرت همدرديءَ ۾ تبديل ٿي رهي آهي. تو جوانيءَ تائين ڏک سٺا، جنگهي چيخي حياتي گذاري ۽ هينئر اهو سياويڪ آهي تہ تون سک سانت جي زندگي طلب ڪرين. پر اهو تون تڏهن ڪري سگهين ها جڏهن تنهنجا ڪن ٻڌي نہ سگهن ها، اکيون ڏسي نہ سگهن ها، تنهنجا چپ چئي نہ سگهن ها. تون انسان ذات کي چيچلائيندو ڏسي مٺي ننڊ ڪري سگهندينءَ؟

تون اهي ڏينهن ياد ڪر جڏهن تون پاڙيسريءَ جو پاٿي پريندي هئينءَ، دلو ڪٽي ڪٽي تنهنجي سنهي چيلهہ ڇپي ٿي ويندي هئي، ۽ تون ڪنجهندي ڪرڪندي پمپ هلائيندي هئينءَ. پهريان ڏهہ ورهيہ زندگي جا تو ائين گذاريا. تون ڇوري ڇني هئينءَ. منجهند تائين سنڌي اسڪول ۾ پڙهندي هئينءَ. توکي پاٿي نہ هوندي هئي جو ميٺ وٺي فرهي ميسارين ۽ ماسترياڻي توکي روز ماريندي هئي تہ ڦرهي ڇو نہ ميساري اٿئي. تون جڏهن سارو ڏينهن پاٿي پريندي هئينءَ تڏهن رات جو توکي ڪنڌ ۾ پاروٺي ماني ملندي هئي.

ڇا اهو توڪان وسري ويو آهي تہ توکي هيانچو ٽي پيو هو ۽ ماءُ توکي نيراني ڪنوار ٻوٽي جا ڳترا ڪارائيندي هئي؟ توڪان اهو ڪنوار ٻوٽي جو سواد ڪيئن وسري ويو هوندو. اسانجي زندگيءَ جئن اگرو، هانءُ ٻوساتيندڙ، ڪرسي ڏياريندڙ احساس!

تو مون کي خود ٻڌايو هو تہ جڏهن عيد تي ٻيا ٻار ريشمي لباس پائيندا هئا ۽ رومال ۾ خرچي ٻڌي خوشيءَ ۾ نہ سمائبا هئا تڏهن تون هڪ اڌوراٽي خيراتي قميص پائيندي هئين ۽ سڪٽيءَ جيان فلودي جي ڇڇي ڏانهن ڏسندي هئينءَ. توکي ماءُ عيد تي هڪ آنو خرچي ڏيندي هئي جا تون نڪر جي پنڊاري ۾ ميڙيندي هئينءَ.

ڇا توڪان اهو وسري ويو آهي تہ اسڪول جون سڀ ڇوڪريون ۽ ماستريائيون توڏانهن نفرت سان ڏسنديون هيون ڇاڪاڻ جو صابڻ نہ لڳائڻ ڪري تنهنجي چڳن ۾ چيڙهہ پئجي ويندو هو، تنهنجي اڌوراٽي ڪتاب تي مس جا ڪراهت خيز چٽا هوندا هئا ۽ توکي هڪ ڏاڍو ننڍڙو سليٽي قلم هوندو هو؟

پوءِ بہ تو پرائمري تعليم ختم ڪئي ۽ توکي پنج رپيا ماهوار اسڪالر شپ ملي. حيدرآباد ۾ هاسٽل جي حياتي تہ ياد هوندءِ! ڇا توڪان اها زندگي وسري وئي آهي جڏهن چار چار آنا چندو ڏيئي ڇوڪريون ڦليلي تي شيل ڪنديون هيون ۽ تون پاڻلي ڏيڻ ڪان ڪيٻائيندي هئينءَ ۽ پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ ويهي سڏڪا ڀريندي هئينءَ؟

توکي ضرور ياد هوندو تہ توکي وڏيرن جون ڇوڪريون آنو لالچ ڏيئي چٺي ڏينديون هيون تہ فلاڻي کي پهچائي اچ. تون اها چٺي رستي تي کولي پڙهندي هئينءَ تہ عشق محبت جا احوال پڙهي تنهنجي معصوميت ۽ حياءَ کي چوٽ لڳندي هئي پر پوءِ بہ آني جي لالچ تي تون خود مون کي روئي، ڇپ ڀيڪوڙي بغاوت جي جذبي کي دٻي ٻڌايو هو. ڇا تون اهو وساري سگهندينءَ؟

منهنجي مظلوم محبوبہ! تو مفلسيءَ سان جدوجهد ڪئي، حالات توکي نڪرايو ۽ تو حالات کي نڪرايو. تو تقدير سان چنبو ملايو ۽ پنهنجو نصيب ٺاهيو. تو پيٽ کي پٽيون ٻڌي، چني ڦاٽي ۾ وقت گذاري تعليم حاصل ڪئي.

تنهنجي شرافت تي سوين افواهه اڏاريا ويا. تنهنجي اڻٿڪ ڪوشش کي نظر انداز ڪيو ويو. تنهنجي زندگيءَ کي ذليل ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. پر تون ثابت قدم هئينءَ. تون ٿڪ ٿاڪي جو خيال نه ڪري منزل ڏانهن وڌندي رهينءَ. اڄ تو شخصي زندگي جو آدرش پاتو. تنهنجي تعليم مڪمل ٿي ويئي. هينئر توکي تعليم به آهي سونهن به آهي. هي جاگيردار، هي سرمائيدار، هي حوس پرست اڄ تنهنجي اشاري لاءِ منتظر آهن. ڇا تون انهن مان ڪنهن سان شادي ڪري، صرف پنهنجي اڳين مفلسين جي احساس کي مٽائڻ لاءِ، صرف دولت جي غرور ۽ نشي جي چشڪي چکڻ لاءِ پنهنجا تلخ تجربا وساري سگهندينءَ؟

توکي ضرور ياد هوندو ته اسين ڪاليج جي زندگيءَ ۾ تعميري خيال ڪندا هئاسين ته ڪيئن هن دک درد جي دنيا کي بدلائبو. ڪيئن هن نظام جون جڙون اکيڙي ڇڏبيون ۽ جي باغي شڪتيون ان جدوجهد ۾ لڙي رهيون آهن تن جو ساٿ ڏبو. اسان نه فقط غريبي محسوس ڪئي پر ڏٺي هئي، اسان نه فقط هن وهمي سماج، ڪٽر مذهب، پٽي تهذيب جي باري ۾ پڙهيو هو پر ان جا تير سينو سپر ڪري سٺا هئا. اسان جي روح ۾ بغاوت جي چڻنگ هئي جا اڄ باهه ٿيڻ گهربي هئي. اڄ اسانجي تعليم پوري ٿي آهي ۽ وقت آهي ته اسين ان دنيا سان ٽڪر کائون، جنهن ۾ عورت جي عصمت ۽ مرد جي غيرت لٽي ٿي وڃي، جنهن ۾ رت ڪٽورو ٿو ڏجي ته به پيٽ ڪٽورو نه ٿو ملي، جنهن ۾ مزدور جو گوشت وڪامي رهيو آهي ۽ هاريءَ جو خون پسيني جي بها وهي رهيو آهي. مون قبوليو ته اسان جي ڪاليج جي زندگيءَ ۾ هڪ فراري ڪيفيت به هوندي هئي. توکي اهو ڏينهن ياد هوندو جڏهن اسين سڄي چانڊوڪي رات ڪلفتن تي هئاسين. سمنڊ ۽ آسمان ڄڻ چانڊوڪيءَ جي لس ليٽ ۾ ٻڏي ويا هئا. سڄي ڪائنات کي چانڊني چميون ڏئي رهي هئي. هو سون رنگ لهرون، هو اٿاهه اٿاهه گجي، هو آسمان تي جهڙ جي جهاڳ! گهميل هوا ۾ پنو پنو منهن. ته جو اڻ لکو احساس، ڇولين جي چوهه ڪان دل ۾ مٺي مٺي محبت! تو ان وقت ڳاتو هو، ”اُيي اپاريام، نڪت سڀ نئي ويا“ ۽ ڀوءِ شاه جي شعر جو سوز، تنهنجي آواز جي درد ڀري لهر، ماحول جو جادو، سمنڊ جو سريلو شور ۽ جذبات جو بي پناهه چوهه سڀ

ملي ويا هئا ۽ دنيا هڪ نفيس هستيءَ ۾ جدي نينڪي تي ويئي ۽ آخر اينرو تہ ان روحاني رنگ ۾ گڏجي وئي جو اسان ڪي پنهنجي جدا وجود جو انپو نہ رهيو هو. تنهنجا ڏگها ڪارا وار پاڻيءَ تي لهريون ڪائي رهيا هئا ۽ تون هڪ ساموندي حور ٿي لڳينءَ. مان راڳ جي ميناج ۾ پنهنجي هستي وساري چڻ تنهنجي پرستش ڪري رهيو هوس. اها رات مون ڪان ڪڏهن نہ وسرندي!

”هڪ ميو ٻيو ميندرو، رات سڄي ساريام.“

اڄ بہ اها سٽ منهنجي ڪنن ۾ ڪتڪائيون ڪري رهي آهي ۽ مان توکي ساري رهيو آهيان.

موتي آءُ منهنجي محبوبہ! اهو فرار چار گهڙيون هو اڄ تنهنجي آواز ۾ آگ پرڻي آهي، توکي بغاوتي ترانہ ڳائي سنڌ جي ستل عوام کي بيدار ڪرڻو آهي. موتي آءُ! تہ تنهنجو اهو مٺو آواز پيانو ۽ ستار جو نذرانو نہ ٿي وڃي، تنهنجي دلنواز سنگيت چڻ خوش پوش سرمائيدارن جي مهمانن کي وندرائڻ ۾ نہ ختم ٿي وڃي!

توکي ياد هوندو تہ اسين روز رسيس ۾ برنس باغ ۾ هلندا هئاسين. ناريل جون پڇڙيون هوا ۾ ڦڙ ڦڙ ڪنديون هيون، ڏاک جي منهہ ۾ ڇڳا ائين لڙڪندا هئا، جڻ اسان جي دل ۾ خوشگوار مستقبل جو تصور!

جمون ڪائيندي اسين زندگيءَ جي هر مسئلي تي بحث ڪندا هئاسين. سياست، مذهب، اخلاقي قدر، نظير جا شعر، شيلا جا چتر، انگريڊ برگمن جي بهترين نظم، محبت، ڪاليج جي لئبرري، هندو لا، مئڪروب (جيوڙا) مطلب تہ ڪتان جو ڪٿي وڃي پهچندا هئاسين. اسانجي رفاقت محبت جي صورت وٺندي هئي يا تہ محبت رفاقت جي. تون منهنجي محبوبہ هئينءَ يا رفيق يا ٻئي؛ پر مان توکي رفيق چوڻ پسند ڪندو هوس. ان رفيق لفظ ۾ هزار اميدون ۽ آسرا هئا، هزار آئيندي جا تعميري خيال هئا. اسين عوام جي انقلاب ۾ حصو وٺندا هئاسين. اسانجي هٿ ۾ لال جهنڊو ڦڙڪندو ۽ اسين بغاوت جا ترانا ڳائيندا اڳتي وڌندا هئاسين. ڪڏهن پورٽ ٽرسٽ تي اسٽرائيڪ هوندي تہ ڪڏهن سيمنينٽ جي ڪارخاني تي، ڪڏهن عيدگاهہ ميدان تي تقرير هوندي تہ ڪڏهن جيل ۾ ملاقات! منهنجو قدم اڃا بہ ثابت آهي، منهنجي همت اڃا بہ برقرار آهي. پر توکي ڇا ٿي ويو آهي؟ تون پ...

سان شادي ڪري رهي آهين؟ ڇا لاءِ ته هو دولت مند آهي، هو موجوده سماج جو هڪ بيڪل فرد آهي. تنهنجي بغاوت آسانيءَ ۾ تبديل ٿي ويندي؟ تون اهو نه ٿي سمجهين ڇا ته اهو شخص جنهن سان تون شادي ڪري رهي آهين هو ان نظام جو زبردست حامي آهي، جنهن نظام تنهنجي روح کي مفلسيءَ ۾ ڏڪيو هو، تنهنجي همت تي پاڻي هاريو هو، توتي لعنت ملامت ڪئي هئي؟ هو ان سماج جو حامي آهي، جنهن ۾ عوام جي زندگي کي ڦلڻ ڦولڻ جو وجهه نه ٿو ڏنو وڃي، سندن رت نست جي ڪمائي ڇڻن سرمايدارن جو نذرانو ٿي ٿئي، سندن بغاوت کي وهمي ريتيون روايتون همٿائي، رجعتي نعرو هٿي دٻايو ٿو وڃي؟

موٽي آءُ، هُتي توکي دولت ملندي، محبت نه ملندي، نفس پرستي ملندي حسن پرستي نه ملندي. رنگين حيوانيت ملندي بي رنگ سادي انسانيت نه ملندي. مون غريب شاعر وٽ ڪجهه نه آهي سواءِ هڪ باغي جذبي جي. اهو جذبو توکي انسانيت سيکاريندو، تون پنهنجي خودڪشي نه ڪر، پنهنجا احساس دولت جي پيٽ نه چاڙهه، پنهنجي باغي روح کي جسم جي لذتن ۾ نه دفناءِ. موٽي آءُ، منهنجي رفاقت تو لاءِ ٻانهون ڏگهيري رهي آهي، اُس ۽ گس ۾ دربدر زندگي توکي ڪوٺي رهي آهي. اتي توکي دل جي تسڪين ملندي. ان جدوجهد واري انقلابي حياتي ۾ توکي چين نصيب ٿيندو. هي اوچا اوچا محل، هي بال روم ناچ، هي نفيس لباس، هي ڏيک ويک جي جيوت تنهنجي انسانيت کي نهوڙي نيندي، تنهنجي اصليت کي نپوڙي ڇڏيندي.

تنهن ڪري منهنجي معصوم محبوبه موٽي آءُ.... موٽي آءُ....

# اسانجي سنڌ

اڄ اسين زندگي ۽ موت جي چؤواٽي تي بيٺا آهيون. ممڪن آهي ته موجوده فرقيوار ڪشمڪش ۾ اسانجي علحدي تهذيب، الڳ قوميت، ٻولي، ادب، آرٽ، اقتصادي (Economic) ترقي، مطلب ته جدا شخصيت ميٽجي وڃي. انڪان ته انڪار نه ڪري سگهبو ته اسين سنڌي هڪ جدا قوم آهيون. اسانجي زندگيءَ جي طرز، رهڻي ڪهڻي، اُٺ ويهه، خوراڪ پوشاڪ، ٻول چال، وهم وسوسا، اُمنگ اُڌما، ريتيون روايتون؛ مشغوليون مصروفيتون سڀ هڪ جدا رنگ ڍنگ رکن ٿيون. سنڌوءَ تي خاص دارو مدار اسانجو آهي. ململ جو چولو ۽ گوڏ اسانجو مخصوص لباس آهي. ٻلهاڙو ۽ ونجهه وٽي اسانجي ئي راند آهي. دلو فقط سنڌ جو سادو ساز آهي، ڪافي رڳو اسانجي ڪلام ۾ ملندي، مومل راڻو، سسئي پنهون، راءِ ڏياچ فقط اسان جي ڏند ڪٿائن (Mythology) جو حصو آهن. نه رڳو ايترو پر اسانجون ملڪي حدون ۽ ٻولي به جدا آهن. ان مان ثابت آهي ته اسين سنڌي هڪ جدا قوم آهيون، اسان کي هڪ الڳ شخصيت آهي.

ان ۾ شڪ نه آهي ته دنيا بين الاقواميت ڏانهن وڌي رهي آهي. پر اها بين الاقواميت ڪهڙي جنهن ۾ قوميت صفا ميٽجي وڃي؟ دنيا جا مزدور هڪ نظام لاءِ لڙي رهيا آهن، پر ان جي معنيٰ اها نه آهي ته هو هڪ قوم آهن. انٽر راشٽريه اتفاق ٿيندو ته به راشٽريه شخصيت گم نه ٿيندي.

نه وري مذهب ئي قوميت ۾ دخل اندازي ڪري سگهي ٿو. مون قبوليو ته سنڌيءَ ۽ پنجابي مسلمان جو مذهب ساڳيو آهي؛ سنڌي هندو ۽ يو. پي جو

پٽيو، ساڳي ڌرم جي پوئلڳي ڪن ٿا. سنڌي مسلمان طهر، نڪاح، زڪوات، صدقي، عبادت ۽ موت ۽ نماز جي رسم ساڳي طرح ادا ٿو ڪري جهڙي طرح پنجابي مسلمان. سنڌي هندوءَ جو جٽيو، وواهه، ڏيتي ليتي مراد وغيره ڌرمي ريتيون روايتون هوبهو ساڳيون آهن. جهڙيون گجراتي هندوءَ جون. پر پوءِ ڇا؟ انگلينڊ ۽ جرمني ۾ پراٽيسٽنٽ فرقو زور آهي. ٻنهي جو مذهب، ولادت جي رسم (Baptism)، شاديءَ جو قاعدو (Lex Lori)، ڪفن دفن ساڳيو آهي. پر ڪوئي انگلينڊ ۽ جرمني کي هڪ قوم ڇئي سگهندو ڇا؟ پر جيڪي به شيڪسپيئر کي پنهنجو شاعر سمجهن ٿا، جي ٿيمس ندي ۽ انگريزي ڪاري کي پنهنجي رت ۾ چوليون ماريندو ڏسن ٿا، جن ليڊس ۽ برمنگهام جي ڪاٿين ۾ جند جان گنوائي آهي، سي بيشڪ هڪ جدا قوم آهن ۽ مذهب ڪنهن به ٻي قوم کي سندن قوميت ۾ شريڪ نه ٿو ڪري سگهي. ان ڪري ملڪي حدن، تهذيب، ٻولي، اقتصادي ۽ سماجي تعلقات کي نظر ۾ رکندي، رد ڪد جي خوف کان سواءِ ڇئي سگهجي ٿو ته اسين سنڌي هندو ۽ مسلمان هڪ علحدي قوم آهيون. قوميت جي لحاظ کان نه اسين هندستاني يا پاڪستاني آهيون ۽ نه هندو يا مسلمان. اسين صرف سنڌي آهيون.

هينئر اچو ته متئين سياسي نظرئي (Political theory) کي خيال ۾ رکي سنڌ جي فضا جاچيون. سنڌ جي گهرج کان زيادهه زمين پنجابين ۽ ٻهارين کي ڏني ٿي وڃي ۽ ان لاءِ دليل اهو ٿو ڏنو وڃي ته هو اسانجا هم مذهب ڀائر آهن ۽ تنهن ڪري انهن جو اسانجي مال ملڪيت، زر زمين تي حق آهي. جي اها ڳالهه صحيح آهي ته پوءِ جپانين جو چينائن تي ظلم زبردستي ڇو نه ديو وڃي؟ هو ٻئي ٻڌ ڌرم جا پوئلڳ آهن ۽ ساڳي وقت چين ۾ زرعي زمين به جام آهي.

اسان سياسي طاقتن جي ڦڙتين گهرتين ۽ چالبازين، نعرن جي بلند آوازن ۽ بي معنيٰ واڪن جي ور چڙهي اهو وساري ويٺا آهيون ته "اول خويش پو درويش." سياڻي سنڌ ۾ ترنڪتر ڪم آندا وجن ۽ معدني ڀاڻ وڌو وڃي ته اسان جو هاري هينئر کان ڇئوڻي پنجوڻي زمين ڪيڙي سگهندو ۽ جي اسين هينئر پنهن جي زمين ائين خيرات ڪري ڇڏيندا سين ته پوءِ پنهنجن سنڌي ڀائرن لاءِ ڪٿان آڻيندا سين؟ مسجد ۾ ڏيئو ۽ گهر ۾ اونده!

پنجابين تہ اسان جي سنڌ کي هڪ گند جو ڍېو ڪٽي ٻڌايو آهي. پنجابي رنڊيون سنڌ ۾، پنجابي نيم حڪيم بہ سنڌ ۾، پنجابي ڪوڙهيا ڪشتا، ڪمبخت، ڪم فهم سڀ سنڌ ۾! شل نہ ڪنهن سنڌي مسلمان جو پنجابي مسلمان سان ڪم پئي! پتو پئجي ويندس تہ سندس هم مذهب ڀاءُ کي ڪانئس ڪيتري نفرت آهي ۽ هو ڪيتري نہ ڪرفر، رعب داب سان ٿو هلي! سنڌ جو قديم پهاڪو آهي تہ "پنجابي ايڪ تہ پائين ڏون، جي ڏون تہ هي جُهڳا هي تون!"

اڄ سچ پچ پنجابين اسانجي جُهڳي ۾ اک وڌي آهي. نہ رڳو ايترو پر اسانجي ٻولي بہ اردو ۽ هندي جي جهڳڙي جو شڪار ٿي رهي آهي. اردوءَ جو سنڌيءَ تي قبضو، پنجابيءَ جو سنڌ ۾ زور.

هوڏانهن وري گجراتي ٻنيو سڄي ڪراچيءَ جي واپار ۽ ڪانگريس تي قبضو ڪري وينو آهي. ملڪ اسانجو، زرخيز زمينون، بندرگاهہ، ڪارخانا اسان جا، مزدور هاري اسان جا، باقي فائدو ولي گجراتي ٻنيو!

اي سنڌي مسلمان! ذرا اک پٽ. مذهب جي تڪي وهہ ۾ لڙهي نہ وڃ. ڇا اهي پنجابي ۽ بهاري مسلمان جن سان تنهنجو ڪو خاص رشتو ناتو نہ آهي، جن جي ٻولي تو لاءِ ڏيہي ۾ لڪريون آهي، جنجي خوراڪ ڏسي توکي قيءَ اچي وڃي، جنجي پوشاڪ تي تون کلي کلي ڪيرو ٿين، جن جي نس نس ۾ تنهنجي خلاف نفرت ۽ بي پرواهي جا جذبا دورو ڪري رهيا آهن، جي سنڌي لفظ کي حقير، جاهل، ڪمزور جي معنيٰ سان ڪم ٿا آڻين، تن کي تون پنهنجي عزيز وطنين سنڌي هندن کان وڌيڪ پسند ڪندين؟ غور ڪر! پنهنجي پير تي پاڻ ڪهاڙو نہ هڻ! سنڌي هندو تہ توسان ٻچپن ۾ گڏ کيڏيا آهن، هو رنگ روپ، شڪل شبيهہ، ڪپڙي لٽي ڪاڌي پيتي ۽ سڀ کان وڌيڪ ٻوليءَ ۾ تو جهڙا آهن.

ڇا تون پنهنجي محبتي شاعر شاهہ جي ڪلام بدران وارث شاه جو هير رانجهو وڌيڪ پسند ڪندين؟ ڇو ٿو نانگ کي کير پيارين؟ اهي پنجابي ۽ بهاري تنهنجو اَنُ، زمينون، نوڪريون، واپار، تهذيب، قوميت، ٻولي سڀ کسي ولندا. هي هندو توسان ساڳي ڌاٽي ڀائي، آبهوا، واڄ، مينهن ڏينهن رات ۾ پليا آهن. هي تنهنجي تهذيب، قوميت ۽ ٻولي جو هڪ اٽوٽ عنصر

آهن. پنهنجن سان ڇني پراون سان نہ گڏج! ڪجهہ ساڃهہ سک.

اي سنڌي هندو! تنهنجون وايون ڇو بطال ٿيون آهن. تون هراسجي ڇو ويو آهين! پڌتر ۾ نہ پئہ. ڪجهہ سمجهہ سوچ کان ڪم وٺ. ڪجهہ همٿ ڌار! تون جئپور، آڏيپور مطلب تہ سنڌ کان ٻاهر وڃي پنهنجو آپ گهات ڪري رهيو آهين. جن سان تنهنجي ڏيٺ ويٺ ۽ ساز سلوڪ نہ آهي، جنجي ٻولي ۽ تهذيب تو لاءِ صفا ڌاري آهي، تن ۾ رهڻ آپ- گهات نہ آهي تہ ڇا آهي؟ جتي زندگي کي ڦلڻ ڦولڻ لاءِ فضا نہ مچي، جتي جذبا ۽ احساس ٻيا رهن، جتي دوستيءَ جو دم نہ پرجي، جتي ڌاريائپ ۽ ڌڪا هجن، اُتي حياتي موت کان بہ بدتر آهي. ڇا انهيءَ سياسي ۽ سماجي آپ گهات کان تون پنهنجي هم قوم پائن هٿان مرڻ وڌيڪ پسند نہ ڪندين؟ مرڻو بہ هن ديس ۾ آهي، جيئڻو بہ اتيئي آهي. تو شاهہ جو سنيهو ڪيئن وساريو آهي:

مـون مـارن سين لـڌيون، لـوئـيءَ ۾ لائـون،
سـون برابر سڱڙا، مـونکـي ٻانـهن ٻڌائـون،
عمـر جو آئـون، پٽ ڪئـن پـهريان سـومرا!

پر توکي ڇيو ڪنهن آهي تہ هتي فساد ٿيندا جو تون لڏپلاڻ جا خيال پيو ڪرين؟ هيءَ صوفين جي سنڌڙي، هي شاهہ ۽ سامي، دلپت ۽ روحل جي سنڌڙي، جتي اسين ڪير ڪنڊ ٿي رهيا آهيون، اتي ڇا جا فتنا فساد، جهيڙا جهڳڙا؟ تون صرف پؤ ۾ وڻءُ نہ وڃ. تنهنجا مسلمان ڀائر گهٽائيءَ ۾ آهن ۽ جيستائين فرقيوار چونڊون آهن تيستائين مسلم ليگ جو راڄ آهي. پر پوءِ ڇا؟ ڀلي مسلمان حاڪم هجن. ڇڻ مير مسلمان نہ ها! توسان بي انصافي ٿئي تہ ائين ڦرئي واٽئي وانگر رڙيون نہ ڪر. پنهنجا حق طلب، پر مٺ محبت حب هجت سان! ائين هاءِ گهوڙا مچائڻ مان تہ توکي ڪجهہ بہ هٿ نہ لڳندو. اُلٽو ترشي وڌندي. "سؤ سهي سوائي نہ سهي" جو مثال نہ ٿيءُ. سنڌ کان ٻاهر وڃي ڪيين ۽ پئين جي وچ ۾ تنهنجي هستي ۽ وجود ميٽجي ويندو، تنهنجي سڀيتا ۽ سنتترتا ناس ٿي ويندي. آءُ ۽ پنهنجا صلح سانت سان حق طلب. ڪس ڪٺر جو هرويرو ايترو خيال نہ رک.

هيءَ تنگدلي يا تنگ نظري نہ آهي. هيءَ وطن دوستي ۽ قومي پرستي، فئسزم نہ آهي. اج ٿي اسين پنهنجي سنڌڙيءَ جي نرالي هستيءَ کي برقرار

۽ تمدن، ٻولي ۽ ادب جي حفاظت لاءِ قسم کائون ٿا ته اسين سنڌ کي هندستان- پاڪستان، هندو- مسلم جي ڇڪتاڻ ۾ نقصان نه پهچائينداسين.

هندو- مسلم عوام کي متحد ٿي جاگيرداري ۽ سرمائيداري قوتن جو مقابلو ڪرڻو آهي. هر ۽ هٿوڙو زمين تي راڄ ڪندو ۽ ان جهنڊي جي سلامي سنڌي هندو- مسلمان گڏجي ڪندا. اوچ درجا ته ڦرڦوٽ وجهندا جڏهن هو پنهنجي من ماني ماتيندا رهن پر عوام لاءِ اتفاق ضروري آهي.

هي آکاڻيون انهيءَ محبت، اتفاق، حب الوطني ۽ بغاوت جو نتيجو آهن. اڄ اسين ترقي پسند اديب هن سماج جي جهوني تصور ۽ رجعت پسند خيالات سان ٽڪر کائي رهيا آهيون. جو سياست حل ڪرڻ ۾ ناڪامياب ٿي آهي تنهن کي ساهتيه سمجهائڻ لاءِ نڪتي آهي. اميد ته اسانجي هيءَ ڪوشش ونڙت نه ويندي ۽ نئين زندگي ۽ نئون نظريه پيدا ڪندي.

جون ۱۹۴۷ شيخ اياز

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **جو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)